سيد عبدالحسين شاھ موسوي

ديوانِ بيدل جو مؤلف

ولادت ۱۹۰۲ع ـــــــ وفات ۱۹٦۷ع

سر حقیقت وارو، سالک کو سمجھی،
راز ربانیءَ وارو سالک کو سمجھی

بیدل

# فهرست

ناشر پاران

بيدل جي شاعريءَ جو مختصر جائزو — ڊاڪٽر نواز علي شوق

۱- پيش لفظ

۲- ٻئي ڇاپي جو ديباچو

۱ـ بيدل جي وڏن جو احوال ۽ ولادت — ۱

۲ـ بيدل جي تعليم ۽ سندس اوائلي عمر ۾ شعر — ۵

۳ـ حسن پرستي — ۱۱

۴ـ فنا في المعشوق — ۱۷

۵ـ فقير غلام محمد — ۲۲

۶ـ قاضي پير محمد — ۲۸

۷ـ بيدل جي گرهستي زندگي — ۳۳

۸ـ فقير صاحب جو مذهب — ۳۷

۹ـ بيدل جي شخصيت — ۴۳

۱۰ـ بيدل جو شعر ۽ شاعري — ۴۷

۱۱ـ بيدل جي ڪلام تي متقدمين جو اثر — ۵۹

۱۲ـ تصنيف ۽ تاليف — ۶۷

۳- سنڌي ڪلام

۱ـ وحدت نامر — ۷۹

۲ـ فرائض صوفيه — ۹۰

۳ـ ابيات سنڌي — ۱۰۱

۴ـ متفرق بيت ۱۰۷

۵ـ سنڌي ڪافيون ۱۰۹

٦ـ مناقب ۱۴۰

۷ـ مرثيه ۱۴۸

۴- پنجن پولين ۾ مخمس ۱۴۹

۵- سرائڪي ڪلام

۱ـ ڪافيون ۱۵۱

۲ـ ابيات سرائڪي ۲۴۴

۳ـ سي حرفيون ۲۴۹

٦-سلوڪ

۷- اردو ۽ هندي ڪلام جو نمونو ۲٦۴

۸- فارسي ڪلام جو نمونو ۲۷۰

۹- عربي ڪلام جو نمونو ۲۷۷

۱۰- ضميمو نمبر ۱ ۲۷۸

۱۱- ضميمو نمبر ۲ ۳۸۲

# ڪافين جي ترتيب


اڏر پکيئڙا وانءُ واهيري، نڪر منجهان ناسوت ١١٤

آءُ آهيان اسرار، عالم ليکي آدمي ١١٥

آهيان نور نفيس، جوڙيم جوڙ جڳت جي ساري ١٢١

آيو پهري ويس صورت جو، بيرنگ نيارو ١٢٢

اچي پياسي اسين يار! محبت جي مهرباڻ ۾ ١٢٤

آيو نينهون نور نيارو، اڄ انساني اوتار ۾ ١٢٥

امر نهيءُ جون ڳالهيون اوري، جوڳين پنڌ پرانهون ١٢٥

آهيان اسرار عجائب ٿي آيس انسان ١٢٦

آءُ سارو سر آهيان، پول نہ ٻيو ڪو پاتيان ١٢٦

آءُ پلي يار آئين، وڳو ڍڪي انساني ١٤٠

آپ ڪري سر اپنا ظاهر، نانءُ ڪيتس انسان دا ١٥٣

آج پيا هوري کيلن آيا، سڀسين رنگي بيرنگ سمايا ١٥٣

آءُ وس نيڙي يار، دلبر نہ تہ مين مريسان ١٧٢

آهي هندو مومن ايڪ، وچ عقيدي وحدت والي ١٨٢

آءُ تون اسان ڏڙي ڪول، سدا جيوين مين ماڻي دا ڍول، پلا ٿيو ني پيارا ١٨٣

آءُ وس رانجها ساڏڙي ويڙهي، تانگهيان لڳيان مين نون ١٨٩

آپي وسندا آپي رمندا، هي شيعا سني ڪون ١٩٠

آپنون غير نہ ڄاڻين، اپنا سر سڃاڻين ١٩٠

آؤسين ڪول اسان ڏي ڪڏانهان، تت نماريان تساڏيان رانهان ١٩٠

آءُ تون سنجهہ صباحين ساڏي ديري ١٩١

اپنا ڀيد ڪين پاءِ، ڏونهان دا ڀيد تو پايا ٢١٦

اسان پرديسي پري تون آئين، قسمت آڻ ڦسائي ٢١٧

الله ڪري شال آوي، رانجهن ساڏي ويڙهي ۲۱۸
آهي عشق عجب، اوقات، جس پر آوي اسي سمجهاوي ۲۱۸
آيا شاهه نيارا جڳ مين، پهري وڳو پيغمبري ۲۱۹
بيڪس ڪاڻ پنيور ۾، آرياڻي تون اچيج ۱۱۴
برهه جو باري بار، رمزبازن ري ءَ ڪري اُٺائي ۱۱۶
بخش ميڏي تقصير، رانجهن سائين، بخش ميڏي تقصير ۱۷۲
بشريت دا ڪر بهانا آپ ٿيا اظهار ۱۷۲
برهه بسنت ڪي باس، ڪوئي ڪوئي پاوي ۱۸۰
بدنامي دي پڳ، تي ٺهندي ڦٽ لعنت دي ڦل ۱۸۳
بيرنگ آسما رها، سڀين رنگ مين ۱۹۳
باغ بهاران من نهين ڀاوَندي ڀاجهون ويڪڙ ياران، وي ۲۱۹
برهه ڪاسائي دي دست، پيوسي، حسن ڪيتي قرباني ٿيوسي ۲۱۱
برهه ڪني بي اختياري، جس ماٺي اس سڌ ساري ۲۱۹
برهه بهار هني چوڌاري، حسن بسنت سهاوي، جي ۲۲۰
برهه پلي، تون آئين، آءَ ويران وسايو ني ۲۲۰
بيخودي دا باب، جو پڙهي سو هوش گنواوي ۲۲۱
ڀاروچا تو ساڻ، ووڙين چو وٺڪار ۾ ۱۳۳
ڀجهي مام منصوري پري پري، دين ڪفر جي دور ڪون ۱۴۰
ڀاجهون گم ٿيوڻ دي يارو، ڀيا ڪوئي هنر نہ هلندا ۱۵۳
ڀاجهه تيڏي مرجا ونديان، ڀيا ڪوئي هنر نہ هلندا ۱۹۱
ڀاجهون فاني ٿيوڻ اپني، عشق دا راهه بتاوي ڪون ۱۹۲
ڀلا ٿيو ني ڊوليا سانون درس وڪاءِ ۲۱۶
توريءَ عين عذاب، عين عذاب، توڙي باغ بهشت جا ۱۱۳
تون تہ اُهو ساڳيو آهين، ذات مقدس پاڪ ۱۲۲
تون تہ اهوئي ساڳي آهين، پل نہ ڀني ڪنهن پول ۱۲۳
تون تہ جو آهين، سو آهين ۱۲۶
تون تہ ساڳيو سچڻ آهين ۱۲۷

تون تہ چو ٿو لوڪ پلائين ۱۲۷
تو ۾ سو سر سارو، جنهن جا پنڌ پچين ٿو ۱۳۳
تخت هزار ڇوڙ، رنگپور دي وچ رانجهن آيا ۱۵۴
توين ساڏا ڪوئي حال نہ پچندا، لگڙا نينهن نہ ٿوڙين يار ۱۷۳
تون اسان ڏي نال پيارا، ڪڏان ٿيسي چشمان چار ۱۷۳
تخت هزاري مين وسان، رانجهو نال مين وسان ۱۹۲
تيري لئي مين دلبر ڦرندا، دربدر هون ۱۹۲
تيڏي مک ويکڻ دي ڪيتي، صورت بيک بنائي هون ۱۹۳
توين اورنهين کو جگ مين، ڪٿون آپ ڇپاوندي هو ۲۱۳
ٿيءُ غرق بحر عميق ۾، ٻاهر نہ پؤ ٻي ٻار ۱۱۶
ٿيءُ غيب ۾ تون غيب، لنگهي عيب ثوابون ۱۳۷
پکيئڙا ولر کان وڇڙيا ۱۱۱
پاڻ تو پيدا ڪيو، ڪين مان چيڏ انسان ڪر ۱۱۶
پرين کان پروڙ هيءَ پرايم جيڏيون ۱۱۷
پريا پورب پار، سامي سگ چني ويا ۱۱۷
پاڻ پنهون تون آهين، ڪيچ وٺين ڇو ڪاهين ۱۲۸
پاڻ ڏاڍن سان نينهن نہ لايو، جنجل نينهن ٿيايون مون ۱۲۸
پورب پهہ پيون، سامي ويا سنسار مون ۱۲۸
پهچ پير پيران پديءَ هيءَ پاڏايو، مريدن تي ميران رکو رحم رايو ۱۳۴
پانهنجو ننگ پال، تون تہ مهر نظر مڙيال، يار جاني ۱۴۱
پيارا جمر جالين جالين ساڏڙي نال ۱۸۳
پهري ويس جلالي يار، ڪري لا اُبالي ۲۲۲
جاڏي ڪاڏي پاڻ، ڇڏ تون غير گمان ۱۲۹
جوئي آهيان سوئي آهيان، پول نہ بيو ڪو پايان ۱۲۹
جوشئون جلالي جسم ڪي، جيءَ ۾ پانچ ڪي جهاڙيون ۱۲۹
جاني جوگي دا ڪر بهانا، راهہ مسافر آوندا ۱۵۴
جوگي والي ويس ۾، ڪوئي راهہ مسافر آيا ۱۵۴

| | |
|---|---|
| جالي ساڌو مين سنسار، جيوين مسافر واٽا واھو | ۱۷۴ |
| جنھن سر آيا نينھن، آپي ڏس ڏيسي | ۱۹۴ |
| جسم دي پول نہ پلين، تون تہ ڪيچ اور ھين | ۱۹۴ |
| جنھن نون عشق بتاوي راھ، تنھن نون ڪونہ ڪري گمراھ | ۲۱۴ |
| جيھي لباس مين آوي يار، مين ھوسان گھولي | ۲۲۲ |
| جيوين محبوب دا رايا، اسان حاضر ھر حالي | ۲۲۲ |
| جھاتي پاءِ درني ويکين، مظھر نور نبي دا تون ھين | ۱۹۴ |
| چلو ري سنيان چرچا ويکين، آپ چمن مين آيا | ۱۵۵ |
| چاڪ ڪيتا سانون چور، چاڪ نھين ڪوئي چور دلين دا | ۱۷۴ |
| چشمان والڙي چال، عاشق سمجھن عشق جا ڪوڏيا | ۱۸۴ |
| چاڪ ڏنھون ساڏا چاھ سنئيان، ڪيڙانديي مين راھ نہ ويسان | ۱۹۵ |
| چاڪ نھين يار اسان ڏا، تخت ھزاري دا سائين | ۱۹۵ |
| چلڻ عشق دي چال، ملين ملوائي دا ڪم ناھين | ۱۹۵ |
| چلندا چال "انانيت" دي ھر مظھر سلطان | ۱۹۶ |
| چينڪ لانا چاڪ، ماھيا مر ويسان | ۱۹۶ |
| چاتم بار عشق دا جو باري، ڇوڙ خيال سيو سنساري | ۲۲۳ |
| چال انھين دي نال، ڪريندا سڀئا سير آفاقي | ۲۲۳ |
| چاھئون چاتي روز ازل وچ، رندان سر رسوائي وي | ۲۲۴ |
| ڇوڙ دوئي دا ديس، وحدت وطن سنيال سگھڙا | ۱۸۰ |
| حسن اسان ڏا ھادي برحق؛ وحدت راھ بتاوندا وي | ۱۵۵ |
| حسن بسنت بھانا ڪيتس، آپ وکاوڻ آيا | ۱۵۶ |
| حسن بسنت پر ڏيوي ڏکالي، سڀئا سرب سمايا وي | ۱۵۶ |
| حسن تساڏي سڀين چاڙھي سوليءَ تي منصور | ۱۷۴ |
| حسن دا جلوا ڪعبہ قبلا، عشق اساڏا امام | ۱۸۸ |
| حسن دي ھل ھنگام، ساڏا ھوش نيتا | ۱۸۸ |
| حسن بسنت بھار بيرنگي، چمن ڪليا چوڌاري، وي | ۲۲۴ |
| حسن سونھارا رھبر ساڏا، حق دا راھ بتاوندا ھي | ۲۲۴ |

خمر کنهن خاصي خماريا، سالکن کيا سر فدا ۱۱۱

خاکي کيڙم ويس، آهيان نہ تہ نور نيارو ۱۲۲

خاک وچون اکسير بنيا، جڏان چڻنگ پئي وچ چولي ۲۲۵

دعوا دورنگيءَ جي سٽي، وحدت ڏي چت جو چاهہ کر ۱۱۷

ديس ڇڏي پرديس تون آئين، وطن تون کيم وسار ۱۱۸

دم دم دلبر ڪاڻ، سڪ سڄڻيءَ کي سير گهرڻ جي ۱۴۱

ديدن ساڻ کري ڌاڙو، دل لٽيءِ يار منهنجي ۱۴۲

دلبر ساڏي ويڙهي نانءُ الله تسين آنا ۱۵۶

دم موليٰ دم موليٰ، نعين اڻان ڪج پولا ۱۵۷

دم دي سرت سنڀال رکين، دم هي اسرار الاهي دا ۱۵۷

دلڙي ساڏي چور کيتہِ ڍوليا ۱۷۵

دم ذاتي محران، جي تون دم نون سانڌين ۱۹۷

درد فراق دي کيتي، سوز گداز دي کيتي، سانون چوڙ نہ جاوين ۱۹۷

درد عشق وچ جنهن سر ڏتڙا، پاک شهيد غازي سو ۲۱۳

دم الله عشق راهہ اڻاني وي ۲۲۵

دم الله عشق کيتي مين جاني وي ۲۲۶

دل کساوڻ، لوک هساوڻ، عشق دي کار اهائي ۲۲۶

دم وچون آدم جو بنيا، عشق دا اسرار هي ۲۲۷

ديدان والڙي ڌاڙي، راهہ مسافر ماري ۲۲۷

ڏاڍيون رمزان، گهريون ديدان، لايون دلبر مون سان يار ۱۱۸

ڏس کيڏو آبہ کيو سرمستيءَ جوش حلاج جي ۱۴۲

ڏاڍا اوقات کو آيا، سر منصور دي يارو ۱۵۷

ڏاڍا چيتک لايا انهان ناز پريان ۱۵۸

ڏيندا يار ڏکالي، ظاهر صورت دي سامان مين ۱۹۷

ڏون تي دن انهين پيجري وچ، جيوين تيوين جاليسون ۱۹۸

ذاتي خيال اڻباتي سمجهڻ، کير اڻاري وهاري کير ۱۱۸

ذاتي حسن صفاتي گهونگهٽ، راز رموز نهاني دا ۱۵۸

ذوق سرود پڇو در ويشان، بيدر دان نون ڪل نہ ڪائي ۲۲۸

رائي پنهنجو يار پيارو، آيو هن اسرار ۾ ۱۲۵

رات مون ڏي مارن جو ٿئون نياپو آيو، ڏکيو ڏوراپو آيو ۱۳۵

رنگ ثبوت صفائي دا، آهي شعل شمع الاهي دا ۱۵۸

رانجهو ساڏي ويڙهي يار، آوندا ياوندا رمزان لاوندا ۱۷۵

راتيان ڏينهان رکين دمدم نالي وحدت والا خيال ۱۸۴

رانجها تخت هزاري دا سائين، سئيان دي لج پال ۱۸۴

رنگ پور ساڏي روح نہ پاٽي، ويسان رانجهو دي نال ۱۸۵

رکندي خون ڪرڻ دا راپا، ڪرندي ساه ڪيڻ دا سعيا، چشمان ڪرڙي چال ۱۸۵

رانجهو يار پلايا سانون، درد عشق دا جام ۱۸۹

رخ رانجهو دا ڪعبہ قبلا، عشق دا پڌ احرام ۱۸۹

رانجهو والي رمز، اساڏي ساه سيباٽي سنئيان ۱۸۹

رک تون سرت سڃاڻ تہ تون ماهر ٿيوين ۱۹۸

رنگا رنگ ظهور تيڏا، واه بيرنگ نيارا تون ۲۰۰

رانجهو نال مين ويسان، ڪيڙان پيڙان ڪنون ڳيان ۲۰۰

رانجهو نال مين تخت هزاري ويسان، هڻ چيٽيان، جهنگ سيال ڪنون ۱۹۸

رانجهو نال اساڏا روح رليا، چاتم سر خلقديان خواريان ۱۹۹

رانجهو دي رمز ساڏا من موهيا، ويسان مين تخت هزاري ۱۹۹

رمز چوان يا مام چوان، گهور سڄڻ جي هزارين گهايا ۲۲۸

سالم سنيها هو بہ هو، پهتا پرين جي پار جا ۱۳۰

سالڪ رمز سرود جي سمجهن، مورک مول نہ ميڄن ڪڏاهان ۱۱۲

سر اسرار حقيقي آهيان، صورت ڪر انسان ۱۳۰

سر سبحاني آهيان صورت ڪيل ڪلايان ۱۳۰

سمجهہ تون سر سارو، مارج منصوري نعرو ۱۳۱

سمجهہ رک سالڪ سچا! ڏس هو بہ هو محبوب آهہ ۱۳۵

سالڪن جي سر تي سدائي جوش جلالي اچي اچي ۱۳۹

سر حقيقت وارو، سالڪ ڪو سمجهي، راز رباني وارو سالڪ ڪو سمجهي ۱۴۲

| | |
|---|---|
| سمیع بصیر نہ کوئي ڈوجھا، سر سمجھ انسان دا | ۱۴۳ |
| سانون محبوبان دي ماٹي ڈاڍا چینڪ لایا | ۱۶۲ |
| سانون عشق تیڈا تکرار لگا | ۱۵۹ |
| سانون رات راتوکي رانول سر اینوین سمجھایا | ۱۵۹ |
| ساڈي نال کیا کیتا عشق تساڈڙي، کیا کیتا | ۱۶۰ |
| سھڻا تیڈي چشمان سانون چینڪ لایا | ۱۶۰ |
| سانون نینان دي ناز ڈاڍا چینڪ لایا | ۱۶۲ |
| ساڈي دل کسکي زوراور ویندا، ساڈي دل لٹکي جادوگر جو ویندا | ۱۶۰ |
| ساڈي نظر تئون دلبر کیو نکر تو مک چھپایا | ۱۶۱ |
| سر امامین آیا بار غمان دا یارو | ۱۶۱ |
| سنٹیان ویکو رنگ پیاري دا | ۱۶۲ |
| سکي وسي آپ، دکي رھي آپ، تون کچ آپ نون وچون نہ آئین، آپ سھڻا | ۱۶۳ |
| سالک سیر سلوک دا کر، چڑھ عشق والي عرفات | ۱۷۰ |
| سالک چوڑ وجود، ہیا کچ فن فنون نہ چلندا | ۱۷۰ |
| ساڈي گھر سائیان گل کلیا باغ بھار | ۱۷۱ |
| ساڈي طرف سنیھا پھتا ھي اج سھڻي یار | ۱۷۵ |
| ساڈي نال تو لنوڑي جو لاتي، من وچ وسندئي ڈینھان تي راتین | ۱۷۵ |
| ساڈي تساڈي ڳالھین، پھ پھ کریسن لوکان | ۲۰۰ |
| ساڈي رمز ڈساوڻ کیتي عشق الایا مین وومین | ۲۰۱ |
| سجدا کیتا ساڈي ساھ، رانجھي تون روز ازل وچ سنٹیان | ۲۱۵ |
| سھڻي نال لڳیان ساڈي دیدان | ۲۰۲ |
| ساڈیان نہ اکیان لڳیان لڳیان، جوئي ھوئي سوئي ھوئي | ۲۲۸ |
| سک رمز وجود وچاوڻ دي، نھین حاجت پڑھڻ پڑھاوڻ دي | ۲۳۰ |
| سانون رمز ڈادي یار لائي وي | ۲۲۹ |
| سھڻي اڳون ساڈي آزي آزي، آزي، آزي. | ۲۳۰ |
| ساڈي نال لائي ڍولي آپي یار یاري | ۲۲۹ |
| سانون ڈتڑي یار ڈکالي وي | ۲۲۹ |

سھٹي نال لڳي ساڏي ياري ۲۳۶
شاھنشاھ سيالين دي وچ شوقون چاک سڏايا ۱۶۳
شاھ درياھ لھر وچ آيا، بيرنگي وچون رنگ بنايا ۱۶۳
شاھي طبل وڄاوڻ واري، ول ول ويس مٹاوڻ کيا ۱۶۴
شاھ حسن دا شان، برھ بيان کريندا ۱۶۴
صورت جو سردار پلي کري آيو ۱۱۹
صوفي لا مذهب تکرار، ھر مذهب کون آ بيزار ۱۱۹
صورت انساني دي اولي، سمجھ تہ کونہ الاونداھي ۱۶۵
صورت محمّديۃ مين روشن ھي سر سارا ۱۶۵
صورت انسان دي اولي ويک تہ کونہ اليندا يار ۱۷۶
صورت دا واپاري آيا ساڏي ديس ۱۸۱
صورت حق دي ھي انسان، اسم جسم دا ڇوڙ گمان ۳۰۲
ظاھر بندو باطن مولىٰ، برھ جي بازي پرجھي کير ۱۱۹
ظاھر بين سمجھ نھين سگھندي، رندان والڙا راز ۱۷۹
عاشق ٺٿين تان سر ڏٿين، نہ تہ کيم عشاقين اڇيچ ۱۱۴
عشق سندو آثار نکي ڳجھو رھندو ۱۲۰
عشق امام محمد مھدي، دوئي اٿيئي دجال ۱۲۳
عشق جو ڏس اسرار، سڀ صورت ۾ يار سمايو ۱۳۵
عقل جو ويو اختيار، عشق اناالحق جو دم ماريو ۱۳۶
عشقئون آيو آيو، صورت ويس ۾ سھڻو ۱۳۶
عشق جو يارو دراڙن ۾ عجب اسرار ھو ۱۳۷
عشق لڳا سانون، مايا، مايا، مايا ۱۶۵
عشق کيا العام، ستگر شبد سناويگا ۱۶۶
عشق الست بربکم والا خاصان نون کيتا خطاب ۱۷۰
عشق لڳا تدبيران چکيان، عقل دا ڳيا اختيار ۱۷۶
عشق دي کر امدادي، لڙھ تسان دي مين لڳيان يار ۱۷۶
عشق اسان نون وکلايا عجب اسرار، حسن بيرنگي رنگ ۾ آيا ۱۷۷

عشق دي لاوݨ کيتي چوڑيس تخت هزار ۱۷۷
عشق دا بحر عميق، غوطي مارن غازي ۱۸۲
عشق دي اُلٹي کيل، کوئي بانکا کيلي ۱۸۵
عشق دي الٹي چال، برهه دي الٹي چال ۱۸۶
عشق دي لگڑي تار مين نون ۲۰۳
عشق دي چوپڑ کيلن عاشق، سِر سر بازي کنيان ۲۰۳
عشق نهين آسان آپي کل پوسي ۲۰۳
عشق آک تہ کو نہ آهين، وت کيهي کام کريندائين ۲۰۴
عشق نهين کوئي چرچي بازي، سوليءِ سر چڑهاوݨ ۲۱۲
عشق دي آتش مين نون آءِ اچانک لايءِ ۲۱۶
عشقي کا درياه بيکنار عميق سٹيجي ۲۱۷
عاشق ٿيءِ الستي، ماݨ منصوري مستي ۲۳۱
عشقدا اعليٰ شان، مشکل سگهدُي سمجه مياٿي ۲۳۲
عشق بتاوي راه هدايت، عام آکن گمراهي ۲۳۲
عشق تساڈي طعني ساڈي ساه سيباٿي ۲۳۳
عشق وکاوندا اسانون نت نت نوَ نوَ چالي ۲۳۳
عشق انهين دي ڈيوا بااليا، وچ رس شام انڈيري ۲۳۳
عشق عطا الاهي هي، برهه نہ چيز بهائي هي ۲۳۴
عشق اسانون چاٹي چکائي، پل گئي ساڈي سرت سيائي ۲۳۴
عشاقاندا نال مذاهب آک سٹيان کيا لگي لگي ۲۳۵
علم عقل دا کم نہ يارو، پرجهݨ راز رباني ۲۳۵
غازي دم منصوري مارن، ملان مسجد بهندي ۲۳۵
فاذ کروني اذکر کم، ذاکر ٿيءِ مذکور پر گم ۱۲۴
فکر نفي اثبات کسي دن، مارکي ڦير جيوا ويگا ۱۶۶
فوجان حسن ديان چڑهيان آوݨ سيتي خون کريندي ۲۳۶
قرب نهين وچ قال، جان جان حاصل حال نہ ٿيوي ۱۸۶
کانگ لنوي مني لات، محب مسافر جاݨ کي ايندا ۱۱۲

کين چاڻ يار عام عشق جي مام منجهون ملوانا ١١٣
کڏي ايندين منهنجا جاني، روز ٿي راهون نهاريان ١٣١
کوڙ ڏئوسي جگ ۾ جيڏيون، عشق جهڙو آزار ميان ١٣٢
کعبو قدسي تو هي ساڻ، کوهه کڏين کعبي جي ڪاڻ ١٤٣
کري سينگار صورت جو، اچي سڀ ۾ سمايا سي ١٦٦
کوئي عاشق بي سر بي پا، اس رستي مين آويگا ١٨٦
کيهي کيهي لاتءِ رمزان ساڏي نال ٢٠٤
کنون جدائي مين جلنديان آوس نيڙي يار ٢٠٥
کيهي لاتءِ يار جاني برهه ديان سانون بهيان ٢٠٥
کتاهين بيرنگ سڏائين، کتان سهسين رنگ سمائين ٢١٣
کهه عشق کهان سي آئي هو، اب تُو کهان ول جائي هو ٢٣٦
کر اعتبار تہ ويکين جلوا، هي سڀ صورت يار دي ٢٣٦
کيا آکان کنهن دي اگون مين بي نيازي يار دي ٢٣٧
کيا جو کنز هدايا پڙهيا، برهه بنا گمراهي ٢٣٧
کيها هل هلايءِ وچ سيالين دي آکي ١١٥
گم ٿي، گم ٿي، گم ٿي غازي، عشق اهو ارشاد ١٢٣
لاهوتي سي لعل، پاڻو جن پاسو کيو ١٤٤
لاشک آه عاشقن کي، دل جو کتاب کافي ١٦٧
لامکانون کيون کر آئين، هر جگهہ تينون پاتا ١٦٧
لدني علم دا جي تون شائق، حرف پڙهين هم اوست دا ١٦٧
لٽ نيتيءِ دل ساڏي، هڻ کريندائي ماٽا ١٧٨
لٽ نيتيءِ دلڙي چيريان دي چمکار ٢٠٦
لڳيان، لڳيان، لڳيان، ديدان لڳيان ٢١٧
لنؤ ساڏي نال لاتيءِ دلبر زوران زوري ٢٣٨
لڳي اسان ڏي ياري، جاني جادوگر نالي، ماهي مسافر نالي ١٣٢
موروک پرجهہ کي پاڻ کي، مورون جو آهين کير تون ١٣٢
مون سان پيچ پنهونءِ جو پيوڙي جيڏيون ١٣٣

معنيٰ وجودي ڪر سڄي، آهين سدا موجود تون ١٣٢
ماريا مينون جوڳي، ڪيها جادو لايا جوڳي، ڏاڍا جادو لايا ١٦٨
مين نون تساڏي تانگھ لڳڙي پيارا ١٦٨
مار نعارا اناالحق دا، حق دي ذات ڪري اثبات ١٧١
مرد آها منصور، جنهن سر سوليءَ ڏتڙا ١٧٨
مار گهتيا سانون، نينان والڙي نار ١٨٠
موهن پيارا ڪر آيا بسنتي ويس، سهڻي سروپ تون صدقي مين جاوان ١٨١
مين ماهي دي نال، لوڪان لنوڙي لائي ٢٠٨
مين نون چاڪ ن چائين، شاه هزارا مين هون ٢٠٨
محبوبان ڪيها ماريا، ناوڪ ناز دا مين نون ٢٠٧
مين تہ نڪار ڙي آهيان، رانجها تون بخش گناهان ٢٠٩
ماهي يار دي نال پيلي ريسان ٢٠٦
معشوقان دان مان، عاشق ڪيا چائڻ ٢٠٧
مين تہ بيراڳڻ ٿيان، ٿيان، ٿيان ٢٠٩
ماري نينهن دا نعارا، فوجان حسن ديان چڙهيان ٢٠٦
معاف ڪرين لڳ موليٰ، سڀئا ساڏي خطائين ٢٠٧
مين سيلاڻ ٿيان، جوڳي دي نال، اکيان گهتيان نون ڪونہ بچاري ٢٠٩
مذهب دا ست ڪوڙا جهڳڙا، وحدت دا گهن راه ٢١٥
مکہ ماهي دا ڪعبہ قبلا، عشق امام حقاني ٢٣٨
مکہ ماهي دا نور تجليٰ، صورت حسن حقاني ٢٣٩
محبت دي مام مشڪل، سمجهن ڪڏان سياڻي ٢٣٨
من تن لڳن لڳي ڳنيان دليان، هڻ ول تعين ولنديان ڪون انهان نون موڙي ٢٣٩
مين نون تساڏي يار، چنتا لڳ ڪڙي هي ٢٤٠
ناميان نسهرو نينهن جو نعرو هٿج نروار مبان ١٢٠
نئون نياپو آيو مون ڏي ماروئڙن جو ١٢٧
ناز دي خنجر نال، هميش عاشق قتل ڪريندا يار ١٧٨
تعين الله ڪوئي اور، آدم ناءَ بهانا ڪيتس ١٧٩

نينهن دي نُڪتي سالڪ سمجهن، ڪڏان نہ پرجهن اور ۱۷۹
نين لڳي نروار سنئيان، عشق دا مهٽا سر تي چئيسان ۲۱۱
ننگ اساڏڙا پالين، پلءِ تساڏي مين لڳيان ۲۱۰
نت نهاريان مين راهان، راهان، راهان، راهان ۲۱۰
نهين سوکي لنؤ لاوڻ، بار ملامت سر تي چاوڻ ۲۱۲
نينهن لڳا ساڏا جاني، سهٽي دي نال سئيان، ڍولي دي نال رليان ۲۴۱
نين لڳي رانجهو نال سنئيان عشق يڳي سب اولي اولي ۲۴۱
وڃي محو ٿي محبوب ۾، جي تو طلب تڪرار ميان ۱۲۱
واقف وسھ هيءَ ڳالهڙي، تو ريءَ نڪي موجود پيو ۱۳۸
ويندس ناتہ مري، موتيج دوست مٺيءَ جا ۱۴۴
ويکو شاه حسن دا آوُندا، آوندا وت رمزان لاوُندا ۱۶۸
وحدت دا رک خيال، تہ تون ويکڻ ويکين ۱۸۶
ويکو رانول رمزان ليان، ڪيهين ڪيهين اسان ڏي نال ۱۸۷
وھ ٿور عجب جيهي ٿرندي، ٿرندي سي مول نہ مڙندي ۲۴۱
وھ وھ جلوا پاوندي هو، يار صورت سب سماوندي هو ۲۱۴
وحدت دا ويساهي، ماڻي عيش الاهي ۲۴۲
وھ بيرنگي آپ آدم بنڪي آيا ۲۴۲
هتُ هُتِ حامي آھ اسان جو، هادي حضرت شاھ ۱۳۹
هر طرف ساجن ٿو وسي، هستي ڇڏي هوشيار ٿيءُ ۱۳۹
هوت سگهي لھ سار، اڇي سڪاين جي ۱۴۴
هر مظهر ۾ يار ڪنون، منگ فيض عشق عرفان دا ۱۶۹
هر گهٽ دي وچ هوري کيلي، ويکنا هي تان ويک ۱۸۲
هرجا هو حق جاني، آپ وچون نہ آئي ۲۴۳
يا ڪي ٿنين وڃي يار، نڪو پيھءِ خيال اسان جو ۱۳۸
يار عجب اسرار بنايا، احمد نون عبد سڏايا ۱۶۹
يار ڪريندا لحظي لحظي، ڪيهي ڪيهي ويس ۱۸۱
يار يگانا هرجا وسندا، پل نہ بي ڪنهن پول ۱۸۸

| | |
|---|---|
| يار تون سھڻين رنگ سمائين | ٢١١ |
| يار سڄڻ دي ڳالھين، سانون ياد جو پئيان | ٢١١ |
| يار پريم لڳايا وي، ستيان نون آڻ جڳايا وي | ٢٤٣ |

# ناشر پاران

فقير قادربخش بيدل هڪ صوفي شاعر ۽ وڏو عالم هو. سنڌي ادبي بورڊ سندن ڪلام جي اهميت محسوس ڪندي سندس سنڌي ۽ سرائڪي ڪلام جو مجموعو "ديوان بيدل" جي عنوان سان سنہ 1954ع ۾ ڇپرائي پڌرو ڪيو هو. ان جو ٻيو ڇاپو سنہ 1961ع ۾ شايع ٿيو هو. تازو سنڌي ادبي بورڊ جي چيئرمين قبلہ مخدوم طالب المولیٰ صاحب جن جو خاص حڪم مليو ۽ تاڪيد ٿي تہ بيدل فقير جي ساليانی عرس ١٦ ذوالقعد جي موقعي تي ديوان بيدل جو ٽيون ڇاپو پڌرو ڪجي. سنڌي ادبي بورڊ نہ فقط نوان ڪتاب شايع ڪري رهيو آهي پر پنهنجا اڳوڻا ڇپيل ڪتاب وري ڇپرائڻ سندس پروگرام ۾ شامل آهي. انهيءَ ئي پروگرام هيٺ اسان مختلف موقعن تي ضرورت آهر ڪتابن کي وري وري ڇپائي پڌرو ڪندا رهيا آهيون. ۽ هينئر سنڌ جي صوفي بزرگ فقير قادربخش بيدل جي ڪلام جو نئون ڇاپو اوهن جي اڳيان آهي.

هن ڇاپي لاءِ ڊاڪٽر نوازعلي شوق "بيدل جي شاعريءَ جو مختصر جائزو" جي عنوان هيٺ هڪ تحقيقي مقالو لکي ڏنو، ان کان علاوه ضميمن واري حصي ۾ سنڌ جي بزرگن جي وفات تي ڇپيل تاريخي قطعات ۽ شاه شهيد جي شان ۾ ڇپيل هڪ قصيدو هٿ ڪري هن نئين ڇاپي ۾ شامل ڪيو آهي. جنهن لاءِ اسان سندس ٿورائتا آهيون. اميد تہ پڙهندڙ هن ڇاپي کي وڌيڪ پسند ڪندا.

**عبدالغفار صديقي**
سيڪريٽري
سنڌي ادبي بورڊ

# بيدل جي شاعريءَ جو مختصر جائزو

روهڙي سنڌ جو اهو شهر آهي، جيڪو نہ فقط تاريخي لحاظ سان اهم آهي، پر روحاني لحاظ سان پڻ وڏي اهميت رکي ٿو. مٺي مُرسل ﷺ جي وار مبارڪ جي زيارت، صوفي سونهارن جون مزارون ۽ درويشن جون درگاهون، عاشقن جا اوتارا ۽ قدرتي نظارا هيءُ شهر جڻ جنت جو هڪ حصو آهي.

زهي لُهري ڪ جَنَاتِ عدن است،
سراپا مجمع آرام و امن است.

فقير قادر بخش بيدل جي ولادت ان ئي جنت واري جُوءِ ۾ ٿي. سندن ولادت جي تاريخ سندن فرزند فقير محمد محسن بيڪس "گلي راحت العاشقين" مان ڪڍي آهي. فرمايو اٿن.

زغيب آمده روضة العارفين،
بگفتم: گلي راحت العاشقين.

۱۲۳۱هه

فقير قادر بخش بيدل عربي فارسي جي اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ روحانيت جي طلب لاءِ سنڌ جي مختلف شهرن جو سير سفر ڪيو. سيوهڻ وڃي حضرت قلندر لعل شهباز رحہ (وصال ۶۵۰هه) جي درگاهہ تي حاضري ڀري، پريالوءِ وڃي مخدوم محمد اسماعيل (وصال ۱۱۷۴هه) جي مزار پُرانوار جو ديدار ڪيو. پير ڳوٺ وڃي پير صبغة الله شاه (وصال ۱۲۴۶هه) جي صحبت بابرڪت ۾ رهي پنهنجي همعصر پير علي گوهر شاه اصغر (وصال ۱۲۶۳هه) سان گڏ مثنوي معنوي جي درس ۾ شامل ٿيو. مطلب تہ مرشدي هنڌن تان فيض حاصل ڪري روهڙي موٽي آيو. بعد ۾ شاه شهيد جي مريد صوفي صديق صادق *

---

* صوفي صديق صادق اهم (ڏوري ناري) جو وسنل هو. جهوڪ جي درگاهہ جي سجاده نشين شاه فضل الله قلندر (وصال ۱۲۴۳هه) جو مريد هو. سندن ڪتاب 'راڳ نامو' ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي تصحيح سان ڀٽ شاه ثقافتي مرڪز طرفان سنہ ۱۹۸۱ع ۾ شايع ٿي چڪو آهي.

(وصال ١٢٦٥ھ) جي دعا سان وڏي درجي تي رسيو. بيدل سائين اڪثر جهوڪ، سيوهڻ، درازا، پير جي ڳوٺ ۽ ٽکڙ شريف ويندو رهندو هو. گمان غالب آهي تہ هن ڏهن ٻارنهن ورهين جي ڄمار ۾ درازن ۾ سچل سائين جي زيارت ڪئي هوندي. ان ڳالهہ جو اشارو سندن ان ڪافيءَ مان ملي ٿو، جيڪا پاڻ سچل سائين جي وصال تي چئي هئائون:

عشق جو يارو درازن ۾ عجب اسرار هو،

سرمست سالڪ سچل، عاشق اتي اظهار هو،

وجد وحدت جو سدا خاصو تنهن خمار هو،

مرد سو منصور وانگر، عشق جو اوتار هو.

اها ڪافي پڙهڻ سان گمان پيدا ٿئي ٿو تہ شايد بيدل درازن ۾ عشق جو اهو اسرار ڏٺو هجي ۽ ان دور جي منصور جي زيارت ڪئي هجي. ڇاڪاڻ تہ هن ڪافيءَ جو انداز ڪجھ اهڙو آهي، ڄڻ بيدل سائين مشاهدو ماڻي، پوءِ اهي ڳالهيون ڪيون.

جيڪڏهن هن سچل سائين جي زيارت نہ بہ ڪئي هجي، پر اهو يقين سان چئي سگهجي ٿو تہ هن درازن ۾ سچل سائين جي طالبن فقير محمد صالح (وصال ١٢٧٨ھ) فقير نانڪ يوسف (وصال ١٢٦٩ھ) ۽ ٻين سان ضرور رهاڻيون ڪيون هونديون. فقير محمد صلاح دونهين وارو وصال ١٢٧٥ھ) جيئن تہ ڪين ويجهو هو، تنهن ڪري ان سان تہ گهڻو ڪري سندس روزانو ڪچهري ٿيندي هئي. مطلب تہ درويشن جي دعا سان ڇانئو ۽ صوفي سونهارن جي صحبت ۾ رهيو.

٥٩ ورهيہ هن ناسوتي ملڪ جو سير ڪري ١٦ ذولقعد سنہ ١٢٨٩ھ مطابق ١٥ جنوري ١٨٧٣ع ۾ وڃي پنهنجي مالڪ حقيقي سان مليو. سندس وصال تي ڪيترن ئي شاعرن قطعا چيا. سندن فرزند فقير محمد محسن بيڪس (وصال ١٢٩٨ھ) هڪ فارسي قطعي ۾ ڪين پنهنجو هادي مرشد سڏيندي، سندن صفت ۽ ساراهہ بيان ڪندي، وڏي عقيدت ۽ احترام جو اظهار ڪيو آهي. محسن ان وقت چوڏهن پندرهن ورهين جو ننڍڙو هو.

بيدل جا ڪيترائي مريد ۽ عقيدت مند هئا. سندن فيض واري چشمي مان ڪيترن ئي پنهنجي اُڃ اجهائي. فقير غلام علي مسرور انهن مان هڪ هو. ڪيس بيدل سان بي پناهہ عقيدت هئي. هن پنهنجي مرشد جي شان ۾ ڪجھ ڪافيون چيون آهن. هتي سندس ٻن ڪافين جا ڪجھ شعر پيش ڪجن ٿا.

دائم قائم قرب قرارو، ڪعبو قبلي گاهہ،

هادي بيدل شاهنشاهہ.

روهڙي فرش وڇائي گادي، موڙ پڌي سر وڻو هادي،

چوويہ

ٿي وٺي مُلڪان ملڪ منادي، واحد وجه الله،
شاهنشاه شهباز اهوئي، دولھ شاھ دراز اهوئي،
خفي جلي جو راز اهوئي، فائق فيض درياھ،
ظاهر بندو باطن موليٰ، نوان نوان نت پهري چولا،
پيچي وجود وهم وچولا، آيو عاليجاھ
هادي حق مسرور مليو آ، پول پيو سڀ دل جو پليو آ،
خيال خدائي خوب کليو آ، آندو ٿم وسياھ.
هينئر هڪ ٻي ڪافيءَ جا ڪجھ شعر پيش ڪجن ٿا.
پڌي پانهون تنهنجي در تي ڪيان فرياد اي بيدل
خدا جي واسطي مون کي ڪيو ارشاد اي بيدل
محبت عشق مولا جو، عطا قطرو ڪري سائين
نوازي هن طرح نوڪر، ڪيو دل شاد اي بيدل
پلايو پالُ ڪو پنهنجو، وسايان وحدتي ويڙهو
ڪيو هن ڪوڙ ڪثرت کان ڪڏي آزاد اي بيدل
مٺا مرشد اوهان ڏاران، وسيلو ڪونه ڪوئي آ
زبان تي نانءُ تنهنجو ٿم سدائي ياد اي بيدل
مجازي جي جَهلي جهولي ڪنان امن وامان ڏيئي
سدا مسرور جو ويڙهو رکو آباد اي بيدل.

## سنڌي شاعري:

شاھ لطيف ۽ سچل سرمست کان پوءِ بيدل جي ڪلام کي هند ۽ سنڌ ۾ وڏي مقبوليت حاصل ٿي. ڪافين جا جيڪي ٻه بياض موجود آهن، تن مان هر هڪ ۾ بيدل جو ٿورو گهڻو ڪلام ضرور نظر ايندو. لاڙ جي خبر ناهي باقي اتر ۽ وچولي ۾ جتي جتي راڳ ويراڳ جي محفل ٿيندي ٿي، اتي بيدل جو ڪلام ضرور ڳايو ويجي ٿو.

منهنجي والد صاحب مرحوم تاج محمد مهرياڻي (وفات ١١ مئي ١٩٩٠ع) ٻڌايو هو تہ ڪنڊڪوٽ ۽ ڪشمور تعلقن ۾ جتي بہ راڳ جي محفل ٿينديون هيون، اتي شاھ لطيف، سچل سرمستؒ، بيدل، پٺيڙي فقير ۽ رکيل شاھ جو ڪلام ضرور ڳايو ويندو هو.

---

هي ٻئي ڪافيون پياري دوست بيدل مسرور موڪلي ڏنيون، جنهن لاءِ سنڌس مهرباني.
پنجويھ

بيشڪ بيدل پنهنجي دور جو وڏو شاعر هو. عاشقاڻي ۽ صوفياڻي مضمونن، موسيقيءَ جي اصولن ۽ ٻوليءَ جي خوبصورتيءَ سبب سندن ڪلام کي وڏي مقبوليت حاصل ٿي.

سندن ڪلام جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو ته هو پنهنجي شاعريءَ ذريعي 'پاڻ سڃاڻڻ' جي بار بار هدايت ڪري ٿو. جيڪو پاڻ کي نه سڃاڻيندو، سو پنهنجي رب کي ڪيئن سڃاڻي سگهندو؟ تنهن ڪري سڀ کان پهرين انسان پنهنجو پاڻ سڃاڻي. پنهنجي شرف، شان، مان ۽ مرتبي کان واقف ٿيندو ته پوءِ هُو هن جڳ ۾ اهڙا ڪم ڪندو، جيڪي سندس شان وٽان هوندا. پر جيڪو پاڻ کي نه سڃاڻندو سو ڪڏا ڪم ڪندو رهندو. اهوئي سبب آهي جو بيدل ڪيترن ئي هنڌن تي پاڻ سڃاڻڻ جي تلقين ڪئي آهي. هتي هڪ مثال پيش ڪجي ٿو: فرمائي ٿو:

ظاهر بندو باطن موليٰ، برهه جي بازي پرجهي ڪيرُ
'من عرف' جي مام موچاري، فرمودي ۾ ناهي ڦير،
تان تون پنهنجو پاڻ سڃاڻين، وحدت وارو پيرج پير
پنهنجو سِرُ صحي ڪج بيدل، سوجهي سمجهي سِرِءَ جو سير.

هڪ ٻي ڪافيءَ ۾ فرمائي ٿو:

ڪعبو قدسي توهي ساڻُ، ڪوهه ڪڏين ڪعبي جي ڪاڻ
الانسان سرّي وانا سرّه، رمز پروڙ اها منجهه پاڻ
ملڪ فلڪ سڀ تنهنجا ساجد، سالڪ پنهنجو سِرُ سڃاڻ
ڪُرسي عرش اَمر تنهنجي ۾، وحدت جو تو منجهه وٿاڻ.

بيدل وحدة الوجدي شاعر هو. هن پنهنجي ڪلام ۾ بار بار 'همه اوست' جو ذڪر ڪيو آهي. ۽ ان کي صحيح سمجهڻ لاءِ قرآن مجيد جون آيتون ۽ حديثون سند طور ڏنيون اٿائين. هو ٻڌائي ٿو ته هر جا 'همه اوست' جو هوڪو آهي. اهو ڏيان سان ٻڌڻ گهرجي. فرمائي ٿو:

هوڪو 'همه اوست' جو سڄ ڏيان ڌري،
'الا انه بکلِ شيءٍ محيط' پرين ناهه پري،
ٿو سڀنين ويس ڪري، سيوئي آهه سپرين.

ساڳي ڳالهه وري 'مڙوئي محبوب' چئي سمجهائي ٿو: فرمائي ٿو:

مڙوئي محبوب آ، مشتاقن مقصود،
سدا حق موجود، 'همه' کي هڪ ڄاڻ تون.

ان نڪتي کي سمجهائڻ لاءِ 'هم کي هڪ ڄاڻ تون' وارن بيتن جي ڪندي نظر اچي ٿو، انهن لاءِ هڪ بيت پيش ڪجي ٿو:

هم کي هڪ ڄاڻ تون، هم هڪ آهي،
'لا' سين ڇڏ لاهي، خام خوديءَ جا خطرا.

صوفي سونهارن جن مختلف منزلن جو ذڪر ڪيو آهي، يعني ناسُوت، ملڪُوت، جبرُوت، باهُوت، هاهُوت: بيدل سائين هڪ ئي ڪافي ۾ انهن سينِني منزلن جو ذڪر ڪندي، انهن جي مختصر سمجهاڻي ڏني آهي. فرمائي ٿو:

اُڏر پکيئڙا وانءُ واهيري، نڪر منجهان ناسُوت.
جنهن وساريو قالب خاڪي، آهي ماهِرُ ۾ ملڪوت.
پاڻُ سڃاڻ تہ آهين عارف، جاءِ تنهن جي جبروت.
گهٽا ڏينهن وٺاڻ هو تنهنجو، لامڪان لاهُوت.
آدم حوا کون هئين تون اڳهين، بيشڪ ۾ باهُوت.
بيدل ڪر پرواز جو سعيو، هَلُ موتي هاهُوت.

ڪڏهن وري سچل واري رنگ ۾ ساڳيائي خيال هن ريت بيان ڪري ٿو:

آءٌ آهيان اسرار، عالم ليکي آدمي،
عرشئون اچي اتهين، عشق ڪيس اظهار،
ڀانڀ ڀولي ناهہ ڪا، نور آهيان نروار،
بيدل بندو ناهہ تون، آڻ اهو اعتبار.

بيدل سائين پنهنجي ڪلام ۾ پنهنجي اصل وطن ۽ 'قالُو بليٰ' واري قول جي بار بار ياد ڏياري ٿو. فرمائي ٿو:

ديس ڇڏي پرديس تون آئين، وطن تون ڪيم وسار
توکئون عهد وٺائون ڪهڙا، پنهنجا تون وعده پار
سرتيون روز سنيارن توکي، پلپل ڪرن پُڪار
'ارجعي' جي ڪين ڪڏهن پئي، ڪن تنهنجي ڪُوڪار؟
بيدل اڏري وڃُ اوڏاهين، گوندر ڪين ـ گذار

اها ساڳي ڳالهہ وري هن انداز ۾ پيش ڪري ٿو:

رات مون ڏي، مارن جو، نئون نياپو آيو،
ڏکيو ڏوراپو آيو.

جسمانيءَ جي ڪوٽ ۾ رکيئي رهڻ جو راہ،
ڏکيو ڏوراپو آيو.
وڙ سارڻ ڏي سگهڙ بيدل، اٿي، سنبر، ڪر سعيو.

ٻي ڪافي ۾ فرمائي ٿو:

نئون نپاپو آيو، مون ڏي مارئڙن جو
ڪوٽ عمر جو ڪيهي صببئون
تنهنجي ساهه سيبايو.

بيدل سائين زندگيءَ جو مقصد سڃاڻڻ، منزل مقصود ماڻڻ ۽ حياتيءَ جي هڪ هڪ گهڙيءَ جو قدر ڪرڻ جي تلقين ڪئي آهي. هو ٻڌائي ٿو ته "هيءَ حياتي هڪ خزانو آهي، ان جو هڪ هڪ پل قيمتي موتين مثال آهي. تون وڏو شاهوڪار آهين. اهي موتي ائين اجايو وڃائي نه ڇڏ."

اها حياتي اٿئي خزانو، دمُ دمُ تنهنجو دُريگانو،
باوَرُ ڪر تون ٿي مردانو، وحدت جو ڪر يار واپار.

اي انسان تون وحدت جو وڻجارو ٿي، اهوئي واپار ڪندو رهه، ته تنهن جو هن جڳ ۾ جيئڻ سجايو ٿئي:

بيدل ٿيوين، جانڪي جيوين، وحدت جو وڻجارو.

◉

بيدل ڇڏ نه هٿئون تون هرگز، وحدت جو واپار،
سالڪ اٿي هيءَ خيال سجايو.

هو هڪ حسن پرست ۽ عاشق مزاج انسان هو. هن قاضي پير محمد، ڪرمچند ۽ غلام محمد سان نينهن جو ناتو نڀائي، مجاز واريءَ واٽ تي هلي حقيقت وارو مقام ماڻيو. حضرت عشق سندس رهنمائي ڪئي، تنهن ڪري عشق جي عنايت تي الله تعاليٰ جا شڪرانا ميجي ٿو. عشق جي ئي چوڻ تي ئي فقہ وارا ڪتاب ڇڏي، رندي رمز پروڙي، منصوري مئي پي مستي حاصل ڪيائين: جيئن سچل سائين فرمايو آهي ته:

مست رهي مئخاني اندر منگ وٺي سي مستي.

بيدل فرمائي ٿو:

جيڪي پيئندا مئي منصوري، محب ٿيندا مستانا.
ڪن مطالع محويت ڪي، فقہ ڇڏيون فرزانا.

رندي رمز پروڙن جيڪي، مرد پحن ميخانا.
عشق عطا ڪيائون توکي، بيدل ڪر شڪرانا.

سچل سائين فرمايو آهي:

عشق لڳني ته ڪر آمين، تا منجه ڪفر نا منجه دين.

بيدل عشق جي تعريف ڪندي فرمائي ٿو ته عشق امام، محمد ۽ مهدي آهي ۽ دوئي دجال آهي. جيڪي دل ۾ دوئي رکن ٿا سي حقيقت ۾ دجال آهن. فرمائي ٿو:

عشق امام محمد مهدي، دوئي اٿئي دجال.

جيڪڏهن دل ۾ دجال جو ديرو هوندو ته اتي عشق ڪونه ايندو. تنهن ڪري جيستائين دوئي واري دجال جو خاتمو نه ڪبو، تيستائين عشق عطا ٿي نه سگهندو.

بيدل سائين موسيقيءَ جو ماهر هو. سندس سنڌي سرائڪي ڪلام موسيقيءَ جي اصولن موجب چيل آهي. سندن ڪي ڪافيون اتفاق سان عروضي بحرن سان ٺهڪي اچن ٿيون. پر اسان انهن ڪافين کي غزل ڪونه سڏينداسون. جيئن اسان جي ڪن اديبن سچل سرمست جون ان قسم جون ٻه چار ڪافيون ڏسي پنهنجي ان ڄاڻائيءَ سبب انهن کي غزل ڄاڻايو آهي ۽ سچل سرمست کي سنڌي غزل جي شاعرن ۾ شمار ڪيو آهي.

صوفي شاعرن جي ڪافين جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو ته سندن ڪلام ۾ ڪجھ ڪافيون اهڙيون نظر اچن ٿيون، جيڪي عروضي بحر وزن ۾ چيل معلوم ٿين ٿيون. پر انهن کي غزل سڏي نٿو سگهجي. بيدل سائين جي ڪلام ۾ پڻ اهڙيون ڪجھ ڪافيون نظر اچن ٿيون، جيڪي عروضي بحر وزن ۾ پوريون آهن. پر انهن کي فقط ان ڳالھ جي ڪري غزل سڏڻ صحيح نه ٿيندو ۽ نه ئي ان آڌار تي اسان بيدل سائين کي سنڌي غزل جو شاعر سڏينداسون. هتي ان قسم جي ڪافين جا ڪجھ مثال ڏجن ٿا:

معنيٰ وجودي ڪر سعي، آهين سدا موجود تون،
ڪنهن جي عبادت ٿو ڪرين، ساڳيو آهين معبود تون.
ڪري سينگار صورت جو، اچي سڀ ۾ سمايا سي،
صفت ۾ پانهنجي راني، سوين نالا سڏيا سي.
لاشڪ آه عاشقن کي، دل جو ڪتاب ڪافي،
جنهن ۾ اصول اصلي، لاريب لا خلافي.

# سرائڪي شاعري

بيدل سائين جي سرائڪي شاعري سنڌي شاعريءَ وانگر نهايت خوبصورت ۽ پياري آهي. ان ۾ پڻ تصوف جا نُڪتا سمجهايا ويا آهن. هير جي مضمون کي نمايان حيثيت حاصل آهي. بيدل سائين نه فقط سرائڪي زبان ۾ هير چئي آهي، پر فارسي ۾ پڻ هن اهو ڏگهو قصو مختصر طور منظوم ڪيو آهي:

هڪ سرائڪي ڪافي ۾ قافيي جي تڪرار سان نهايت ئي خوبصورتي پيدا ڪئي اٿائين. فرمائي ٿو:

مين ته بيراڳڻ ٿيان، ٿيان، ٿيان، ٿيان،
خويش قبيلا ڇوڙ ڪراهڻ، پيش رانجهو دي پيان پيان پيان،
بيوس لڳڙا عشق اسان ڏا، نال سيلاني سيان سيان سيان.

هڪ ٻيو مثال ملاحظ فرمايو:

نت نهاريان مين راهان، راهان راهان راهان، وي
پار درياهان رانجهڻ سُڏا، عشق ساڏي ديان آهان آهان،
درد ماهي دي دلڙي نيتي، وسر ڳيان سڀ واهان واهان.

هُو پنهنجي هڪ سرائڪي ڪافي ۾ طالب کي هوڏ هستي مٽائڻ ۽ وجود وڃائڻ جي هدايت ڪري ٿو. جيڪڏهن ڪنهن کي اهو مقام حاصل ٿي وڃي ته ان جو مانُ ۽ مرتبو بلند ٿي وڃي ٿو. حضرت شاه عبداللطيف ڀٽائي فرمايو آهي:

نابُودي نيئي، عبد کي اعليٰ ڪيو.

پوءِ اهڙي انسان کي پڙهڻ پڙهائڻ جي ڪا ضرورت نه ٿي رهي. چاڪاڻ ته طالب دنياوي علم جي ذريعي اهو مقام حاصل ڪري نه ٿو سگهي. جيڪو اکرن ۾ اڙجي ويو، سو عشق جون اوکيون چاڙهيون چڙهي نه سگهندو. فرمائي ٿو:

سِکُ رمز وجود وڃاوڻ دي، نهين حاجت پڙهڻ پڙهاوڻ دي
اکران دي وچ جوڻي اڙيا، عشق دي چاڙهي مول نه چڙهيا
اثباتي دا علم جو پڙهيا، موج انهيءَ سِر ساوڻ دي
نال دليل نه ليسي دلبر، عقل نه اوڏهن ٿيسي رهبر
سمجهي مار ڪو صوفي بي سر، شاهي طبل وڄاوڻ دي

مٿين ڪافي نه فقط سنڌ سونهاري ۾، پر ملتان تائين مشهور آهي.

بيدل سائين جو والد سڳورو ميان محمد محسن هڪ صوفي درويش هو ۽ جان الله شاه

رضوي جو خليفو هو. سندن وڏي ميٽا ۽ عزت هئي. سندن فرزند بيدل فقير وڏو عالم ۽ بزرگ هو. پر جڏهن عشق سندس دل ۾ گهر ڪيو تہ پوءِ ڪيس پيري بزرگيءَ جي پرواهہ نہ رهي: شاهہ لطيف فرمايو آهي:

عقل، مت، شرم، ٽيئي نينهن نهوڙيا.

بيدل بي اختيار چئي ڏنو تہ:

بدنامي دي پگ تي ٺهندا، ڦٽ لعنت دا ڦل پيلا
برهہ بزرگي ساري نيتي، تنهن ڪون آکيم جُل پيلا
شڪرانا جو لنا اسان تُون، شيخي داهُل چلا پيلا. ٭

صوفي جي صفت بيان ڪندي پڌائي ٿو تہ شيعو، سُني ٿيڻ تہ سؤلو آهي، پر صوفي ٿيڻ سؤلو ناهي. ڇاڪاڻ تہ صُوفي لاڪُوفي هوندو آهي ۽ هُو پنهنجو سر قربان ڪرڻ ۾ دير نہ ٿو ڪري: فرمائي ٿو:

شيعا سني ٿيوڻ سوڪا، صوفي ڪون سڏاويگا.

## شاهہ شهيد سان عقيدت ۽ محبت

فقير قادر بخش بيدل انسانيت جو شاعر هو ۽ تاريخ جو ڄاڻو هو. شاهہ شهيد سان کين وڏي عقيدت ۽ محبت هئي. اهو سلسلو ڪرسي نامن ۽ قصيدي ۾ بيان ڪيو آيائون.

فقير قادر بخش بيدل پهريون سنڌي عالم آهي، جنهن شاهہ شهيد جي طريقت وارو سلسلو قلمبند ڪيو. هن هيٺ اهي بہ ٽي "ڪرسي ناما" ڏنا وڃن ٿا تہ جيئن پڙهندڙن کي بيدل سائين جي شاهہ شهيد سان محبت ۽ تاريخي ڄاڻ جو اندازو ٿي سگهي.

يا رب بحرمتِ شه مردان مرتضیٰ — يا رب بحرمتِ شه کونین مصطفیٰ
يا رب بحقِ زین عبا صاحبِ علا — یا رب بحرمتِ شه شهداء کربلا
با حقِ جعفر و شه کاظم علی رضا — با حرمتِ محمد باقر امام دین
با حق شیخ سری سقطی شه هدا — با حق شیخ کرخی معروف پاک دل
با حق شیخ شبلی بوبکر مقتدا — با حرمتِ جنید که بغداد جای اوست

---

٭ هڪ پيري ڪافين بابت ڳالهہ پوله ڪندي منهنجي والد صاحب مرحوم تاج محمد پڌايو هو تہ اها ڪافي سنہ ١٩٣٠ع ڌاري جهر جهنگ مشهور هئي.
مامي علي مراد جي اوطاق تي (ڳوٺ چيمن تعلقو ڪنڊ ڪوٽ) آڌو فقير ڏاڏي سوز سان ڳائيندو هو.

با حق شیخ عبدالواحد شه یمن — کو چون سهیل تافته بر چرخ کبریا
با حق رهبر دین عبدالله اکملی — کش بود بتکیه گاه بطرطوس منجلا
با حق علی محمد یوسف که قریشی است — با حق ابی سعید که پیر است رهنما
با حرمت علو مرتب جنابِ غوث — با حق قطب عبدالرزاق مهتدا
با حق شاه سیدابی نصر محی الدین — با حرمتِ محمد سید بصد غنا
با حرمت آنکه سید موسیٰ است نام او — با حرمت امیر حسن شاه مجتبیٰ
با حق سید احمد جلی وشافعی — با حق بهاؤ الدین شه ارض و سما
با حق شیخ شاهی ملتان مسکنش — با حق شاه عبدالملک اعظمِ اولیا
با حق عنایت الله صوفی شهید حق — با حق شاه جان محمد شهِ اصفیا
با حق شیخ پاک غلام رسول نام — با حرمت غلام محمد شهِ صفا
با حق شاه عبدالوهاب قادری — ما راز جمله حلقه بگوشان شان نما

## طریق ثانی

احمد علی و حسن وشه زین عابدین — باقر و امام جعفر و کاظم و علی رضا
معروف کرخ وسری سقطی و جنید شیخ — بوبکر شبلی و عبدالواحد شهِ صفا
عبدالله و محمد یوسف و ابو سعید — غوثِ کریم و عبدالرزاق مهتدا
بونصر وهم محمد موسیٰ وشه حسن — احمد بهاؤالدین شه ارض و سما
زان بعد شیخ شاهی عبدالملک بود — زان پس عنایت الله هادی سوی خدا
جان محمد ست و غلامِ رسول پس — مقتولِ حق غلام محمد بصد علا

زان بعد کرد عبدالوهاب قادری
ارشاد طالبان بسوی مقصد بقا

با حرمتِ وحید شهید فرنگِ عشق — و حضرتِ عنایت الله سلطان اصفیا
با حق فضل شیخ ابراهیم با کمال — کو خورد باده و جد زمیخانۂ صفا
با حرمتِ آن شه که سلام الله اسم اوست — با حق عزت الله هادی و مهتدا
با حرمت محمد زاهد کمالِ فیض — با حق رتبۂ شه فضل الله پیشوا
با حرمت محمد صدیق و اصلی — با حق با یزید گل باغِ کبریا

---

۱ـ بیاض فقیر محمد محسن بیکس، مملوکہ سید عبدالحسین شاه موسوي.
۲ـ طریق ثاني ۾ شاه شهید جي طریقت جي سلسلي بیان ڪرڻ کان پوءِ شاه شهید جي اولاد جو ذڪر ڪیو ویو آهي.

بقیه

هڪ قصيدي ۾ شاهه شهيد جي صفت ۽ ساراهه بيان ڪرڻ کان پوءِ سندن سير سفر جو مختصر احوال ڏنو ويو آهي. وٽن عقيدت مندن جو ميڙو ڏسي مُلن جو حسد ڪرڻ ۽ سندن ولايت جو واسُ پري پري تائين پکڙجي وڃڻ، تنهن ڪري بي شمار عقيدتمندن جو وٽن حاضر ٿيڻ، انهن سڀني ڳالهين سبب دشمن سندن خلاف سازش سٽي، فرخ سير کي ڀڙڪايو. شاهه شهيد پنهنجن خليفن کي فرمايو ته: "هي محبوب حقيقي جو ناز آهي."

هن هيٺ انهيءَ قصيدي جو سنڌي ترجمو اختصار سان ڏنو وڃي ٿو.

هُو (شاهه عنايت)اهڙو شاهنشاهه آهي، جنهن جو عرش تي آستانو آهي. هُو عشق جو هماءُ (ڀاڳ ۽ بخت) آهي ۽ سندس رهائش ملائڪن واري هنڌ آهي. هُو مسجمم نور آهي. جڏهن کان هن ناسوتي ملڪ ۾ آيو ته لامڪان جي ڳولا شروع ڪيائين. ملتان وڃي اتي سال کن رهيو ۽ اتان جي بزرگن سان روح رچنديون رهاڻيون ڪيائين. پوءِ سندن ارشاد موجب دکن ويو ۽ بعد ۾ برهان پور ويو. اتي شاهه عبدالملڪ سان ملاقات ڪيائين اتان کين ڳجها راز معلوم ٿيا ۽ ولايت جي وڏي درجي تي پهتا. موڪلائڻ مهل مرشد کين هڪ ترار ڏني ۽ چيائينس ته، "هيءَ آزمائش مهل توکي ڪم ايندي ۽ وڏي درجي تي پهچائيندي. ايڏو وڏو درجو جنهن تي عارف ريس ڪندا. مصيبت صبر سان سهي وڃجانءِ."

شاهه، دکن کان دهلي آيو، جتي ڪيترائي سيد سندن مريد ٿيا ۽ کانئن فيض حاصل ڪيائون. پوءِ خراسان ويو ۽ اتان کان پنهنجي وطن وريو. هزارين سندن مريد ٿيا. اهو ڏسي مُلن کي مٺيان لڳي ۽ سندن دشمن ٿي پيا. ماڻهن جي وٽن گهڻي اچ وڃ ڏسي کين جادوگر سڏيو. جيئن پيغمبرن کي مخالف اهو لقب ڏيندا هئا. ان وقت سنڌ جو حاڪم عباسي (ڪلهوڙو) هو. جنهن کي گهڻي ڪاوڙ آئي ۽ هن دهلي دانهن ڏني ۽ فرخ سير کي سندن خلاف ڀڙڪايو. هن دهلي جي حاڪم کي ٻڌايو ته شاهه عنايت فقيرن جي فوج گڏ ڪري رهيو آهي ۽ هڪ ڏينهن ملڪ تي قبضو ڪري وٺندو. پوءِ فرخ سير ڦادين جي چڳي مڙس ڪلهوڙن کي هڪ وڏو لشڪر ڏنو ته جيئن هُو شاهه ۽ سندن مريدن جو خاتمو ڪري ڇڏي.

نيٺ شاهه عنايت ۽ سندن مريدن خادمن تي حملو ڪيو ويو. هڪ شمر جهڙي شخص شاهه عنايت تي ٻه ٽي وار ڪيا، پر انهن جو ڪو خاص اثر نه ٿيو. پوءِ شاهه عنايت قاتل کي پنهنجي ترار ڏني چيو ته، "اچي هيءَ ترار وٺ." انهي ترار سان کين شهيد ڪيو ويو. سندن سر مبارڪ لٽي آندو ويو. بعد ۾ دهلي نيو ويو. جڏهن جاهل فرخ سير شاهه جو سر ڏٺو ته ڏاڍو خوش ٿيو. ان کان پوءِ سر مبارڪ نيزي تي رکيو ويو. اهو منظر ڇڻ

'اسريٰ بعبده' جو هُوبهو تفسير هو. ان کان پوءِ سندن سر مبارڪ عزت ۽ ڪرامت سان سنڌ پهتو. جڏهن سندن سر ميران پور پهتو ته پنهنجي ڏڙ سان ملي هڪ ٿي ويو. فقيرن ۾ ماتم مچي ويو. ڪين ميران پور جنت واري جوءِ ۾ دفن ڪيو ويو.

## شاه لطيف سان عقيدت:

بيدل جي حضرت شاه عبداللطيف ڀٽائي سان عقيدت هئي. هن شاه سائين جي ڪلام جو گهرو مطالعو ڪيو هو. ان جو ثبوت سندن ڪتاب 'پنج گنج' مان ملي ٿو. ان کان علاوه سندن بيتن ۽ ڪافين ۾ ڪن هنڌن تي شاه جي شاعريءَ جو اثر نمايان نظر اچي ٿو. شاه سائين فرمايو آهي:

مري جيءُ ته ماڻئين، جانب جو جمال،
تنهن هوند حلال، جي پند اهائي پارئين.

بيدل سائين ساڳيو خيال هن ريت بيان ڪيو آهي:

مرڻئون اڳي جي مرين ته باقي رهي ذات،
هميش حيات، مرد نه مرن ڪڏهين.

هُو 'لطيفي لات' جو عاشق آهي. ان جي تعريف ڪندي فرمائي ٿو:

سڻايائون سنگ کي لطيفي ڪي لات،
سڻي سي پاسي ٿيا، پاڻ ڪنان پربات،
مرڪيو مقالات، پورا ڪن پورب ڏي.

ڪٿي ڪٿي شاه لطيف وانگر ڪي لفظ عام اچار موجب استعمال ڪري ٿو. جيئن شاه سائين 'بغير' لفظ جي جاءِ تي عام اچار 'بِگر' آندو آهي:

ڪونهي ڪميڻيءَ جو 'بِگر' تو ٻلو.

تهڙيءَ ريت بيدل ڪن هنڌن تي عام اچار موجب لفظ استعمال ڪيا آهن. مثال لاءِ هڪ بيت پيش ڪجي ٿو:

مڙوئي محبوب آ، ٻڙ جو نانهن تفات،
ڪلّ شيءِ هُو الله، صاحب پاتون پات،
اچي ٿيو اثبات، جاڏي ڪاڏي سپرين.

ان کان علاوه پنهنجن ٻين ڪتابن "تقويت القلوب في تذکرة المحبوب" ۽ "سند الموحدين" ۾ ڪنهن ڳالهه کي مستند بڻائڻ لاءِ قرآن مجيد جون آيتون، حديثون، مولانا روم، ۽ جامي، حافظ، سعدي ۽ ٻين سنڌي ۽ فارسي زبان جي صوفي شاعرن جي شعرن سان

جوڙيو

ڏڍو ڳڏ حضرت شاه عبداللطيف ڀٽائي جا بيت پڻ ڏنا اٿائين. ان مان شاه لطيف جي
ڪلام جي اهميت ۽ بيدل سائين جي شاه صاحب سان عقيدت جو اظهار نمايان نظر اچي ٿو.

## سچل سرمست سان عقيدت

فقير قادر بخش بيدل جي حضرت سچل سرمست سان ملاقات ٿي يا نه ٿي، اهي
ڳالهيون قياس جي آڌار تي چئي سگهجن ٿيون. باقي هيءَ هڪ حقيقت آهي ته بيدل
سائين کي سچل سرمست سان عقيدت هئي. ان ڳالھ جو چٽو ثبوت بيدل سائين جي اها
ڪافي آهي، جيڪا هن سچل سرمست جي وصال تي چئي هئي جنهن جو آخري شعر
آهي:

قربدارن جي ڪٽڪ ۾ مرد منصبدار هو،
در تنهين داتا جي بيدل پرت جو پينار هو.

ان کان علاوه سچل سائين جي وفات تي جيڪو تاريخي قطعو چيائين، ان مان پڻ
سندس عقيدت جو اظهار ٿئي ٿو. بيدل سچل سائين جي ڪلام کان گهڻو متاثر آهي.
اهائي رندي ۽ بيباڪي سندن ڪلام ۾ نظر اچي ٿي. ان کان علاوه ڪن ڪافين ۾ ساڳيو
سچل وارو مضمون آندو اٿائين. جنهن جا مثال موسوي مرحوم پنهنجي مقدمي جي ص-
٥٩ ۽ ص٦٠ تي ڏنا آهن. ڪين سچل ۽ سندن ديس درازا سان دلي لڳاءُ هو. ڪنهن نه
ڪنهن طرح ڪين ياد ڪندو رهيو. هڪ ڪافيءَ ۾ فرمائي ٿو:

ڪڏهن منجھ قصور ٿي ظاهر، سوزئون سيس ڪٽايان
ڪڏهن وچ درازن ويهي، دردئون دود دکايان

سچل سائين جي هڪ ڪافيءَ جو ٽلھ آهي:

حق انا الحق ٿي چيو، پر منجھ نظر منصور هو،
منجھ شريعت شرڪ چون، منجھ معرفت منظور هو.

بيدل سائين کي اهو شعر اهڙو ته وڻي ويو جو ان جو فارسي زبان ۾ ترجمو ڪيائين،
فرمائي ٿو:

حق انا الحق گفت ليڪن در نظر منصور بود،
در شريعت شرڪ دانند، معرفت منظور بود.

پنهنجي ڪتاب "سند الموحدين" ۾ سچل سائين جو ڪلام سند طور ڏنو اٿائين. ان
کان علاوه ٻين درازي درويشن پير عبدالحق ۽ قبول محمد کي پڻ ياد ڪيو اٿائين.

# فارسي شاعري

فقير قادر بخش بيدل نہ فقط سنڌي، سرائڪي لردو زبانن جو اعليٰ شاعر آهي، پر هن عربي ۾ پڻ شعر چيو آهي. سنڌي سرائڪي کان سواءِ فارسي زبان ۾ سندن ڪلام وڏي اهميت رکي ٿو. افسوس جو بنده راقم کي سندن سمورو فارسي ڪلام هٿ اچي نہ سگهيو، تنهن ڪري ان جو ڀرپور جائزو پيش ڪرڻ ممڪن نہ آهي. منهنجي آڏو "ديوان مصباح الطريقة" "مثنوي نعر البحر" ۽ "ديوان سلوڪ الطالبين" آهن.

"ديوان مصباح الطريقة" جو نسخو قاضي غلام مهدي ولد قاضي پير محمد جو لکيل آهي ۽ ڪتابت جو سن آهي، ١٣١٠هہ مطابق١٨٩٣ع جيڪو هن منشي سلامت راءِ جي مطالعي لاءِ لکيو. ديوان جو پهريون غزل حمديہ آهي. ان جي مطلع ۾ حق تعاليٰ کي التجا ڪري ٿو تہ سندس روح کي مطلع انوار وحدت بڻائي، ڪثرت جي ظلمتن کان نجات ڏياري. فرمائي ٿو:

الهي مطلع انوار وحدت ساز جانم را

زظلمتهاي ڪثرت رستگاري ده روانم را

ساڳئي غزل جي مقطع ۾ دعا گهري ٿو تہ "اي منهنجا موليٰ هن غمگين بيدل کي عشق عطا ڪر تہ جيئن دنيا جي جهيڙن کان جند آزاد ٿي وڃي."

عطاي وجد وحالت ڪن بہ بيدل خاطر افسرده،

ڪہ تا عشقت ڪند محوِ هويت اين و آنم را.

هڪ نعتيہ غزل جي مطلع ۾ حضور پُر نور حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن سان عقيدت ۽ محبت جو اظهار ڪندي فرمائي ٿو:

اي مراڪحلِ بصارت خاڪِ ايوانِ شما،

از ازل جان ودلم مرهونِ احسانِ شما.

ساڳئي غزل جي هڪ ٻئي شعر ۾ فرمائين ٿا تہ: اي الله جا حبيب جيستائين قضا جي هٿون منهنجو گريبان چاڪ نہ ٿو ٿئي، تيستائين توهان جو دامن هٿان نہ ڇڏيندس.

تاگريبانم نگردد چاڪ ازدستِ قضا،

ڪي ڪشم دست اي حبيب الله زدامانِ شما.

بيدل هڪ سچو صوفي هو ۽ وجداني ڪيفيت لاءِ راڳ ويراڳ لازمي آهي. بغير ساز سرود جي محفل ۾ ڪهڙو مزو ايندو.

بيا مطرب نواي زن بہ حالت آرمستان را،

چتيہ

توهم ساقي، جدا از جام مي مگذار مستان را.
بغير از غلغلِ چنگ وني ودف، قلقلِ مينا،
نه باشد رونقِ بزمِ طرب زينهار مستان را.

سندس هيٺيون شعر سندس عشق الاهي جو مظهر آهي، فرمائي ٿو:

محوِ مطلق راکجا لرزد زملک الموت دل،
کاربا حلاّج نبود پنبهٔ محلوج را.

بيدل هڪ سچو عاشق هو ۽ وحدت واري منخاني مان پُر پيالا پي، رندي رازن کان واقف ٿيو. اهوئي سبب آهي جو دعوي ڪندي فرمائي ٿو:

سرمست بيخوداڻه عاشق منم منم،
سرخوش زجام وحدت مطلق منم منم.
گشتم زجام حالت منصور باده نوش،
واقف رموز خفيه انا الحق منم منم.

منصوري مام جو ذڪر ڪندي فرمائي ٿو ته: آءٌ انا الحق ڪو نه ٿو چوان، پر اهو نعرو ته اُهو محبوب پاڻ هڻي ٿو، شمس تبريز ته "قم باذني" ڪو نه چيو هو، اهو ته مٺي محبوب پاڻ چيو هو. پنهي جهانن جي سردار مدني منٺار فرمايو آهي ته: انا احمد بلا ميم اهي راز ۽ رمزون سڀ ڪو سمجهي نه ٿو سگهي. ان لاءِ جيستائين پنهنجي هستي کي فنا ڪري نيستيءَ ۾ نه اچبو، تيستائين اهي راز سمجهي نه سگهبا. شاه لطيف فرمايو آهي:

نامُرادي نجهرو، عدم اوتارون

هنيٺ بيدل جي غزل جا ڪجهه شعر ملاحظه فرمايو.

من "انا الحق" ني زنم اي يار بلک ظاهر شدازلبِ دلدار.
يار منصور رابهانه بساخت ورنه خود سفتهٔ گوهرِ اسرار.
"قم باذني" کلام شمس نبود شد زمعشوق اين سخن اظهار.
گفت "انا احمدُ بلاميم" خواجه لولاک سيدالابرار.
بنده نيستي ببين خودرا فرش بگذار پا بعرش بدار.

## مثنوي نهرالبحر

هيءَ مثنوي مولانا روم واري مثنوي جي تتبع تي چيل آهي. مثنوي جي شروعات هيٺين شعر سان ٿئي ٿي:

بشنوازني نغمهٔ سرِّ الست،
تا چه مي گويد ازان عهدِ درست.

ستٿيهٔ

اڳتي هلي مثنوي جي تعريف ڪندي لکيو اٿن:

نهر بحراست اين بيانِ معنوي،
بحرِ مواج است اصلش مثنوي.
مثنويءِ معنوي بحرِ رشد،
فکر من زان بحر نهري مي کشد.
مثنوي شد مخزن اسرارها،
مثنوي شد مطلع انوارها.
مثنوي معراجِ روح اولياست،
مثنوي اسرارِ ذاتِ کبرياست.
مثنوي علم اليقين راماية است،
در معارج قدس عالي پاية است.
مثنوي آئينهءِ عين اليقين ست،
مثنوي گنجينهٔ حق اليقين ست.
مصرعِ اومطلعِ ديوان هوست،
دفترِ او کنزِ رمزِ وحده ست.

هيءَ مثنوي مولانا روم جي مثنويءَ جي مختصر شرح آهي. ايران جي شاعرن مثنوي معنوي جون شرحون گهڻو ڪري نثر ۾ لکيون آهن، پر سنڌ جي هن عالم ۽ صوفي شاعر مثنوي جو ايترو گهرو مطالعو ڪيو هو، جو هن ان جو روح، معنيٰ ۽ مفهوم مختصر نموني منظوم ڪيو. هن مثنوي ۾ ڪٿي ڪٿي عربي زبان ۾ شعر ڏنل آهن جن مان سنڌن عربي داني جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو.

هن مثنوي ۾ قرآن پاڪ جي ڪن آيتن جو منظوم تفسير آهي، جيڪو صوفيائي رنگ ۾ نظر ايندو. پنهنجي ڳالهه کي وزندار بڻائڻ لاءِ حديثون، بزرگن جا قول ۽ فارسي شعر ڏنا اٿائين. ڪٿي وري مناجات ۾ دعائون گهري ٿو. نموني خاطر هڪ مناجات جاڪجهه شعر پيش ڪجن ٿا:

قادرا جانِ جهاني جانِ جان،
سرّ خفيه جان بکن برمن عيان.
جان جاني جلوه ده جا نرا بمن،
بردلم مکشوف کن سرِّ لدن.

الشيم

ده مرا آگاهي از اسرارِ روح،
افتح باباً علينا يا فتوح.

هڪ هنڌ سلطان العارفين حضرت بايزيد بسطامي جي هڪ نصيحت بيان ڪندي فرمائين ٿا ته جيئن نانگ پنهنجي کل ڦٽي ڪري، ان کان ڌار ٿي وڃي ٿو، تيئن سالڪ پنهنجي وجود کان جدا ٿي وڃي ٿو.

بايزيد از سرّاسرارِ عجب کرد آگاهت شنواي بوالعرب،
کزتن خود رامان چنان رفتم بدر که زجلدِ خويش مارِ حيله گر.
پس يقين گشته مراسرد علن که منم ذاتِ خدا بي ماومن.
جهد کن اي طالبِ عين اليقين تابراي از شکوکِ آن واين.
چون شک ازتو رفت اي سالک طريق باش در بحرِ يقين بي شک غريق.

هن مثنوي ۾ ڪيترين ئي دلچسپ ۽ سبق آموز حڪايتون ڏنيون ويون آهن جيڪي وڏي معني رکن ٿيون. هيءَ مثنوي ظاهر ۾ ته مختصر آهي پر حقيقت ۾ اها معنيٰ جو معراڄ آهي. اهو بيدل سائين جو ڪمال آهي جو درياهه ڪوزي ۾ بند ڪيو اٿائين. هتي نموني خاطر سندن هڪ ننڍڙي حڪايت ڏني وڃي ٿي. اها ڳالهه ڪجهه هن ريت آهي ته هڪ پيري حضرت ابراهيم خليل الله جي امڙ سڳوري پنهنجي پٽڙي کي غار مان ڪڍي نمرود جي دربار ۾ وٺي آئي. چيائيس ته: پٽ هي خدا آهي. حضرت ابراهيم ڏٺو ته نمرود نهايت بدصورت هو. پر سندس نوڪر چاڪر تمام سهڻا هئا. پنهنجي ماءُ کي چيائين ته! "اي امڙ هي ڇا آهي"؟ هيءُ پاڻ ته بدڪان بدصورت آهي، پر سندس پانها خوبصورت آهن! هيءُ خدا ٿي نٿو سگهي، جنهن کان سندس پانها وڌيڪ خوبصورت هجن. هن مثنوي ۾ ڪل ۱۱ شعر آهن، انهن مان ڪجهه نموني طور پيش ڪجن ٿا:

چون خليلي را ز غار آن مادرش کرد بيرون شد بکافرِ رهبرش.
سوي نمرودش ببرد آن پيرِ زال گفت کين ربّ است باعزو جلال.
ديد ابراهيم اورا زشت رو پيش او خدّام چون گل حسن بُو.
آن غلامان هريکي چون مهروماه مالک آنها بدترين صورت سياه.
گفت اي مادر عجب تر حکمت است کين خدائي تان که اقبح صورت است.
بندگانِ خويش را نيکو ترين ازتنِ خود آفريد اين که ببين!
اين خدا بنود کزودر صورتي بندهِ اومي برد صد سبقتي.

اوڻيتاليهه

شکلِ معبود است چون دیگِ سیاه
روي بنده روشني ده مهروماه.
زین چنین معبود زوتر در گریز
تانباشي روسیه در رستخیز.

ڪتاب جي پڇاڙيءَ ۾ لکي ٿو:

مانده بود این نظم سابق ناتمام،
گشته ساعي آن رفیقِ ذوالکرام.
نهر میلِ خاطرِ والاي او،
شدتمامي نظم با جهدِ نکو.
نوزده رجب بسالِ خوش تبار،
یک هزارو دو صدو شصت وچهار.
نهر بحرش نام کردم اي فلان،
بحرِ معني مثنوي وین نهر آن.

تمت هذه النسخة المسماة بنهرالبحر تحریر تاریخ دهم ربیع الاول ۱۳۱۱ھ مطابق ۱۸۹۳ع براي تفریح طبع محبت افزائي منشي سلامت راءِ زاده الله شوقہ از ید خام الفقراءَ قاضي غلام مهدي ماستر رهڙڪي اتمام و صورت ارقام پذیرفت.

## ديوان سلوڪ الطالبين

هن ديوان ۾ ۹۰ غزل آهن. هيءُ مڪمل ديوان، صنعت لزوم مالايلزم تي چيل آهي. مثلا رديف الف آهي ته ان رديف واري غزل جي هر شعر جي شروعات الف سان ٿيندي. هن صنعت تي ٻئي ڪنهن شاعر جو مڪمل فارسي ديوان راقم جي نظر مان ڪونه گذريو آهي. فقط سنڌي زبان ۾ هڪ ديوان موجود آهي، جيڪو فقير هدايت علي نجفي تارڪ جو لکيل آهي. تارڪ فقير بيدل جي ديوان "سلوڪ الطالبين" کان متاثر ٿي "جلوس

التارڪين" نالي ديوان تيار ڪيو. ان ديوان مان "ي" رديف وارو هڪ شعر نموني طور
پيش ڪجي ٿو.

يثرب ۽ بطحا گهمڻ ڪان پو رکڻ دل ۾ ريا،
پارسا هيءَ پارسائي تو ڪان ٿي، مون ڪان نه ٿي.

بيدل جي هن ديوان ۾ عشق و محبت سان گڏوگڏ سلوڪ ۽ تصوف جي تعليم پڻ
ڏني وئي آهي. محبوب جي ڳلن ۽ وارن جي تعريف ڪندي فرمائي ٿو:

تلالؤ جلوه ذاتي ست رخسار پر انوارت،
سوادِ ليلة القدر ست گيسوي عطربارت.

هڪ ٻئي شعر ۾ فرمائي ٿو:

آفتاب وسايہ را باهم نہ بيند هيچڪس،
شب بروز آميخت زلف و عارض جانانِ ما.

هڪ غزل ۾ بهار جي آمد جو ذڪر ڪندي تمام خوبصورت نظارو چٽيو اٿس.
حسن جي ڳالهه آهي تہ حسين نظارن جو بہ ذڪر آهي، تہ ان سان گڏوگڏ تصوف جي تعليم
بہ آهي. انهيءَ "ن" رديف واري غزل مان ڪجهه شعر پيش ڪجن ٿا.

نو بهار آمدهمي خندد چمن،
از رخِ شادي گل و سرو وسمن.
نزهتِ چندان گرفت ازوي جهان،
مي نگنجد يوسف اندر پيرهن.
نڪهتِ عنبر فشان بادِ سحر،
نافها آورد ازمشڪِ ختن.
نقش لعلِ گلرخان شيرين مقال،
ميڪند مستغني ازلعلِ يمن.
نافہ سا زلفِ معنبر معوشان،
عطر ريزي مي ڪند درانجمن.
نالهاي بلبلانِ بذله گو،
مرده را بخشد تحرڪ درڪفن.
نڪتہِ دانش فرامش ڪن هلا،

يادگير اي طالب اسرارِ لدن.

آخر ۾ سندن هڪ غزل جا ڪجهه شعر پيش ڪجن ٿا، جنهن ۾ انسان کي پنهنجو شرف ۽ شان سڃاڻي پنهنجو اصلي ماڳ ماڻڻ جي هدايت ڪري ٿو:

زمين گذار سوئي آسمان بکن پرواز،
ز آسمان بسوي لامکان بکن پرواز.
زعرش اعظم بالاست آشيانه تو،
قفس شکن بسوي آشيان بکن پرواز.
زيان ست در قفس جسم مبتلابودن،
ببالِ شوق زقيدِ زيان بکن پرواز.
زدستِ پيرِ مغان نوش ساغرِ وحدت،
بزور نشه سوي بي نشان بکن پرواز.
زمان زمان مشواين قيد طبع را محبوس،
بسوي عهدِ ازل هر زمان بکن پرواز.
زبون مباش درين داروگير جسماني،
بسوي مجمع روحانيان بکن پرواز.
زمردين قفس ست اين فلک هلا طالب،
تو بي سر و پاسوي جِنان بکن پرواز.

بيدل سائين هڪ سچو عاشق ۽ صوفي درويش هو. ڪين تصوف جي وڏي ڄاڻ هئي. سندن شاعريءَ جو مک مضمون تصوف ئي آهي. ايتريقدر جو جيڪي خطبا ڇپيا اٿن، تن ۾ پڻ تصوف جا ڪي راز ۽ رمزون سمجهايون اٿن. مثلا سندن هڪ خطبي جو عنوان ئي آهي: "خطبه الجمعة في الوحدت"

ٻيو هڪ خطبو مثنوي متعلق لکيو اٿائين. ان جو عنوان آهي. "خطبته الجمعة من المثنوي"

هڪ خطبي ۾ نعتيه شعر آئي ٻنهي جهانن جي سردار جي صفت ۽ ساراه بيان ڪئي اٿائين فرمائين ٿا:

اي طالبان ز وصفِ جمالِ محمدي، حاصل کنيد سر جمالِ محمدي.
رنگي است بوالعجب که به بيرنگ زه نمود، آئينه بي مثال مثالِ محمدي،
برهم زنند نقوش خيالات ماسوي، تقويم حسن نقش خيال محمدي،
از خويش دست شسته رمي غوطه زنيد. درقلزم حقيقت حال محمدي.

باشوق بي حساب تولاي بيشمار، صلوا عليٰ محمدٍ وآلِ محمدي.

بيدل جي فارسي شاعري جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو ته هو سورهين ۽ سترهين صدي عيسوي ۾ هندوستان ۾ موجود ايراني شاعرن غزالي مشهدي (متوفي ١٥٧٢ع) عرفي شيرازي (متوفي ١٥٨٨ع) نظيري نيشاپوري (متوفي ١٦١٤ع) طالب آملي (متوفي١٦٢٧ع) قدسي مشهدي (متوفي ١٦٤٦ع) ۽ ڪليم ڪاشاني (متوفي ١٦٥١ع) وغيره جي ڪلام جي شستگي، شيرين بياني، ۽ سلاست ۽ رواني کان متاثر آهي. ان کان علاوه احمد جام (متوفي ٥٣٦هه) ۽ ٻين نامور صوفي شاعرن حضرت امير خسرو (متوفي ١٣٢٤ع) ۽ مرزا عبدالقادر بيدل عظيم آبادي (متوفي ١٧٢٠ع) جي عارفاڻي ڪلام کان پڻ متاثر نظر اچي ٿو. قديم شاعرنُ ۾ شيخ سعدي (متوفي ١٢٩١ع يا ١٢٩٤ع) حافظ شيرازي (متوفي ١٣٨٩ع) مولانا فخرالدين عراقي متوفي ١٢٨٩ع) ۽ مولانا نورالدين عبدالرحمان جامي (متوفي ١٤٩٢ع) جهڙن بزرگن جي ڪلام مان فيض حاصل ڪيو آهي.

پنهنجي مهربان ۽ نوجوان دوست سيد عبدالحسين شاه موسوي جا ٿورا جنهن بيدل سائين بابت مواد مهيا ڪرڻ ۾ مدد ڪئي.

پياري دوست ميھون خان سوز بلوچ جي مهرباني جنهن گهربل تصويرون ترت موڪلي ڏنيون.

**ڊاڪٽر نوازعلي شوق**

# پيش لفظ

هن ماديت جي زماني ۾ ڪنهن کي به روزگار جي ڳڻتين کان نه آهي فرصت، نه فراغت، ۽ نه وري دنيا جي اندوه کان ڪو آجو ئي نظر اچي ٿو. ويتر سنڌي ۽ انگريزي تمدن جي تصادم، اسان کي نيم سنڌي ۽ نيم انگريزي بنائي "آدها اِهر آدها اُدهر" ڪري، سخن فهميءَ جو صحيح مذاق بگاڙي ڇڏيو آهي. انهيءَ ۾ شڪ نه آهي ته سنڌي ڪتابن جي ڪمي به شامل حال رهي آهي، پر جيڪڏهن اسان ۾ پنهنجي شعر ۽ سخن جي سمجهڻ جو ذوق هجي ها ته شايد اها ڪمي نظر نه اچي ها.

سنڌ سرڪار جنهن همت ۽ فراخدليءَ سان ادبي ڪتابن جي پيدا ڪرڻ ۽ ڇپائڻ جو نيڪ قدم کنيو آهي، تنهن مان اندازو لڳائجي ٿو ته ٿوري وقت اندر ڇڱا معياري ڪتاب شايع ٿي ويندا.

هن وقت تائين جيڪو "بيدل" جو ڇپيل ڪلام منهنجي نظر مان گذريو آهي، سو آهي "وحدت نامه"، مسٽر هرجاڻي، "ديوان بيدل" حصه اول، مسٽر هرجاڻي ۽ "بيدل جو سنڌي ڪلام" مسٽر راجپال. مسٽر هرجاڻيءَ واري نسخي ۾ ڪجهه ڪافيون راڳڻين موجب ڏنيون ويون آهن، ۽ هر هڪ راڳڻيءَ جون سنڌي ۽ سرائڪي ڪافيون گڏ ڏنل آهن. پر، مسٽر راجپال واري نسخي ۾ ڪا رٿا ڪانهي. مون سنڌي ۽ سرائڪي ڪلام علحده علحده ڏنو آهي. ازانسواءِ، ڪافين کي رديف وار ترتيب ڏني ويئي آهي، ته جيئن ڪافي ڳولڻ ۾ سولائي ٿئي. مسٽر راجپال واري نسخي لاءِ جيتوڻيڪ ڇيو ويو ٿو ته منجهس سمورو سنڌي ڪلام آهي، تاهم به قارئين ڪرام کي معلوم ٿيندو ته منجهس ڪيترين ڪافيون ۽ بيت ڪٽل آهن، جي هن نسخي ۾ پيش ڪيا ويا آهن. ازانسواءِ سرائڪي ڪلام، جو به دستياب ٿي سگهيو آهي، سو سمورو ڏنو ويو آهي، ڇو ته ان وقت ٽالپرن جي حڪومت سبب سنڌ ۾ سرائڪي زبان گهڻي قدر رائج

هئي، تنهنڪري "ديوان بيدل" مان سرائڪي ڪلام ڪڍي ڇڏڻ سراسر نا انصافي ٿيندي.

"بيدل" اردو، فارسي ۽ عربيءَ ۾ به طبع آزمائي ڪئي آهي. هرهڪ مان ٿورو ڪلام نموني طور ڏنو ويو آهي.

"بيدل" فقط شاعر نه هو، پر عالم ۽ نثرنويس به هو. جن ڪتابن ۾ سنڌ جي شاعرن جا بيت ڏنا اٿس، تن مان نموني طور ٽڪرا ڏنا ويا آهن. سنڌ ۾ تمام ٿورا شاعر ٿي گذريا آهن، جن کي تاريخن لکڻ ۾ مهارت حاصل هئي. "بيدل" انهن مان هڪ هو: هن شوق ۽ خوش اعتقاديءَ کان امامن، ولين ۽ بزرگن جي وصال جون تاريخون لکيون آهن، جن مان چند نموني طور ڏنيون ويون آهن. اميد ته ارباب علم محظوظ ٿيندا.

"بيدل" جي ڪلام گڏ ڪرڻ خاطر جتي جتي وڃڻو پيو ۽ ان ۾ جيڪي تڪليفون درپيش آيون، تن جو ذڪر اجايو ٿيندو، پر ايتري لکڻ کان سواءِ رهي نٿو سگهان ته جيڪڏهن مربيم سيد عطاحسين شاه صاحب موسوي، وقت بوقت همت افزائي نه ڪندو اچي ها ته شايد هي ڪم پايه تڪميل تي ڪڏهن به پهچي نه سگهي ها.

مان انهن صاحبن جو شڪر گذار آهيان، جن پنهنجا قلمي نسخا، بياض ۽ ٻيا ڪتاب مون کي پڙهڻ ۽ پيٽڻ لاءِ ڏنا.

مان مسٽر محمد حسين، ساڪن لاڙڪاڻو، مسٽر واحد بخش، ساڪن شڪارپور، ۽ مسٽر علي محمد مهر، ساڪن شڪارپور جو به ٿورائتو آهيان، جن پنهنجو قيمتي وقت ڏئي، هنن نسخن جي پيٽڻ ۽ لکڻ ۾ مدد ڪئي آهي.

پڇاڙيءَ جو هي پڌائڻ بلڪل ضروري سمجهان ٿو ته "بيدل" کي سمجهڻ ۽ صحيح نموني ۾ پيش ڪرڻ لاءِ مفڪر جو دماغ، شاعر جي دل ۽ مصور جو قلم گهرجي، جي ٿيئي مون وٽ نه آهن. منهنجو هن ڪم ۾ هٿ وجهڻ پنهنجي وٽ کان ٻاهر وڃڻ هو، پر شعر جي فطرتي ذوق جي ذري مجبور ڪيو- خدا ڪري ته هيءَ محنت ساب پوي!

روهڙي

١- آڪٽوبر ١٩٥٣ع

— عبدالحسين موسوي

# ٻئي ڇاپي جو ديباچو

سن ١٩٥٤ع ۾، ”ديوان بيدل“ جو پهريون ڇاپو خير سان پڌرو ٿيو. ڪتاب شايع ٿيڻ کان پوءِ ادب نواز حضرات ڪجهه خط وڪتابت جي ذريعي، ۽ ڪجهه روبرو حوصله افزا لفظن سان ٻا پسندي ڏيکاري، تنهن جو صحيح نموني شڪريو بجا آڻڻ منهنجي قلم جي وٽ کان ٻاهر آهي.

سن ١٩٥٥ع ۾، فقير ”بيڪس“ جي دستخط، ”ديوان بيدل“، جي نسخي جي خبر پئي، جو خريد ڪري پاڻ وٽ محفوظ رکيو ويو ته ٻئي ڇاپي وقت ساڻس ڀيٽي ڇيٽو ڏبو. اها خبر جناب سيڪريٽري صاحب، سنڌي ادبي بورڊ کي ڪئي ويئي، جنهن پڻ انهيءَ خيال جي تائيد ڪئي ۽ مون کي وقت اچڻ تي ڪتاب ڀيٽڻ لاءِ ڏياري موڪليو. قلمي نسخي سان ڀيٽ ڪندي مختلف پڙهڻين کان سواءِ فقط هڪ ڪافي ڪم نظر آئي، جا درج ڪئي ويئي آهي. پهرين ڇاپي جي ضميمي ۾ ڇپيل ڪافيون مناسب هنڌن تي ڏنيون ويون آهن. ازانسواءِ، ڪتاب جي پڇاڙيءَ ۾ پڙهندڙن جي سولائيءَ لاءِ ڪافين جي ٿلن جي مڪمل فهرست ڏني ويئي آهي، جنهن جي وسيلي گهربل ڪافي، جنهن جو فقط ٿل ايندو هجي، سا ٻنا ڪنهن تڪليف جي لهي سگهبي.

ڪجهه وقت ٿيو ته فقير ”بيدل“ جي دور جي، روهڙي شهر جي هڪ نظاري جي تصوير، پنهنجي هڪ عزيز دوست جي معرفت ملي، جا شڪريي سان قبول ڪئي ويئي. منجهس آبستان ۽ نخلستان ته البت ظاهر آهن، پر تصوير آخر تصوير! منجهس گويائي ڪٿي جو شهر جي رونق ۽ حسين مهجبين ۽ نازنين جي حسن ۽ ناز جو بيان ڪري سگهي، يا فقير صاحب جي جذبات ۽ تصورات جي ترجماني ڪري سگهي! بهرحال، اهل ذوق ۽ ارباب بصيرت لاءِ مناسب هنڌ تي ڏني ويئي آهي.*

**مؤلف**

---

* (اها تصوير اڳي ته پراڻي ٿي وئي آهي جو هينئر ٽين ڇاپي ۾ ڇپجڻ جي لائق نه آهي- ادارو)

## بيدل جي وڏن جو احوال ۽ ولادت

"ذات نہ آهي ذات تي، جو وهي سو لهي".

جهان جو ڪارخانو عبرت خانو آهي، ڪو ھڪ حالت ۾ هميشه نہ آهي. انسان ويچارو ڪڏهن پري، ۾ ڪڏهن پاڪر ۾. ڀلا ڇو نہ ٿئي! جهان جي معنيٰ ئي آهي ٻيا ڏيندڙ. ٻيو ٻيا ڏياري، طرحين طرحين رنگ ۽ قسمين قسمين ڍنگ ڏيکاري! ڪنهن بہ خاندان تي نظر ڊوڙائبي تہ معلوم ٿيندو تہ نہ هو اصل ڪان غريب هو، نہ شاهوڪار. هرڪو خاندان ڪنهن نہ ڪنهن فرد جي همت سان اوج تي اچي ٿو ۽ وري پنهنجي ئي روش جي ڪري پٽ ڀر ٿئي ٿو. غريبي يا شاهوڪاري ڪنهن جو ورثو ڪونهي، جنهن تي ٽالان يا شادان ٿجي. چرخ جو چرخو نار جي لوٽيُن وانگر پيو هروقت هلي؛ ڪڏهن خالي تہ ڪڏهن ڀريل. انهيءَ ڪري پنهنجي ڌن دولت ۽ حسب نسب تي فخر ڪرڻ اجايو آهي.

چوڻ ۾ اچي ٿو تہ حضرت **بيدل** جي زماني ۾ روهڙيءَ ۾ ٽسٽر جو ڪيڙو لهندو هو. فقير صاحب جا وڏا ٽسر جي ڪيڙي آڻڻ جو ۽ پاتولڪو ڌنڌو ڪندا هئا ۽ ڌنڌي ڪري پاتولي سڏبا هئا. ڌنڌو اوچ نيچ ذات تي ٻاٽي ڦيري ڇڏي ٿو، تنهنڪري سندن بنياد جي صحيح خبر پئجي نٿي سگهي تہ ڪير هئا.

فقير صاحب جو والد ميان محمد محسن درويش هو. قادري طريقي ۾ جهوڪ واري بزرگ شاهہ عنايت جي هڪ شاخ ڪان دست بيعت ٿيو هو. شاهہ عنايت ولايت جو صاحب هو، ڪيس هزارين مريد هئا ۽ جا بجا پکڙيل هئا. چاليهہ خليفا هنس، جي پڻ فيض جا صاحب هئا؛ آنهن ۾ بہ چوڏهن تہ پنهنجو مٽ پاڻ هئا. انهيءَ گروهہ جو بہ سرگروهہ مير جان محمد شاهہ رضوي روهڙيءَ جو ساڪن هو. شاهہ صاحب پنهنجي ڪوٽ ۾ رهندو هو، جو اڄ بہ ننڍي ڪوٽ جي نالي سان مشهور آهي.

شاهہ صاحب شاعر هو، سندس ديوان "ديوان مير" ۽ سندس پوٽي جان الله شاهہ جو ديوان "ديوان عاشق" سندس خاندان ۾ محفوظ آهن. آنهن ديوانن مان هڪ ڏڪ غزل نموني طور "بيدل جي ڪلام تي متقدمين جو اثر" واري باب ۾ ڏنو ويو آهي.

مير جان محمد شاهہ ڏاڍو متقي، پرهيزگار ۽ مُتَشَرِعُ ماڻهو هو. قرآن شريف هٿ سان لکي اُن جي مٽائيءَ تي گذر ڪندو هو. سندس مريد هند سنڌ ۾ پکڙيل هئا؛ آنهن مان هڪ مريد غلام رسول وڻجارو، خراسان جو ويٺل هو. غلام رسول پڻ ڪماليت جو صاحب هو. هن هڪ ڏينهن پنهنجي خاص مريد عبدالوهاب شاهہ جيلانيءَ کي وصيت ڪئي تہ منهنجي مرشد مير جان محمد شاهہ جي فرمان مطابق هيءَ امانت

سندس اولاد کي روھڙيءَ ۾ پهچائجانءِ. ميان عبدالوهاب شاھ مرشد جي ارشاد مطابق روھڙيءَ آيو، وقت جي مسندنشين مير فتح علي شاھ جي خدمت ۾ حاضر ٿي سموري حقيقت پيش ڪيائين؛ پر مير صاحب امانت وٺڻ کان انڪار ڪيو ۽ شاھ صاحب واپس وريو. اها خبر مير فتح علي شاھ جي ننڍي ڀاءُ مير جان الله شاھ کي پئي، جنهن اچي محافو کي ڪلهو ڏنو. شاھ صاحب هڪدم نوڪرن کي حڪم ڪيو ته جهليو جو مرشد زادي محافي کي ڪلهو ڏنو آهي. شاھ صاحب لهي پيو ۽ ڇهه مهينا وٽس رهيو. کيس شاھ شاهان سڏيندا هئا.

هر جمعي تي مسجد ۾ وعظ به ڪندو هو. خلق تمام گهڻي ايندي هئي ۽ سندس وعظ کان مستفيض ٿيندي هئي.

هڪ ڏهاڙي فقير محمد محسن ۽ سندس سؤٽ فقير بيگ محمد اچي سندس مريد ٿيا. پٺي گڏجي شهر جي ٻاهران هڪ ٽڪريءَ تي مرشد جو ڏسيل ذڪر پچائيندا(١) هئا؛ ۽ چون ٿا ته اها اها ٽڪري آهي، جتي هينئر ڊپٽي ڪليڪٽر جو بنگلو آهي. فقير محمد محسن تي ايترو اثر ٿيو، جو ٿوريئي عرصي ۾ سندس قلب کلي پيو. فقير بيگ محمد اها حالت ڏسي دل ۾ چوڻ لڳو ته اهڙي جيئڻ کان موت ڀلو آهي ۽ ڏک وچان ٽڪريءَ تان پاڻ کي ڪيرايائين، پر مرشد جي شفقت پريءَ نظر ڪري کيس ڪجهه ڪونه ٿيو ۽ سلامتيءَ سان اچي پيرن پر بيٺو. ان کان پوءِ فيضياب به ٿيو.

## فقير صاحب جي ولادت.

فقير محمد محسن تي سندس مرشد جو پين کان وڌيڪ ٻاجهه جو هٿ هو. هڪ ڀيري حضور ۾ عرض ڪيائين ته قبلا سائين حضور جي باطني عنايت ته ازحد گهڻي آهي، پر ظاهري به ٿئي ته احسان، جو نرينهه اولاد جو سڪايل آهيان. حضور جي زبان مبارڪ مان نڪتو ته انشاءالله توکي هڙ پٽ ڄمندو، جو شريعت، طريقت، معرفت ۽ حقيقت جو صاحب هوندو، پر هڪ پير ضعيف هوندس.

جڏهن شاھ شاهان روھڙيءَ مان روانو ٿيڻ لڳو ته سندس ٻانهن مير جان الله شاھ کي سونپيائين، جنهن به کيس خليفو مقرر ڪيو. اها خلافت اڄا تائين انهيءَ خاندان ۾ هلندي اچي.

شاھ صاحب جي دعا درگاھ الاهيءَ ۾ اگهاڻي ۽ فقير محمد محسن جي گهر ۾ پٽ ڄائو، پر پير معزيل هوس. ولادت وقت پاڻ مير صاحب جي ڪچهريءَ ۾ ويٺو هو، جتي دائيءَ اچي کيس واڌائي ڏني ۽ ٻڌائينس ته ٻالڪ گهٽوئي سڙو آهي،

---

(١) ذڪر ڪمائيندا هئا.

۾ هڪ پير ڪان منڊو آهي. جنهن تي مير صاحب فرمايو ته "آيا منڊو نه چئو، اهو روهڙيءَ شهر جو جهنڊو ٿيندو." بروقت سندس نالو عبدالقادر رکيو ويو، پر پوءِ حضرت پيران پير دستگير جي ادب وچان کيس "قادر بخش" سڏيو ويو. فقير ڪاڻ ڪي پنهنجي تائين پنهنجي نالي سان سڏائيندو آيو، جيئن سندس اکرن جي ڏنل نمونن مان به معلوم ٿيندو. سندس ولادت باسعادت سنه ١٢٣٠ هجري مطابق سنه ١٨١٤ع ۾ ٿي.

## بيدل جي تعليم ۽ سندس اوائلي عمر ۾ شعر.

بيدل جمندي ني جام هو. پار جي تعليم گود ۽ گهواره کان شروع ٿي ٿي. درويش جي گهر ۾ جائو، سوني الله وارن جي دعا سان ۽ پوءِ به آنهن جي ني نظر، ڪيميا اثر مثل رهي؛ تنهنڪري منڍ کان ني رنگ ۾ رتل نظر آيو. سندس ننڍي هوندي جي هلت چلت ني عام پارن بلڪ وڏيءَ عمر وارن ماڻهن کان نرالي ۽ اچرج ۾ وجهندڙ هئي ۽ ائين پيو ڀانئبو هو ته هيءُ هڪ ڪامل درويش ۽ خدا وارو انسان ٿيندو.

قاضي غلام مهدي ولد قاضي پير محمد چوندو هو ته فقير صاحب ننڍي هوندي جڏهن دنيوي مڪتب ۾ تعليم لاءِ ويهاريو ويو، تڏهن "الف" کان مٿي اصل نه پڙهيو ۽ سندس استاد، جو ان زماني جي ماهرن مان هڪ هو، سو بلڪل مايوس ٿي پيو. خير، حقيقت ڪيئن به هجي، پر فقير صاحب جون تصنيفون ان ڳالهه جو دليل آهن ته کيس نه فقط پارسيءَ، عربيءَ، پر قرآن، حديث، فقه ۽ تصوف وغيره تي ڪافيءَ کان زياده عبور حاصل هو. ازان سواءِ قاضي غلام مهدي، جنهن وٽ آءٌ به پڙهيو آهيان، تنهن هڪ ڏينهن دوران گفتگو ۾ فقير صاحب جي حافظي جي تعريف ڪندي فرمايو ته: هڪ دفعي عربي صرف جو ڪتاب هيٺ مٿي ٿي ويو. سو سڄو فقير صاحب وڃي حافظي مان لکيو. ڳالهه ٿا ڪن ته مولوي عبدالرحمان سکر ٺئين وارو، ان وقت جي جيّد عالمن مان هو، تنهن هڪ لڳا تعزيه داريءَ تي اعتراض ورتو، جنهن تي فقير صاحب ان جي جواز ۾ ڪتابي سَنَدون لکي موڪليون. چون ٿا اڄ تائين ته فقير صاحب ڪي ماڻهو تعويذ لاءِ جڏهن تمام تنگ ڪندا هئا، تڏهن قصيده برده (١) مان ٻه سٽون لکي ڏيندو هون. تنهن کان سواءِ فقير جي پنهنجي هٿ اکرين سندس ديوان اڃ به گهٽيرن (مديجي ضلع سکر جي پرسان ڪنيءَ ۾ رهندڙ) وٽ موجود آهي، جنهن جي هڪ ورق جو فوٽو سندس مهر جي فوٽي سان گڏ منڍ ۾ ڏنو ويو آهي.

---

(١) قصيدهٔ اشبرده.

قدرت فقير صاحب کي هڪ اثرپذير، صاف ۽ پاڪ دل ڏني هئي. سالڪن جي صحبت منجهس الاهي عشق جا مچ مچائي ڇڏيا.

آخوند عبدالغفور ساکن سکر پرانو راوي آهي ته هڪ دفعي فقير صاحب مولوي عبدالرحمان وٽ "شرح مُلا" ويٺي پڙهيو. پڙهندي پڙهندي منش اهڙو اوتات اچي چڙهيو، جو اچي رڻ ۾ ڇنڪيو. ڪتاب جا ورق پسي پيا ۽ چوڻ لڳو ته اسان کي عشق کان سواءِ ٻيو ڪجهه نظر نٿو اچي. آخوند صاحب جو چوڻ آهي ته اهو ڪتاب جنسي ڪنهن زماني ۾ هن پاڻ مولوي صاحب جي پوين وٽ ڏٺو هو.

مٿين حقيقتن مان معلوم ٿيندو ته فقير صاحب کي ته فقط حال جو علم حاصل هو، پر قال جو علم به ڪافي، کان گهڻو زياده هو. گرچه ظاهري طور تي ڪٿي بي اعتنائي به ڏيکاري هجيس، بقول شاه صاحب.

جَنِ کي دَورُ دردَ جو، سبق سُورَ پڙهن،
فڪر ڦرهي هٿ ۾ ماٺِ مُطالع ڪن،
پَنو سو پڙهن، جيهِ ۾ پَسَنِ پرين کي.

(٢)

سا ست سارياڻون، الف جيهِ جي اڳ ۾،
لا مَسۡحُودُ فيِ الدّارين، ان پَرِ آتاڻون،
سگهر سولاڻون، ٿيا وسيلا رحمان سين.

## قلندر شهباز جي زيارت.

ڪدومل هرجاڻي پنهنجي ڪتاب "ديوان بيدل" ۾ لکي ٿو ته فقير بيدل ٿي راتيون سانده خواب ۾ هڪ لنگوٽ بند ملنگ ڏٺو، جنهن کيس چيو ته "اسان وٽ اچ".

"تذڪره لطفي" وارو صاحب به رقمطراز آهي ته فقير صاحب وٽ پنجاب جو هڪ درويش اچي رهيو، جڏهن کيس معلوم ٿيو ته قلندر شهباز جي زيارت لاءِ سيوهڻ وڃي رهيو آهي، تڏهن پاڻ کي به اشتياق ٿيس. بهرصورت سفر جون تڪليفون برداشت ڪري قلندر شهباز جي زيارت لاءِ پهتو.

مسٽر جهامنداس ڀاٽيا پنهنجي ڪتاب "سوانحعمري بيدل" ۾ لکيو آهي ته فقير صاحب سيوهڻ شريف ۾ درگاه جي عَلَمَ جي هنان ويهي سورهٔ مُزَمِّل پڙهڻ شروع ڪئي، پڙهندي پڙهندي منش اهڙي ڪيفيت طاري ٿي، جو لڙهيون پائيندو وڃي درگاه ۾ پهتو، جتي ڪجهه وقت انهيءَ ئي حالت ۾ رهيو، جنهن کان پوءِ ڏاڻ مليس ته "جيڪڏهن هت رهندين ته هميشه جلالي حالت ۾ رهندين؛ پر جي جمالي گهرين ته پير صاحب پاڳاري جي ڳوٺ وڃ." ڪن صاحبن جو چوڻ آهي ته

ائين ارشاد ٿيو ته "توهين هيٺ پير جي ڳوٺ وڃو." جتان پوءِ پير ڳوٺ اچڻ ٿيس؛ پر ان ڳالهه تي سڀ متفق آهن ته فقير صاحب کي سيوهڻ شريف ۾ روحاني فيض حاصل ٿيو ۽ شعر چوڻ شروع ڪيائين. سندس پهريون شعر هيٺيون چوڻ ۾ اچي ٿو، جو مسدس جي صورت ۾ آهي ۽ سچوئي قلندر شهباز جي تعريف ۾ آهي:

دلا مترس ز هول روز محشر، بگير لي دامن ابن پيمبر،
شه شاهان عرفان دين پرور، قطب ارشاد عشاقان کا رهبر،
ميرا مرشد مڪمّل هيّ قلندر،
حُسيني حيدر سلطان سرور.

( ٢ )

قلندر چون محمّد رهنما هيّ، قلندر چون علّي مشڪلڪُشا هيّ،
قلندر نُور حَسَنٌ المُجتبيٰ هيّ، قلندر نسل شاهِ ڪربلا هيّ،
ميرا مرشد مڪمل هي قلندر،
حُسيني حيدر سلطان سرور.

( ٣ )

قلندر جلوهٔ نُور جَليل است، قلندر محرم سِرّ خَليل است،
قلندر شافيءِ قلب عليل است، قلندر ياور جان ذليل است،
ميرا مرشد مڪمّل هي قلندر،
حُسيني حيدر سُلطان سرور.

( ٤ )

قلندر آفتاب اوليا هيّ، قلندر مظهر سِرّ صفا هيّ،
قلندر صورت شير خدا هيّ، قلندر محض ذات ڪبريا هيّ.
ميرا مرشد مڪمل هيّ قلندر،
حسيني حيدر سلطان سرور.

( ٥ )

قلندر مخزن اسرار مَولاً است، قلندر مَطلعٌ الاَنوار مولا است،
قلندر مَنبَع آثار مولا است، قلندر مجمع اطوار مولا است.
ميرا مرشد مڪمل هي قلندر،
حسيني حيدر سلطان سرور.

( ٦ )

جمال اوست شڪل شاه مردان، ڪمال اوست شمع راه مردان،
خدا است اوست عزّ وجاه مردان، جناب اوست زيارت گاه مردان.

ميرا مرشد مڪمل هي قلندر،
حسيني حيدر، سلطان سرور.

( ٧ )

قلندر سرور ابدال و اوتاد، قلندر سر گروهي اهل ارشاد،
مُريدانش زهر دو عالم آزاد، مُوَجهِ(١) جاوداني خرم و شاد.

ميرا مرشد مڪمل هي قلندر،
حسيني حيدر، سلطان سرور.

نظم ڪجهه فارسي آهي ۽ ڪجهه اردو. جو اردو آهي، سو به گهڻو فارسي آهي. چون ٿا اچي ٿو ته سيوهڻ شريف ۾ پهچڻ کان پوءِ فقير صاحب تي بيخودي ايتري طاري ٿي ويئي، جو پاڻ ته ڇڏيو، پر پنهنجي مادري زبان به وساري ڇڏيائين:

پاڻُ مَ ڪنهِ پاڻ سين، وَسيلا وڃاءِ،
عشق ساڻُ آڻاءِ، پير پريان جي پار ڏي. (شاهه)

مسٽر گدي مل هرجاڻي به ٻيا غزل پڙهي ڏنا آهن. هڪ اردو ۽ هڪ فارسي، جن لاءِ چيو ٿو وڃي ته اهي سيوهڻ شريف جي زيارت کان پوءِ آيا ٿي چيا اٿس. پنهنجو تخلص "بيدل" رکيائين. بعض اوقات سندس تخلص طالب ۽ قادر به رهيو آهي، پر تمام ٿورو. هڪڙي هنڌ پنهنجو سچو نالو عبدالقادر به آندو اٿس.

عشق ازلي جن کي آهي،
ڪاڻ ڪنن جي تن کي ناهي،
عَبدُالقادر چاڻ .........،
ناهن ڪنهن جي سُرڪ سٽن جي.

## غزل اردو

دلِ وحدت طلب فارغ ز قيدِ جسم و جان هوگا،
ڪہ بيلڪ عاشقان دائم بہ مُلڪِ لامڪان هوگا.
اُڏُر جا ڇوڙ ڪي پڃيرا جسم ڪا گهر پيا چاهين،
ڪہ اوپر عرش اعظم ڪي تمهارا آشيان هوگا.
اٿا اِس فرش خاڪي سي قدم چڙهہ جا فلڪ اوپر،
ڪہ سات آڪاس همت ڪي اگي يڪ نيردبان هوگا.
جسم ڪي پرورسي مت رهہ، اسم ڪي پات ڀُون مت رکہ،
صفت ڪُون ڇوڙ آگي چل ڪہ بيچون بي نشان هوگا.
طلب مطلوب طالب ڪُون هيڪو ڪر جاڻ وحدت مين،

(١) مُوجہ - اُها شئي، جنهن ڏانهن منهن ڪيو وڃي، مُنو، ونڊ ۾.

ڪ بحر ذات بيرنگي محيط و بيڪران هوگا.
جوني اول، سوئي آخر، جوني ظاهر، سوئي باطن،
خودي ڪي ترڪ مين جلدي مخفي سب عيان هوگا.
دُوئيي ڪي وهم سي **بيدل** تيري دل گر هُوئي فارغ،
ظهورا ذات مطلق ڪا جيهان چاهين آهان هوگا.

## غزل فارسي

زاهدا از مسجد يڪيار بہ ميخانہ در آ،
عهد و پيمان شڪن، طالب پيمانہ در آ.
تا شود بر دلت اسرار شهودي بہ ڪشوف،
در شبستانہ توحيد چون پروانہ در آ.
ڪرد ڪم همتي از رتبہ عشقت محروم،
همين درين حلقہ با همت مردانہ در آ.
چند در مدرسہ خواني سبق بي دردي،
سوز از شمع بيا سوز بہ ڪاشانہ در آ.
مفتيءِ عشق بہ مخمور چنان فتويٰ داد،
بادهٔ وجد ڪش و بيخود و مستانہ در آ.
جوشش عشق چو تڪليف بہ اظهار ڪند،
مهر بڪشا زلب و زود در افسانہ در آ.
**بيدل** از ساغر منصوريءِ حال بنوش،
وہ انگهي بيخود در مجلس رندانہ در آ.

شاهہ صاحب فرمايو آهي تہ

حبيبن هيڪار، منجها سهير سڏ ڪيو،
سو سون سپ چار، اورڻ آهوني ٿيو.

اِهاني ساڳي حالت هئي اسان جي فقير صاحب جي. سڄي عمر آئندي ويندي قلندر شهباز جي گفتگو ۾ يا شعر ۾ جا بجا مدح ڪندو ٿي رهيو ۽ پنهنجي عقيدت سندي ظاهر ڪندو رهيو.

### پير ڳوٺ ۾ آمد.

ارشاد موجب فقير صاحب پير ڳوٺ آيو ۽ اچي مسجد ۾ مسافر ٿي رهيو، پر لعل کو لڪڻ جو آهي! جلدئي پير **صبغت الله شاهہ اول**، تجرڏنيءَ کي سندس فضل و ڪمال جي خبر پئي، جنهن ڪيس پنهنجي صاحبزادي پير علي گوهر شاهہ جي تعلم و تربيت جو ڪم سپرد ڪيو. جڏهن ۾ اچي ٿو تہ فقير صاحب، صاحبزادي

کي مولانا روميءَ جي مثنوي پڙهائڻ شروع ڪئي ۽ جيسين آتي هو، تيسين تدريس جو ڪم ڪندو رهيو. ڪجهه وقت کان پوءِ درگاهه شريف تان نياڻو ٿيس ته پريان لوءِ **مخدوم محمد اسماعيل** جي درگاهه تي ويو.

شايد انهيءَ ٿوري وقت جي تعليم ۽ صاحبزادي تي اينرو اثر ڪيو، جو وڏي هوندي اعليٰ درجي جو صوفي شاعر ٿي پيو، سندس تخلص **آصغرؔ** هو.

**پريان لوءِ ۾ آمد.**

فقير صاحب پير ڳوٺ مان موڪلائي، روحاني منزلون طي ڪندو اچي پريان لوءِ ۾ درگاهه تي رهيو، جتي ڪيس حڪم ٿيو ته روزو ۽ نماز نه ڇڏ. بس آتان ٿي روهڙيءَ ۾ مجارڪو دڪان کولي ويٺو.

فقير صاحب جنهن وقت پير ڳوٺ ۾ رهندو هو، تنهن وقت ۾ جيڪي غزل چيائين، تن مان هڪ عربي ۽ هڪ فارسي هيٺ ڏجن ٿا:

## غزل عربي

١. صرفت العمر جهلاً في الخطايا،
حسبتک معجباً خير البرايا.

ترجمه- جهالت جي ڪري ساري عمر خطائن ۾ خرچ ڪيءِ،
تو پاڻ مخلوق ۾ خوديءَ سبب پاڻ سڀ کان چڱو سمجهيو!

٢. فسدت الوقت لم تحصل فلاحاً،
ستلقاک العنية في المنايا.

تو وقت خراب ڪيو ۽ ڪاميابي حاصل نه ڪيءِ،
خواهش ۾ موت توسان اچي سگهو ئي ملاقي ٿيندو.

٣. وما جاهدت فيما تکره النفس،
ستوقع في الخديعة في البلايا.

تو اهڙي ڪوشش نه ورتي جو نفس کي تڪليف ٿئي،
جلد ئي تون ٺڳيءَ ۽ مصيبتن ۾ ڦاسندين (ڪرندين).

٤. علو الشرف في ترک الرياسة،
فلا شرف لمن رکب المطايا.

وڏائي ۽ مالهپائي جي ڇڏڻ ۾ عزت جي بلندي آهي،
عزت انهيءَ ماڻهوءَ لاءِ نه آهي جيڪو سوارين تي چڙهيو.

٥. فلاتنس البداية و النهاية،
اذا ستکبرت عجبا يا الهوايا.

تون اگياڙيءَ ۽ پڇاڙيءَ کي نه وسار،
جڏهن تون خوديءَ جي خواهش ڪري وڃائي ڪرين.

٥٦. وَڪُنْ فِي الْحُبِّ مَااسْتَطَعْتَ غَرِيقًا،
وَحِيدٌ فِي الْخَلَائِقِ وَالزَّوَايَا.
جيترو ٿي سگهينئي اوترو محبت ۾ ٻڏل رهه،
مخلوق ۾ ۽ ڪنڊن پاسن ۾ اڪيلو رهج.

٥٧. هُوَ الْقَادِرُ عَلَى تَخْرِيقِ حُجُبٍ،
اِبْرِ الرُّوحِ اَنْوَاعَ الْعَطَايَا.
اهو حجابن ڦاڙڻ ۾ قادر آهي،
چڱي روح کي طرحين طرحين عطائون ڏيندڙ.

## فارسي غزل

١. عشقش نه منصبي است ڪه هر خس بدو رسد،
بلڪ از هزار خاص يڪي ڪس بدو رسد.

٢. سِرِّ رموزِ مِنْ لَدُنْ و علمِ واردات،
دور است زِ اين ڪه فڪر مُدرس بدو رسد.

٣. اين خرمنِ وجود نه سوزد به قيل و قال،
برقي مگر ز عشق مقدس بدو رسد.

٤. مخمور و اوفتاده دل از ياد چشمِ مست،
فرخ دمي ڪه ساقيءِ مجلس بدو رسد.

٥. تنها بمانده عاشق دلداده مدتي،
سبب آي خدا ڪه آن مه مونس بدو رسد.

٦. آن گنج بي نشان ڪه ڪنايه ز وصل اوست،
لطفي ڪه دست ڪوشش مفلس بدو رسد.

٧. مقصود دور، راه دراز و مجال تنگ،
يا رب ڪرم، ڪه بيدلِ بيڪس بدو رسد.

---

## حسن پرستي

نڪورو تاب مستوري ندارد،
اگر بندي زِ روزن سر برآرد.

حُسن ۽ حسين چيز جي فطرت ۾ خود نمائيءَ جي خاصيت آهي. حديث شريف(١) ۾ آيل آهي ته خداوند تبارڪ و تعالى سونهن جو ڳجهو خزانو هو ۽ دنيا صرف انهيءَ لاءِ خلقيائين ته سندس سونهن جي ثنا ٿئي، بقول فقير ڏيهل:

(١) كُنْتُ كَنْزاً مَخْفِياً فَاَحْبَبْتُ اَنْ اُعْرَفَ، فَخَلَقْتُ الْخَلْقَ لِكَيْ اُعْرَفَ.

مَخفِي هو مَحبُوبُ بيرَنگي - نينهَن ڪيو نروار،
گويا اُنين ڪٿي چنجي تہ انسان حسن جي تعريف لاءِ خلقيو ويو.

"دَمُ اَللهُ عشق ڪيتي مَيَّن جاني، وي،
دَمُ اَللهُ نينهن دي مَيَّن هان نياني، وي"

تنهنڪري هر ڪنهن پنهنجي پنهنجي دَرڪَ ۽ درجي، علم ۽ اَهليت آهر ڪنهن نہ ڪنهن چيز کي حسين سمجهي پيار ڪرڻ شروع ڪيو. ڪن، انسان جون ٿاهيل شيون خيال ۾ رکيون تہ ڪي وري اِنسان ڏانهن مائل ٿيا، جو اَحسَنُ تقويم جي منور ۽ مبارڪ پوشاڪ پهري آيو آهي، ۽ خَلَقَ آدَمَ عَلیٰ صُورَتِہ، موجب انسان جي محبت کي خدا جي ذات کي پهچڻ جو ذريعو سمجهيو.

"آدَمُ ڪلہ اللہ جيي آهي جَليلي جاءِ،
ڪعبو اِهو آهي، ڪوهہ نہ پُوڄي پُوڄيان".

ڪن تہ ۽ قدم وڌي چيو تہ "الله جميل و يحب الجمال" الله سهڻو آهي ۽ پسند ئو ڪري سونهن کي. جنهن لاءِ روميءَ بہ لکيو آهي،

"او جمال است و يُحِبُّ الجَمال - ڪي جوانِ نَو گزينَد پيرِ زال".

پر انهيءَ ۾ گهڻا ئڙا تہ هوس جي ڦندي ۾ ڦاسي انهيءَ ڏيڻ ۾ ڏيڻ پيا ۽ ڪن مجاز کي حقيقت تائين پهچڻ جي پل سمجهي پنهنجو پلاند پسڻ کان بچايو. ڪن ملڪن جهڙوڪ مصر، شام، فلسطين ۽ عربستان، عورت جي عشق کي خدا کي پهچڻ جو ذريعو سمجهيو تہ ڪن، جهڙوڪ ايران، يونان ۽ وچ ايشيا وري اُن جي برعڪس ڇوڪرن جي عشق تان الاهي عشق تي اچڻ موزون ۽ مناسب سمجهيو.

حسن ڪٿي بہ هجي ۽ ڪهڙيءَ بہ صورت ۾ هجي، پر اِنسان جي دل اُن ڏانهن ضرور مائل ٿيندي. جيئن مقناطيس ۾ لوهہ کي ڪشش ڪرڻ جي قوت آهي، تيئن حسن ۾ شاعر جي دل کي پاڻ ڏي ڇڪڻ جي طاقت ۽ خاصيت آهي. حسن تہ سڀني ماڻهن کي وڻي ٿو، پر اُنهن ۾ اُن جي اثرات جي پرڙائڻ ۽ سمجهائڻ جي اهليت نہ آهي، فقط شاعر جي دل ئي آهي، جنهن کي اِها زبان عطا ٿيل آهي ۽ اها بيان ڪرڻ جي قدرت ئي ڪيس عام ماڻهن کان ممتاز ڪري ٿي. تنهنڪري حسن جي تعريف ۽ تاثرات حسن جو بيان ڪرڻ شاعر جو وڏي ۾ وڏو فرض آهي.

حسن خواهہ عورتن جو هجي يا مردن جو يا ڇوڪرن جو هجي، مڙيوئي هڪ ئي ڳالهہ آهي. ازان سواءِ هن ڳالهہ کان تہ شايد ڪوبہ انڪار نہ ڪندو تہ مردانہ حسن ۾ دلڪشي ۽ جاذبيت آهي. جن ماڻهن جو اخلاق بلند آهي، تن کي حسن جي ڏسڻ سان دلي خوشي ۽ روحاني لذت اچي ٿي ۽ جي پاڪ خيال ۽ صاحب حال آهن، سي مَصنُوعَ ۾ صانِعَ جو حسن ڏسن ٿا.

"پڙهين دُرود نہ ڪيون ديڪ ڪر حسينُون ڪو،
خيال صفت صانع هي پاڪ ديِنُون ڪو".
(مير آنيس)

خود فقير بيدل فرمائي ٿو تہ

"حُسن دا ويکڻ پاڪبازان نون بخشي صدق صفائي،
بيدل جاڻ حسن دا جلوه عين جمال اِلاهي".

وري ٻئي هنڌ چوي ٿو:

"مُک ماهي دا نُورُ تجليٰ،
صورت حُسن حقاني".

اسان جي شاعرن وٽ عشق جو معيار ايترو بلند آهي، جو آن ۾ خود غرضي ۽ نفس پرستيءَ جي بوءِ بہ ڪانهي. سندن دل هميشہ پاڪ بين ۽ پاڪ انديش آهي. اهڙيءَ محبت جو دائرو لازمي طور وسيع ٿيندو، جنهن ۾ جنس، عمر، رنگ روپ جو قيد ڇڏو رهندو. حافظ شيرازي فرمائي ٿو:

جمالِ شخص نہ چشم است و زلف و عارض و خال،
هزار نُڪتہ درين ڪار و بارِ دلداري است.
لطيفہ است نهاني ڪ عشق از و خيزد،
ڪ نام آن نہ لب لعل و خط زنگاري است،

خالص محبت مرد سان ٿي سگهي ٿي، عورت سان ٿي سگهي ٿي، پنهنجي سان ٿي سگهي ٿي؛ پرائي سان ٿي سگهي ٿي، اڇي سان ٿي سگهي ٿي، ڪاري سان ٿي سگهي ٿي، سهڻي سان ٿي سگهي ٿي، ڪوجهي سان ٿي سگهي ٿي، مطلب تہ سڀ ڪنهن سان ٿي سگهي ٿي جٿن تہ

"نہ عارض نہ زلف دوتا ديکتي هين،
خُدا جاني هم تُجهہ مين ڪيا ديکتي هين"

اهڙا پاڪ ۽ خالص محبت رکندڙ دل هئي اسان جي فقير بيدل جي. اهوئي سبب هو، جو فقير بيدل، قاضي پيرمحمد تي، جنهن جو مفصل ذڪر اڳتي ايندو، تڏهن عاشق ٿيو، جڏهن قاضي پيرمحمد جي عمر ٻيهارو ورهيہ هئي، پر قاضي صاحب فقير صاحب کي اهڙو تہ ڪريز ۾ رکيو، جو بيدل جي باز، قاضيءَ اڳيان ڪنڌ جهالي نوان ڪديا ۽ برهہ جي باڙلي ڏسي بيخوديءَ جي دوالي ٿوڙي مٿي آڏائو. پاڻ خود فرمائي ٿو:

"هتِ" تون باڙلي برهہ جي بيدل، لامڪانون ٿي ڪري نازل،
ٿوڙ دوالي يار، بيخوديءَ جو باز آڏاريو".

فقير صاحب، قاضي صاحب جي عشق ۾ سڀ منزلون طي ڪيون، جيڪڏهن سائس هجي ته ”دم هو الله“، جي رسي وڃي ته ”الله هو“ کان سواءِ ٻي واڻي ڪانه پڙهي. سندس محبت جي معيار جي بلندي سندس هيٺين سٽن مان چڱي طرح ظاهر آهي:

”مُکُ ماهيءَ دا ڪعبہ قِبلا – عشق امام حقاني،
زهد عبادت تقويٰ تاوَنُ – اعليٰ عشق رَباني“.

ايران ۽ هندستان جي فارسي ۽ اردو شاعرن گهڻو ڪري معشوق جي حسن جي تعريف سان گڏ سندس ناز، بيوفائي، ظلم، ستم، جور ۽ جفا جي به شڪايت ڪئي آهي، پر بيدل جي ڪلام ۾ شڪوه شڪايت جي بوءِ به ڪانهي. البت عشق جو اظهار ڪيو اٿس، ڇاڪاڻ ته عشق کي نعمت سمجهي ٿو، ۽ عشق جي تلقين ڪري ٿو. شايد سندس اصول هو ته جيڪڏهن ڳالهه ٻاهر نڪتي ته رَڃ ڪجهه جا ڪجا رهجي ويندا. ادبي دنيا ۾ اهڙو مثال ڇڏو لڀندو، جو شاعر جو ڳالهه تي ايڏو ڦبضو هجي، مجاز به ڪمائي ۽ مجاز جو اظهار ڇپائي! درحقيقت فقير صاحب ”المجاز قنطرة الحقيقت“ جي حقيقت ڪمائي ڏيکاري ۽ ٻنهجي قول ”المجاز يوصل بالحقيقة و لايمنع منها“ يعني مجاز ڳنڍي ٿو حقيقت سان ۽ اُن کان ٿو روڪي، تي، صحيح طور عمل ڪري ٻنهجي ٻئي قول ”العاشق لا يوقف حتيٰ يصل اقصي الغايات“ (يعني عاشق جيستائين آخرين منزل کي ٿو رسي، تيستائين ڪٿي به رندبجي ٿو بيهي) کي سچو ثابت ڪري ڏيکاريو.

فقير صاحب روهڙي ۽ روهڙيءَ جي حسينن جي جن لفظن ۾ تعريف ڪئي آهي، سو خود سندس بلند معيار جو دليل آهي. شروع ٿو ڪري:

در وصف وسعت آباد، جنّت معاد، نُزهت بنياد، لُهڙي ڪہ مظهر آثار ڪمال بي زوال است و مَطلع الانوار جمال باڪمال حرسها الله عن الحوادث:

زهي لُهڙي ڪہ چون جنات عدن است،
سراپا مجمع آرام و امن است.
زيارت گاهِ هر روشن ضميري،
دليلِ راهِ هر جانِ منيري،
ز آبستان شمالش تازه و تر،
ز ڪوهستان جنوبش صاف انور،
ز ريڪستان بود شرقش مُصفّا،
ز باغستان شده غربش مُطرا!
دَرو گشته ظهورِ نورِ احمد،

بروز شمه آثار محمد .
بدان سرمایه سر خط این خاک ،
معین شد مطاف اهل افلاک .
به خاک در گنهش هر راز دانی ،
فتاده با ادب بر آستانی .
چو دولت یافت این خاک مکرم ،
که شده قواره نور معظم .
به عظمت او فلک دهشت دوتا شد ،
ملک بر آستانش جان فدا شد .
ورائی آن جناب فیض بخشای ،
بهر جا مرقد مردان یکتای .
فروغ آن شمس و نور آن کواکب ،
نمود این خانه را روشن لتبالنب .
به هنگام تماشا آن مزارات ،
تحرک می رسد با قلب اموات .
بهر اکناف او چندین نظاره ،
هزاران گونه عشرت را اشاره .
درو درگاه عالی را اساسی ،
سزد گر خوانمش یثرب لباسی .
زهر اطواف این دیر خرابات ،
رجال الله رسند از رفع آیات .
همه صاحبدلان با صفا را ،
بود روی ارادت سوی اینجا .
مگر این بلده چون بیت العتیق است ،
که جاه طوف مردان طریق است .
وگر پرسی ز حال ساکنانش ،
سراسر جمع خاطر در امانش .
ز حسن مظهری هر جایش غلغل ،
بهر جا گل بهر جا شور بلبل .
پریرویان به زیور های خوبی ،
مجلا رخ به تصفیة القلوبی .
خرامان چون کبک ناز که خرامی ،

صدای داده با یحیی العظامی .
شکر گفتار گلرخسار خوشخوی ،
صفا کردار کم آزار مه روی .
به نیکوی زنیکویان عالم ،
ربوده گوی سبقت بی تکلم .
رخ غلمان خجل از روی ایشان ،
دگر خود حور مست از بوی ایشان .
کمان ابرو بدست و تیر مژگان ،
زهر ناوک دل خسته هزاران .
دو چشم ایشان مگر چون تیغ و خنجر ،
هزاران عاشقان را کرده بی سر .
بغمزه ناز داده درس تنبیه ،
به هندستانیان از روی تمویه .
به ترکان داده سبق دلربائی ،
به اهل یزد تعلیم وفائی .
هم و حسن خدا داده هم و ناز ،
هم و گفتار شیرین سخن راز .
به عشوه آهو به دام آرند در دم ،
کرشمه آنها برد از وحشیان رم .
دل صاحب نظر در پی دوانند ،
که باغ سینه را سرو روانند .
اگر چون مه سریع السیر باشند ،
چو خود بر گردن هر شیر باشند .
وگر در جلسه آیند از تلطف ،
نشانند آتش ارباب تکیف .
کرا گردد بت شیرین مقابل ،
شود او را سلوک قدس حاصل .
ز آئینه ظهور حسن شان جان ،
رسد در جلوه گاه نور عرفان .

---

## فنا في المعشوق

### فقير صاحب جو ڪرمچند تي نظارو

قدرت پنهنجا ڪرشما ڪري ٿي جالي. ڪٿي ڏسو ته چور ۽ ڌاڙيل، جن جو ڏينهن رات جو ڌنڌو ئي آهي چوريون، زوريون ۽ ڦريون، جن کي انهيءَ ڳالهه کان سواءِ ڪي ڪين سجهي؛ پر انهن حالتن هوندي به جيڪڏهن ڪنهن درويش جي نظر ڪيميا اثر مٿن پئي ته اهڙو منجهن ڦيرو اچي وڃي، جو ڪانجڻ تي وڃي چلا ڪڍن. نه فقط ايترو، پر پاڻ به چڱي منزل کي رسي وڃن، گويا انهيءَ هڪڙي نظر سان آڏي وڃن. حافظ شيرازي فرمائي ٿو:

> "آنانڪ خاڪ را به نظر ڪيميا ڪُنند،
> آيا بُود ڪ گوشهٔ چشمي بما ڪُنند".

ڪٿي وري ڏسو ته زاهد، پرهيزگار، عالم، عابد ۽ متقي، زهد ۽ تقوا ۾ تار، هر وقت ورد وظائف ۾ مشغول، هڪڙي نظر سان اهڙو ته مست ٿي وڃن، جو زهد تقوا کي ترڪ ڪري، تسبيح ۽ مصلي کي هميشه لاءِ خيرباد چئي يار جي تار ۾ پيا ڦرن، ته مٿن ڪا مهر پوي، ۽ وري انهيءَ نظر فيض اثر سان نهاري ۽ اندر جي جوت جاڳائي:

> "عمر ساريءَ جي عبادت ترّهڪي تاراج ڪئي،
> ويو هٿي هندو ڪٿي ڪعبي اندر ڪافر ڏٺم".

چوڻ ۾ اچي ٿو ته فقير صاحب سيوهڻ شريف جي زيارت کان پوءِ پير ڳوٺ ۾ ڪجهه وقت رهي پريان لوءِ جي درگاهه تان نياءُ مطابق اچي دنيوي دڪان کولي ويٺو ۽ روزي نماز لئي ماڻهن کي به تلقين ڪندو رهيو. پنهنجي سر به چون ٿا ته اهڙو متقي ۽ پرهيزگار هو، جو گهر کان مسجد تائين ۽ مسجد کان گهر تائين به جهنڊ ڪري ايندو هو ته متان ڪو منهن پوي ۽ دل کي سٽ اچي؛ پر قدرت جي ڳالهه قدرت ئي ٿي جالي! فقير صاحب کي به هڪ ڏينهن محبت، ظاهري زهد جي جهنڊ لهرائي نينهن ۾ نيسنگ، نروار ۽ جهنڊو ڪري ڇيهاريو.

ڳالهه ٿا ڪن ته هڪڙي ڏينهن فقير صاحب دستور موجب صبح جي نماز ۾ تعقيبات کان پوءِ جيئن مسجد کان جهنڊ هيٺ نڪتو ته قضا جي اهڙي هوا ڪُهيلي، جو منهن تان پلاند مٿي کڄي ويو ۽ سندس نظر وڃي سامهون بيٺل نينگر ڪرمچند تي پئي. الستي آئيني جو اولڙو دنيوي دلبر جي ڊرَڙيءَ مان اکين تي اهڙو ته پيو، جو تجليءَ کان اکيون پوٽجي ويون ۽ انهيءَ اوچتي چمڪات ۾ ساليڪ سالڪيءَ ۾ آيو. اک پوٽ ۾ عجب جو عڪس ڇپجي ويو:

"عينان عينن سان اڙيون،
هاڻ مٿو ڪير سوڙي".

دماغ پنهنجا دليل ۽ دعوائون ڇڏي ڏنيون، هوش خطا ٿي ويو، وات سڪي ويو، چپ خشڪ ٿي ويا. هٿ گويا شل ٿيجي پيا، پيرن ۾ ڪڙيون پئجي ويون، دل پنهنجو ڀاڱ وڃائي بيدل ٿي پئي! هاڻ اهو بيدل پٽ اکيان پٽ پٽجي ساموهون دڪان تي ويهجي ويو.

وقت گذرندو رهيو، ڪرمچند قرب ۽ ڪلپان سان ڪان هڻندو آيهلانيون ڪندو رهيو. فقير صاحب آهي تيرڻ سپ، سيتو سپر ڪري سهندو جهوريءَ ۾ جهڄندو ۽ ڳارائي ۾ ڳرندو رهيو! عبادت، زهد ۽ تقوا ترڪ ڪري هر وقت محبوب جي منهن ڏسڻ جو مشتاق رهيو. انهيءَ زماني ۾ ڪرمچند جو سکر ۾ انگريزن جي ڇانوڻيءَ ۾، جنهن کي ڇٽيري سڏيندا هئا، دڪان هو. فقير صاحب به ڪرمچند جي دڪان ساموهون محبت جو مڪان آڏي ويهي رهيو. باقاعدي صبح جو سکر وڃي شام جو موٽندو هو!

"ويٺي جنين وٽ ڏکندو ڏور ٿئي،
ٿَنُ تنين سين ڪَتَ، اوڏا آڏي هڪڙا". (شاهه)

اِن موهه ۾ فقير صاحب آموت ٿي آوجي ڳاٽ ويٺو رهيو. جيءَ "موت" يا "سهت". انهيءَ منزل ڪنهن واري وقت ۾ فقير صاحب نه فقط پنهن درگاهن تي ويندو هو، پر جيڪڏهن ڪنهن الله واري درويش جي آمد جي خبر پوندو هو ته ان بزرگ جي ڪچهريءَ ۾ ڪوشش ڪري وڃي حاضر ٿيندو هو، ته جيئن آسانيءَ ۽ خير سلامتيءَ سان اِمّا فنا في المعشوق واري ڪٺن منزل جهاڳي مٿي چڙهان.

تن ڏينهين روهڙيءَ جا سيد به بل بلي هئا، ڏاڍو سکيو ويٺل هون، هر ڪو پنهنجي ڪلي ڪوٽ ۽ ڪٽڪ سان خان هوندو هو. محل ماڙيون، باغ بستان، تنبو طولان، گهوڙا ٻهڙا، ٻانهان ٻينهان، ڇا نه هو... سڀڪجهه. مولين جي موڪ جام ۽ جالاري پئي وهندي هئي. لشڪيري واليا به بوچڻ گهڄيءَ ۾ وڃي اچي منجيءَ تي ويهندا هئا. آنهن سيلين وٽ سيدن جي نوڪر جو اکر به درسني هندي هو! ايراني شهزادا پڳا ته روهڙيءَ ۾ اچي آجهو لڌائون. جي مغل شهزادن ١٨٥٧ع واري بلوي ۾ ڀاڄ ڪاڏي ته هتي اچي دم پٽيائون! مطلب ته عالمن ۾ عالم، اميرن ۾ امير ۽ ٻارڪن ۾ ٻارڪو هوندا هئا. اِمّا به حقيقت آهي ته انهن سيدن وٽ ڪڏهن ڪٽاڻيءَ جي شاديءَ تي شهر ۾ سڀ رڃي ورهائي ويئي!

آنهن ڏينهين **صديق** فقير **آهڙ** (ضلعو ٿرپارڪر) وارو، جو صوفي شاهه عنايت جهوڪ واريءَ جو مريد هو، سو اچي ميان **سوال شاهه** جي اوطاق ۾ لٿو.

اهڙي چڱير، مرد منٿيرَ جي ڪچهري ۾ ڪچهري هوندي! پرِيان پرِيان جا فقير ڪهي آيا. پنڌ هوندا هئا اٺانڪا ۽ آوَلا، سو سڀڪو پيو سڪندو هو ته من ڪو مولا جو مرد اچي ته ڪا رهاڻ ٿئي ۽ محفل مچي. **صديق** فقير جي تشريف آوريءَ جو پڌي **بيدل** فقير ٻـ آيو. ڪچهري ماڻهن سان ڀرپور هئي، اڳئين وڃڻ جي جاءِ ڪانه هئي، تنهنڪري **بيدل** فقير جتين جي پرسان چپ چاپ ۾ ويهي رهيو. **صديق** فقير جنهن جو ضمير روشن هو، تنهن ڪيس آجيان ڪئي ۽ چيائينس ته "آچو، هندو فقير". صوفي عبدالستار صاحب سجاده نشين درگاهه جهوڪ واري سان بيدل بنسبت جڏهن گفتگو نڪتي، تڏهن آن صاحب ٻـ مٿين واقعي جي تصديق ڪئي، ۽ چيائين: **صديق** فقير فرمايو ته "اچو، ساڌ".

تجل شريف جي بزرگن وٽ جيڪا صوفين جي تاريخ لکيل آهي، تنهن ۾ صديق فقير آهر واري جي احوال ڏيندي مصنف هيٺينءَ طرح لکيو آهي:

"هڪ وقت فقير صاحب جي آخر عمر جي نزديڪي پيرسنيءَ ۾ روهڙيءَ ۾ سيد غلام علي شاهه جاگيردار وٽ اچي لٿا (صديق فقير جن)، جو آهو حضرت شاهه شهيد جي خاندان جو مريد هو. آتي ڪيترا سادات اشراف روهڙيءَ جا ڪچهريءَ ۾ دوزانو ٿي ويٺا هئا ته مرحوم فقير **قادر بخش** صاحب **بيدل** روهڙيءَ وارو ٻـ سندن قدمبوسيءَ لاءِ آيو. آن زماني ۾ فقير **بيدل** جي جوانيءَ ۽ عشق جو آغاز هو. فقير صاحب ادب ڪان سادات جي پٺ ۾ صديق فقير کي **تحيتا** سجدو ڪري ويهڻ لڳو. فقير محمد صديق فرمايس ته "**هندو فقير**، اوري اچي ويهو". آخر ڪيس پنهنجي ڪتولي جي پاڻي سان ويهڻ جو حڪم ڪيائون. گهڻي مدت فقير بيدل سندن خدمت ۾ ويٺل هو. فقير محمد صديق جو شيوو هوندو هو، جو بعضي بعضي مٿي آسمان ڏي منهن ڪري ڳالهائيندو هو؛ پر آهو ڪنهن کي ٻـ سمجهه ۾ نه ايندو هو. آن وقت ٻـ مٿي ڪنڌ ڪري ڳالهايائون. جڏهن **بيدل** فقير ڪانئن رخصت ولي آئيو، ته ميان غلام علي شاهه ٻـ آئيو. پاهر اچي **بيدل** فقير ڪان پڇيائون ته توهان کي هندو ڪري ڇو سڏيائون؟ ۽ مٿي ڪنڌ ڪري ڇا ڳالهايائون؟ پاڻ جواب ڏنائون ته "مون هڪ هندوءَ چوڪر **ڪرمچند** روهڙائيءَ ۾ فنا ڪاڏي آهي، تڏهن هندو ڪري سڏيو آٿن ۽ مٿي ڪنڌ ڪري رب العالمين سان ڳالهيون ٿي ڪيائون".

تاريخ ۾ اهڙا گهڻيئي مثال ملندا، جن مان معلوم ٿيندو ته وقتائتي فقط هڪ فقري ۾ ماڻهوءَ ۾ ايڏو ڦيرو آندو هوندو، جو ڇا مان ڇا ٿي پيو هوندو! طوالت جي خوف ڪان فقط هڪ ٻن مثالن تي اڪتفا ڪجي ٿي:

شيخ محمد اڪرام الله پنهنجي ڪتاب "شبلي نامه" ۾ نومبر ١٩٣٦ع جي اخبار "الاصلاح" جي حوالي سان لکيو آهي ته شبليءَ جا وڏا اصل راجپوت هئا ۽ چڱيءَ مانيءَ

رسيل هئا. هڪ ڏينهن سندس ڏاڏو ڪنهن ڪم سان ٻاهر ويو هو، جنهن ڏهر تي وڃي ٻڪ ۾ ڏاڏي لڪي هيس سو جيئن گهوڙي تان لٿو، تيئن ٻوٽ سوڏو ويو چونڪي ۾ هندن ۾ رواج آهي ته عورتون مردن کان اڳ ساني نه ڪائينديون آهن. اِزان سواءِ ڪن ۾ ته هي به رواج آهي جو چونڪي ۾ جتيءَ سان نه وينداآهن، ڇو ته ائين ڪرڻ سان ڪاڏو پرڀشٽ (پليت) ٿي ويندو. هتي وٽ به اِهوئي دستور هو، سو ڪيس (شبلي نعمانيءَ جي ڏاڏي کي) سندس وڏي ياڄانيءَ ڏسي چيو ته ”ڇِتن ٽُرڪ (مسلمان) آيو آهي، سڄو ڪاڏو پرشٽ ڪري ڇڏيائين!“ راجپوت، پلا هڪ عورت جو طعنو ڪيئن سهي! سو، چيائين ته ”چڱو مان مسلمان ٿو ٿيان!“ پوءِ فوراً وڃي مسلمان ٿيو.

٢- محقق ڳالهه ٿا ڪن ته پير علي گوهر شاهه صاحب راشدي (عليه الرحمة) پنهنجي سجاده نشينيءَ جي زماني ۾ هڪ لڱا ڳوٺ ياسين تعلقي جي **نم ڳوٺ** ۾ اچي منزل انداز ٿيو. پير صاحب پاڻ انتهائي پرهيزگار ۽ متقي هو، جو سواءِ سنهن تي جهنڊ وڄڻ جي ڪاهن ڪين محافي ۾ سواري ڪندو هو. پيرصاحب جي منزل جي خبر وڄ وانگر ڦهڪجي وئي. ڪيرليءَ وانگر ماڻهن جا ڪٽڪ اچي ڪٺا ٿيا. اڄ به انهيءَ خاندان جي اهڙي ئي سچوتي آهي. ڪا مهل ٿي ته پيرصاحب جو حڪم ٿيو ته ڪو سلوڪ وارو فقير وٺي اچو. بس اِرشاد جي دير هئي، گهڙيءَ ۾ گهرام فقير اچي حاضر ٿيو — ڄڻ ته اڳ ئي سڏ جو ڪن ڪيو ويٺو هو. جاسو پاڻي، چيريون پڌي، اچي پڪاري تي هيٺين ڪافي آلاپڻ لڳو:

## ڪافي گهرام جي

ناحق وڃائڻ نينهن ري — ساري عُمر آفراد، ميان

١- ڪوڙيُون ڪتابن جون پڙهي — ٿين مولويُن مقصاد، ميان

ڪاغذ ڪارا ڪيئه ڪيترا — پرهين بنا برباد، ميان

٢- ظاهر گهُمين پيو زمين تي — ڪيئہ سير سفر اختيار، ميان

سوڪيا شڪر ڪري ڪيترا — پيو هُر پنهين پرساد، ميان

٣- سُنهن ڏکي ماڻهن ڪنان — زاهد ٿئين زياد، ميان

حق نه حاصل ٿو ڪيو — ٿين عشق کون آزاد، ميان

٤- گوشي ويهي **گهرام** چئي — ڪر يار کي تون ياد، ميان

تو ۾ نظارو نينهن جو — وٺ عشق کون ارشاد، ميان

ڪافي پوري مس ٿي ته پيرصاحب کي حال (وَجد) پنجي ويو. وطن وري، ڏکيا لاهي، تڪيا ٿوڙيءَ اچي پير ڳوٺ ۾ گوشي نشين ٿي گذارڻ لڳو، گوهر اڳئي هو، هاڻ پاڻ گوهر شاهوار بنجي پيو.

علم‌النفس جي ماهرن جو چوڻ آهي ته جڏهن شاگرد پڙهڻ ۽ حاصل ڪرڻ لاءِ تيار آهي، تڏهن چڱي اُستاد جو هڪ اشارو ڪافي آهي. صوفي خيرمحمد چوي ٿو:

”عشق سارا تقدير، متان ڪوئي تدبير هلاوي“.

اولياءَ الله اڪسير جي اک رکن ٿا. جنهن ڏي نهاريائون، تنهن کي لوهه مان سون ڪري ڇڏيائون. سو، بيدل جو ظرف به مجازي عشق جي آتش اڳئي تيار ڪري ڇڏيو هو، جو صديق فقير جي فقط انهيءَ هڪ فقري ”آچو هلو فقير“ يا ”آچو ساق“ کيس فنا في‌المعشوق مان آڪاري پار پهچايو.

## فقير غلام محمد

روهڙيءَ ۾ ٿي وانگر پيرن ۽ ولين جي درگاهن کان مشهور آهي. چون ٿا ته روهڙيءَ ۾ سوا لک معاتيءَ وارن پيرن جو آهي. ازانسواءِ مُويءِ مبارڪ ۾ آهي. انهيءَ ڪري صوفين فقيرن ۽ درويشن جي هن شهر ۾ تمام گهڻي آمدرفت آهي. حج جي موقعي تي شمع رسالت جا پروانا، وار مبارڪ جي زيارت جي اشتياق جي جذبي ۾ اهڙو ته جوش سان ايندا آهن، جو پنهنجن ساٿين ۽ رفيقن جو ته نهوئي پر پنهنجو به پتو ڪونه پوندو اٿن.

"هتنگن پهه ڪيو، سڙيا مٿي سچ،
هتي لتهس نه ليچيا، سڙيا مٿي سچ،
سندا ڳچين ڳچ، ويچارن وڃائيا".

فقير صاحب، جيئن اڳي ڄاڻايو ويو آهي، ته ڪرمچند کان منهن مٽي وڃي بازار ۾ دڪان تي ويٺو ۽ ڌنڌو باقاعدي هلائيندو آيو، تان جو حج جي موقعي تي مخلوق جي آمد شروع ٿي. بازار جي رونق وڌڻ لڳي. فقير صاحب جيئن پنهنجي دڪان تي ويٺو هو، تيئن اتفاق سان سندس نظر وڃي هڪ لانگهائو نوجوان تي پئي، جنهن کي انهيءَ هڪ ئي گهور اهڙو گهائي وڌو، جو آتي ئي ويهجي ويو. سندس مائٽ، جي به انهيءَ موقعي تي ساڻس گڏ هئا، سي زيارت کان مشرف ٿيا. موٽڻ بعد معلوم ٿين ته چوڪرو ساڻ ڪونهي. سمجهيائون ته پار نه آهي، ڏاڙهيءَ جي ريهه منهن ۾ اٿس، پاڻهي گهر ايندو، سو چپ ڪري وطن وريا. فقير صاحب شام جو دڪان سوري، انهيءَ نوجوان غلام محمد کي جو ذات جو دارو گر هو، پر سندس مائٽ شڪارپور ۾ درزڪو ڌنڌو ڪندا هئا، گهر وٺي آيو ۽ اوطاق تي اچي رهايائينس. بقول مولانا جامي (عليه رحمة):

"نه تنها عشق از ديدار خيزد،
بساکين دولت از گفتار خيزد".

فقير صاحب ۽ غلام محمد جي محبت وڃي ڏينهون ڏينهن وڌندي، تان جو انهيءَ حد کي پهتي، جو هڪڙو ٻئي لاءِ حيران پريشان. هوڏانهن غلام محمد جا مائٽ، سندس لاءِ شڪارپور ۾ ٻه چار روز انتظار ڪري روئي پٽي وڃائي ويهي رهيا مدت بعد معلوم ٿين ته غلام محمد روهڙيءَ ۾ هڪ دڪان تي ويٺو آهي، تنهن تي هو آيا ۽ ماري ڪٽي چوڪري کي وٺي ويا. فقير صاحب کي غلام محمد جي جدائيءَ جو صدمو اهڙيقدر پهتو، جو ڪنهن به ڪم ۾ چت نه لڳس. آخر دنيوي

دڪان بند ڪري آخروي دڪان کولڻ لاءِ شڪارپور کهي ويو، وهي ميان امين شاهه چشتي بزرگ جي مزار مبارڪ تي جاڳو ڪڍيائين. ڇهن راتين ۽ ڇهن ڏينهن جي انتظار ۽ بي آراميءَ بعد، ستينءَ رات ارشاد ٿيس ته غلام محمد کي روهڙي وٺي وڃ. صبح جو اٿي سان ڪويءَ جانان جو رخ رکيائين.

هوڏانهن غلام محمد کي به سندس مائٽن ڪڙين ۾ ڪڙي بند ڪري ڇڏيو هو؛ پر فقير صاحب جان وڃي ته غلام محمد اچي آڪير سان مليس ۽ ساڻس گڏجي روهڙي آيو، ۽ فقير صاحب جوڻي تي رهيو. غريب مائٽن پٽ وڃايل سمجهي پچر ڪٽي ڦٽي ڪئي.

غلام محمد، فقير صاحب کان پاڻولڪو دڪان بند ڪرايو. پاڻ درزڪي ڏنڌي سان جيڪي ڪمائيندو هو، سو آڇي حضور ۾ حاضر ڪندو هو. وقت پيو گذرندو هو، اهڙيءَ طرح، سڄا سارا پنجويهه حال رياضت، فقر ۽ فقير جي صحبت ۾ گذاريائين.

انهيءَ وچ ۾ غلام محمد جو رستو قاضي پيرمحمد سان اهڙو ٿي ويو، جو گويا دو قالب يڪ جان ٿي ويا. هڪڙي ڏينهن غلام محمد، فقير صاحب کي ريجهه ۾ ڏسي عجز سان عرض ڪيو ته "قبلا! ٻه عرض قبول پوڻ: پهريون ته غلام کي پنهنجي پيرانديءَ کان جاءِ ڏيو؛ ٻيو ته جنهن قرب جي نظر سان بندي کي ڏسندا آهيو، تنهن سان قاضي صاحب کي ڏسندا ۽ سندس سڀ ناز سهندا."
فقير صاحب بلڪل خوشيءَ سان عرض اگهايا. غلام محمد لڳ ڀڳ ڏهه ورهين جي چمار ۾ اجل جي آواز کي "لبيڪ" چئي، جانسو ستايو. فقير صاحب سندس وصال جون تاريخون هيئين ريت چيون آهن:

(١) "رفت از جهان غلام‌محمد مرا گذاشت،
من هنون به حسرت و به تاسف اسيرهم.
پرسيد دل چو سال وفاتش ز فيڪر پاڪ،
سالڪ نظر بگفت مصفا ضميرهم."

١٢٦١ هه     ١٢٦١ هه

---

(٢) "چون غلام‌محمد از عالم
به نهانخانه بي‌نشان به نهفت،
غنچه تنگ صفات ڪرد قبا
گل جانش به باغ ذات شگفت،

سال فوتش از و پرسیدم
نوگل روضۂ جنانم گفت".

۱۲۶۱ ھ

(۳) "چو شد غلام محمد رحیل زین عالم،
بماند بر دل محزون داغ درد و بلا.
سوال کردم تاریخ فوتش از هاتف،
ندا رسید بناگہ چراغ بزم بہا".

۱۲۶۱ ھ

(۴) آن مخلص غلام محمد چون زین جہان،
با جان شتافتہ بہ سوی ملک سرمدی.
کردم سوال سال وصالش ز عقل گفت،
جاوید حاضری بہ جناب محمدی.

(۵) چون مونسم غلام محمد وداع کرد،
زین عالمی بماند بہ دل داغ و درد و غم.
پرسیدم از دل غمزده سال رحلتش،
دل دردمند گفت کہ غمگین مانده ام.

۱۲۶۱ھ

(۶) آن مخلص یگانہ کہ خوش بود صحبتش،
رفت از جہان بماند بہ دل داغ حسرتش.
مقبول حق غلام محمد کہ دور زد،
خون شد دلم ز سوز غم و درد فرقتش.
یا رب دوام باد بحق حبیب تو،
فیضان ابر رحمت بر خاک تربتش.
جانش مدام غرق بہ بحر وصال دار،
شادان نما بہ هویت نور وحدتش.
شب چہار شنبہ نوزدهم آخر بن جماد،
رستہ ز قید هستی تاریخ رحلتش.

۱۲۶۱ھ

(۷) رفت از جهان غلام محمد مرا گذاشت،
مرهون به حسرت و بتاسف اسیر غم۔
پرسید دل چو سال وفاتش ز فکر پاک،
سالک نظر به گفت مصفا ضمیر هم۔

۱۲۶۱ھ ۱۲۶۱ھ

ازانسواءِ فقير صاحب غلام محمد جي فوت ٿيڻ تي هيئون الوداعي نظم لکيو آهي:

۱- بزیر خاک جا کردي بتهہ جایت خدا حافظ،
غلام احمدي بادت محمد مصطفیٰ حافظ۔
۲- ره نادیده سر کردي به تنهائي مطاعت را،
ز شر رهزنان بادا علي المرتضیٰ حافظ۔
۳- مذاق روح تو شیرین ز شربت جام عرفان باد،
ز تلخیهاي غم بادات حسن المجتبیٰ حافظ۔
۴- بسوی عالم اوراح زین جا کردهٔ رحلت،
ز هر کرب و بلا اي جان شهید کربلا حافظ۔
۵- به درویشي بسر بردي حیات مستعار خود،
بهر سختیت بادا همت آل عبا حافظ۔
۶- ز پا آفگند مارا محنت دوري و مهجوري،
ترا اي جان شه بغداد تاج الاولیا حافظ۔
۷- نیارد بیدل مسکین بجز فاتح فرستادن،
دعای مخلصان بادت ز هر رنج و عنا حافظ۔

مٿين نظم ۾ به دعائيه فقرا استعمال ڪيل آهن، ۽ فقير صاحب هڪ ٻيو نظم لکيو آهي، جنهن ۾ بارگاهه رسالت ۾ عقيدت جا گل پيش ڪندي، پنهنجي ء غلام محمد جي واسطي جن لفظن ۾ دعا گهري آهي، تن جو مثال ايراني شاعرن جي شعر ۾ به ڇڏو ملي سگهندو. نظم هيٺ ڏجي ٿو:

(۱) اي برترين ز درک دو عالم کمال تو،
ورد زبان ملک ملک قیل و قال تو۔
(۲) گرچه جمال تو زتخیل منزه است،
خالي مباد هیچ دلي از خیال تو۔

(٣) خاک سیه طفیل تو این آبروی یافت،
عرش برین است فرش صفت پائمال تو.

(٤) هر چند ذات پاکُ به عالم ظهور کرد،
مظهر کمال نیست و نباشد مثال تو.

(٥) فرما اجازتي به کرم تا من و رفیق،
بوسیم خاک پاک جناب جلال تو.

(٦) یابیم بار در صفِ خدامِ حضرتت،
فارغ ز خود شویم بدیدن جمال تو.

(٧) **بیدل** بمع غلام محمد که بنده تست،
گو تا در آید اندر بزم وصال تو.

فقير صاحب عربيءَ ۾ بہ هڪ نوحو لکيو آهي:

في مَرْثِيَة آخَوِي آعزي غلام‌محمّد عفي عنه.

١. يا آخِيْ آيْنَ آنْتَ آيْنَ آنَا آنَّ الدَّهْرَ فَرَّقَ بَيْنَنا.

اي منهنجا ڀاءُ تون ڪٿي آهين، آءٌ ڪٿي آهيان، بيشڪ زماني اسان جي وچ ۾ جدائي وڌي آهي.

٢. ما آطَقْنَا فِرَاقَكُمْ لَاكِنْ بِرِضَاهِ الْقَدِيْرِ سَلَّمْنَا.

اسان ڪي تنهنجي جدائيءَ جي طاقت (سهڻ جي) نہ آهي، پر قادر جي رضامندي ڪي اسان قبول ڪيو (راضي رهياسون).

٣. كُنْتَ دَهْرًا آنِيْسَنَا فَالْآنَ لَيْسَ إِلَّا خَيَالُكُمْ مَعَنَا.

هڪ زمانو (ڪو وقت هو جو) تون اسان سان آنس ڪندڙ هئين، (محبت ونديندڙ هئين). هاڻي تون اسان سان فقط تصور ۾ آهين، يعني فقط اسان ڪي سنده رڳو خيال رهيو آهي.

٤. مُنْذُ يَوْمِ الْوَدَاعِ عَيْنَيَّ جَرَتِ الدَّمْعُ حَسْرَتَنَا حُزْنَنَا.

جدائيءَ جي ڏينهن کان وٺي منهنجيءَ اک مان سنده فراق (وڇوڙي) سبب، ارمان ۽ غم جا ڳوڙها جاري آهن.

٥. خِلْتُ آنْ لَا تَكُوْنَ تُفَارِقُنَا إِذْ تَفَارَقْتَ بَغْتَةً آنَا.

سون خيال ڪيو (ڄاتو) تہ تون اسان کان جدا نہ ٿيندين، پر تون اوچتو اسان کان ڌار ٿي وئين!

٦. قَدْ رَمَتَانِ الزَّمَانُ مِنْ بَعْدِكَ بِنِبَالِ الْهُمُومِ مُمْتَحِنًا.

توکان پوء مون کي زماني امتحان وٺندي (آزمائيندي) غمن جا تير اڇلائي هنيا.

٧. لَسْتُ أَنَا قَادِرًا عَلَىٰ فَرَجٍ. ضَاقَ عَيْشِي بِذِكْرِ مَاكُنَّا.

مون کي طاقت نه آهي ان زندگيءَ جي ڪشادي ڪرڻ جي، جيڪا مون تي تنگ ٿي وئي آهي، ان حال (حالت) جي ياد ڪرڻ سان، جنهن ۾ اسين گڏ هئاسون.

غلام محمد، جو هائي مطلوب مان ڦري طالب ٿي پيو هو، تنهن رياضت مان روحانيت وڌائي ۽ وڃي چڱي پد کي پهتو.

غلام محمد جي تربت روهڙيءَ ۾ سندس وصيت موجب فقير بيدل جي پيرانديءَ کان آهي.

# قاضي پيرمحمد

غلام محمد، فقير صاحب جو پنجويهه (۲۵) سال ساندهه نه فقط منظور نظر ٿي رهيو، پر سندس يار، مددگار، مونس، غمخوار ۽ ڏک سک ۾ پائيدار ٿي رهيو هو. اهڙي اعليٰ درجي جي حياتيءَ جي رفيق جي جدائيءَ، فقير صاحب جي دل کي اهڙو شديد صدمو رسايو، جو روهڙيءَ ۾ رهڻ وس ٿي ٻس. لازمي طور غم غلط ڪرڻ لاءِ سير سفر اختيار ڪيائين، ته جيئن ڪن درويشن جي درگاهن تان ۽ سالڪن جي صحبت مان سندس قلب کي قرار اچي. انهيءَ بيچينيءَ جي حالت ۾ مختلف هنڌن تي منزلون ڪندو، چئن سالن کان پوءِ، ۱۲۶۵هه ۾، وري اچي روهڙيءَ ۾ رهڻ شروع ڪيائين، جيئن پاڻ خود فرمائي ٿو:

"فقير عبدالقادر ڪه صوفي و حنفي است،
فگند طرح سڪونت به قصبهٔ لهري.
يڪ هزار دو صد شصت و پنج ڪرد رقم،
سطور چند به ترتيب نغز نظم دري".

فقير صاحب هيئنر پنهنجو توجهه قاضي پيرمحمد ڏانهن ڦيرايو ۽ گويا قاضي صاحب سندس دل جي ورونهن ٿي پيو. اڳي پڌايو ويو آهي ته فقير صاحب قاضي پيرمحمد جي محبت ۾ عشق جون سڀ منزلون طي ڪيون. عشق جي انتها آهي "جهاد بالنفس" جنهن کي "جهاد اڪبر" ڪري سڏيو ويو آهي. فقير صاحب عشق جي حالت ۾ اڳين ڏينهن ۾ هر قسم جي تڪليف ڏني هئي ۽ پنهنجي نفس تي پوريءَ طرح قبضو ڪيو هو؛ سواءِ هڪ جي، جو هو غصو مارڻ. غصو انسان جي وڏي ۾ وڏي ڪمزوري آهي. غصو مارڻ مهمين جو ڪم آهي ۽ انسان جي سخت آزمائش آهي. جيڪي انهيءَ آزمائش ۾ پاس ٿين ٿا، تن کي انسانذات نه بجاءِ خود، خود خداوند تبارڪ و تعاليٰ به پسند ٿو ڪري.

"وَالْكَاظِمِيْنَ الْغَيْظَ وَالْعَافِيْنَ عَنِ النَّاسِ وَاللّٰهُ يُحِبُّ الْمُحْسِنِيْنَ"

قاضي **پير محمد** ولد قاضي گل محمد جو سلسلو خالد بن وليد سان لڳي ٿو. سندس وڏو ڏاڏو قاضي مخدوم مفتي جيئند، شيخ صالح شاميءَ سان گڏ دهليءَ مان روهڙيءَ ۾ آيو ۽ اتي ئي رهيو. سندس تربت ريلوي لائين جي پرسان لڪر تي آهي.

قاضي پيرمحمد ۾ معشوقن جون سڀ خوبيون ۽ خاصيتون هيون: جهڙوڪ ناز ۽ ادا، شوخي، سنگدلي، بيپرواهي، جور ۽ جفا. جيئن ته قاضي پيرمحمد،

فقير صاحب کي نسمين تڪليفون ڏيئي ڏاڍو تنگ ڪندو هو، نه فقط ايترو، پر ڇڙ جي وقت ناشائستا لفظ به استعمال ڪندو هو. ڪچهريءَ ۾ جيڪي به ماڻهو يا معتقد موجود هوندا هئا، تن کي قاضي صاحب جي انهيءَ اڻ نگيءَ روش تي ڏاڍي مٺيان لڳندي هئي، پر فقير صاحب بلڪل صبر سان سهندو هو. پاڻ حاضرين کي به نرمائيءَ ۽ ڏيرج سان چوندو هو تہ جنهن کي اِها ٻاهه نه وٺي، سو اٿي وڃي.

"پتنگ چائين پاڻ کي تہ اچي آڳ اُجهاءِ،
پَچِي گهڻا پچائيا تون پَچِي کي پچاءِ،
واقف ٿيءُ وساهه، آڳ نہ ڏجي عام کي". (شاهه)

جڏهن ڪو ماڻهو ٻئي ماڻهوءَ کي اجايو بدشد ڳالهائيندو آهي يا خواه مخواه تنگ ڪندو آهي، تڏهن اڳلي کي ڪاوڙ ايندي آهي. جيڪڏهن ڪيس ترڪي بہ ترڪي جواب ڏيڻ جي همت نه هوندي اٿس تہ پرپٺ پنهنجي دل جي بار گهٽائڻ، ٻخار ڪڍڻ ۽ بيچينيءَ کي دور ڪرڻ لاءِ شڪوو شڪايت ڪندو آهي. شاعر، جي اهلِ دل سمجهيا وڃن ٿا، سي بہ اِنهيءَ ڪان آجا نہ آهن. سڀني عشقيہ شاعرن جو ٻهر معشوق جي شڪوي شڪايت سان ڀريو پيو آهي. حافظ شيرازي اگرچہ معشوق جي بدشد ڳالهائڻ تي خوشيءَ جو اظهار ڪري ٿو؛ تڏهن بہ انهيءَ کي تمام سنُ لفظن ۾ شڪايت کان سواءِ پيو ڪجهہ سڏي ٿو سگهجي.

"بدم گفتي و خورسندم عفاک الله نکو گفتي،
جواب تلخ مي زيبد لب لعل شکر خا را"

سيد آميد علي شاهه هڪ هنڌ فرمايو آهي:

"جڏي نيہ ٿو سون ڏي ڪٿين، جهلي هٿ ڪناري ٿو هٽين،
جيئن ٿو وڌين، تيئن ٿو وٺين، آهي عجب سون کي ايهو".

معشوق ڪناريءَ سان وڌڻ شروع ڪري ٿو ۽ جيئن جيئن زياده ڇيهہ ڏيندو ٿو وڃي، تيئن تيئن عاشق جي دل ۾ هن لاءِ محبت زياده ٿيندي ٿي وڃي.

هوبهو اِها ڪيفيت هئي اسان جي فقير صاحب جي، جو جيئن قاضي صاحب کيس تڪليف ڏيندو هو، تيئن کيس زياده وڻندو هو ۽ سندس عشق ويندو هو ڏينون ڏينهن وڌ ٿيندو. ۽ چوندو هو:

"بيدل توتئون صدقي سهڻا اهڙا تنگ سڄاتہ".

پاڻ سوز گداز جي خزانو سڄي ساهه سان ساندڻ گهري ٿو:

"سهڻي ڏتوا خوب خزانا،
سوز گداز دا مين نون".

تان جو سنڌس محبت انهيءَ منزل کي پهتي جو پنهنجو گهر ڇڏي اچي قاضي صاحب جي گهر جي سامهون جاءِ وٺي ويٺو، ۽ زندگيءَ جو آخرين عرصو اتي ئي رهيو، ۽ اتي ئي وصال ڪيائين.

جون ته قاضي پير محمد هميشه رعب سان ايندو هو ۽ فقير صاحب کان جيڪو ڪم وٺڻو هوندو هوس، سو حاڪمانه ۽ جابرانه انداز ۾ وٺندو هو. هڪ دفعي جي ڳالهه آهي ته قاضي صاحب کي اٽ آنا کپندا هئا. فقير صاحب کي نيائو موڪليائين ته آداڻي ڪريو، پر هٿ هو الله جو نالو. ديرٿين تي قاضي صاحب پاڻ آيو ۽ اُتا سيتا لفظ استعمال ڪرڻ لڳو؛ ڪٿ جي واڏڻ ڪڍي چيائين ته "اها منڍي ٽنگ ڪڍ ته توکي ڀڃان". فقير صاحب، سليمان فقير کي چيو ته "آيا، هيءَ چادر سُڪُو موديءَ وٽ گِروي رکي اٺ آنا وٺي آءُ". بقول حافظ شيرازي:

"گر مريد راهِ عشقي، فکر بدنامي مکن،
شيخ صنعان خرقه رهن خانهٔ خمار داشت".

سليمان فقير سڪوءَ وٽ ڊوڙندو ويو ۽ وڃي کيس چادر ڏنائين. سو ته هڪ لاڙ جو واڻيو آيو ۽ سڪوءَ کان پڇيائين ته "فقير پهڙل صاحب ڪٿي هوندو؟ جو آءٌ سندس خدمت ۾ اٺ آنا پاس جا عرض رکان." تنهن تي سڪوءَ ورائيس ته "هيءَ فقير صاحب جو خاص ماڻهو آهي، کيس ئي ڏيئي ڇڏ." جڏهن اٺ آنا آيا، تڏهن قاضي صاحب، فقير صاحب کي چيو ته "اِن آنن لاءِ لاڙ جي واڻيءَ جو روپ ورتءِ"!

گرچه قاضي پير محمد به رڃي چڪو هو، پر پنهنجو معشوقانه انداز ڇهاڙيءَ تائين نه ڇڏيائين ۽ اهڙا واقعا، بلڪ آنهيءَ کان به عجيب غريب پيا روزانو ٿيندا هئا.

قاضي **پير محمد** جو درجو فقير صاحب وٽ اهڙو هو، جهڙو **حسام الدين** چلپيءَ جو مولانا روميءَ وٽ. جيئن حسام الدين چلپيءَ مولانا روميءَ جي واتان مثنويءَ جا بيت پڌندو، ويندو هو لکندو، تيئن قاضي صاحب به فقير صاحب جو گهڻو ڪلام لکيو. سندس اکرن جو فوٽو مٿڏ ۾ ڏنو ويو آهي.

قاضي **پير محمد** پهريائين مجارڪو دڪان هلائيندو هو، پر پوءِ فقير صاحب جي چوڻ تي دڪان بند ڪري ڇڏيائين. قاضي صاحب ٻه شاديون ڪيون: هڪ ڏاڏي پوٽي، جنهن سان فقط هڪ پٽ قاضي محمد يوسف ڄائس؛ ۽ ٻي آدرپوٽي، جنهن سان ٽي پٽ ٿيس: غلام حيدر، غلام مهدي ۽ غلام حسين.

فقير صاحب جي قاضي پيرمحمد سان وڏي سال محبت الفت هئي، جنهن مٿي ذڪر ڪيو ويو آهي. سن ١٢٨٥ھ ۾ قاضي صاحب داعي اجل کي لبيڪ چئي هي جهان ڇڏيو. فقير صاحب ڏاڍو پريشان گذارڻ لڳو: هڪ طرف سندس فرزند نالي فريد فوت ٿي ويو، ٻئي طرف محبوب جي جدائي، تنهن ته هيڪاري جهوري رکيس، جيئن جنجال ٿي پيس! قاضي صاحب جي وفات تي فقير صاحب هيءَ ڪافي چئي:

ياڪي ٿئين وڃي يار ... نڪي پيش خيال اسان جو.

١- توهوڻ ڌاران سپرين ... دل کي ناهه قرار
جيڏو جنجال اسان جو.

٢- مل ته ماندائي لهي ... نرمل ٿئي نروار
مٿا ميچ سوال اسان جو.

٣- ”بيدل“ ويچارو ڇڏي ... وٺيو پورب پار
هي ڏس حال اسان جو.

انهيءَ صدمي کان پوءِ دنيا تان دل کڻي ڇڏيائين. هميشه معشوق جي ميلاپ جي خيال ۾ رهيو ۽ اصلوڪي ديس ڏي وڃڻ جو مشتاق ٿيو ۽ هيءَ ڪافي چيائين:

## ڪافي

ديس ڇڏي پرديس آئين ... وطن ڪيم وسار.

١. سرتيون روز سنيارڻ توکي ... بلبل ڪرڻ پڪار.

٢. آرجعي جي ڪين ڪڍهن ... ٻيئي ڪن ڪوڪار.

٣. ويڙهيچا وحدت جا واصل ... توکي ڪرڻ تنوار.

٤. ڪثرت وارو قيد پيئي تون ... پر انهيءَ جي پار.

٥. بيدل آڏري وڃ اوڏانهين ... گوندر ڪين گذار.

قاضي صاحب جي تربت سندس وڏن جي مقام ۾ آهي. فقير صاحب سندس وصال جون جيڪي تاريخون چيون آهن، سي هيٺ ڏجن ٿيون:

تاريخ وصال

آخئي و عضدي بمنزلة الرّوحُ مين جسدي،
مقبول بارگاهٔ صمدي مغفور مرحوم قاضي پيرمحمد
غفر الله له

سالڪ طريق پيرمحمد ڪ در زمان،
گو برده در سلوڪ طريقت ز سالڪان.
با خاص و عام داشت ره خدمت و نياز،

می دید نور جلوه همت اوست را عیان ،
بعد از بلوغ سیر الی الله سر نمود ،
سال چهل جدا از تن آمد به ملک جان ،
سیم (۳) شوال در شب یک شنبه نیم شب ،
دست از نشان به شست در آن بحر بی نشان ،
وقت عروج طائر روحش فرشته گفت ،
پرواز کرده نیم شب سوئی آشیان ،

سال ۱۲۸۵ ھ ۔

دیگر: تاریخ وفات درویش محبت کیش، محو ذات احد، مغفور مرحوم قاضي پیرمحمد الحقه الله با الصالحین و ادخله في زمرة العاشقین و نورالله مرقده بنورالیقین .

چون که قاضي پیرمحمد با هدیٰ ، کرد اندر عشق حق جان را فدا ،
دل ز سال وصل او داده خبر ، گفت بُد پروانه شمع خدا ۔

سال ۱۲۸۵ ھ ۔

دیگر: تاریخ وصال محبوب القلوب اوصله الله الی ماتیمناه :

پیرمحمد مظهر فیض اِلٰه ، چون سوئی عالم بقا پیموده راه ۔
هاتف از سال وصالش باز گفت ، در جهان جان گرفت آرام گاه ۔

سال ۱۲۸۵ هجري ۔

# بيدل جي گرهستي زندگي

معرفت کي پھچڻ لاءِ بنيادي ڏاڪي، شريعت تان مٿي چڙهڻو پوي ٿو. شايد الهيءَ خيال سان شاهہ صاحب فرمايو آهي تہ ”ساري سک سبق، شريعت سنڌ و سهڻي“. شريعت جي جملي حکمن مان هڪ حکم شادي لاءِ بہ آهي. رهبانيت جي منع ٿيل آهي. چون ٿا تہ فقير صاحب بہ شاديون کيون: پھرين پنهنجن مان ۽ ٻي ڌارين مان. پھرينءَ مان فقط هڪ نياڻي ٿي ۽ ٻيءَ مان ٽي پٽ ڄاوا. محترم مسٽر پاتيا جهامنداس، پنهنجي قلمي کتاب ”سوانحعمري فقير بيدل“ ۾ لکيو آهي تہ فقير صاحب کي ٽي پٽ ٿيا: هڪڙو فريد بخش، ٻيو محمد محسن ۽ ٽيون امام بخش. فريد بخش ڄمڻ وقت ڪرامت ڏيکاري، تنهنکري کيس رخصت ملي. امام بخش ڇهن پنجن سالن جي عمر ۾ گذاري ويو ۽ فقير محمد محسن، فقير صاحب جي وصال کان ۹ سال پوءِ جامو مٽايو. مسٽر گدي مل هرجاڻيءَ پنهنجي کتاب ”ديوان بيدل“ جي مقدمي ۾ جيڪو شجرو پيش کيو آهي، تنهن ۾ چار فرزند ڄاڻايا اٿس. اڳتي هلي هڪڙي هنڌ هيئنءَ ربت لکي ٿو: ”فقير صاحبن ٻہ گهر نڪاح ۾ آندا هئا. پھرئين گهر مان هڪ نياڻي هين، ٻيو گهر پرديسي آدمين مان نڪاح ۾ آندائون، جنهن مان فرزند ٿيا“.

فقير صاحب کي تاريخن لکڻ جو نہ فقط از حد شوق هو، پر ان ۾ مشاق هو. ثاني پيرمحمد جي چئني پٽن جي ڄمڻ جون تاريخون لکيون اٿس. تنهنکري پنهنجي پٽن جون بہ لکيون هوندائين. پر تولد جون تاريخون فقط ٻن پٽن جون مليون آهن، جي هيٺ ڏجن ٿيون:

## تاريخ تولد محمد محسن ”يکس“

بيست و ششم جماد ثاني زاد محسن و مولدش مبارک باد
پنج هفتاد يک هزار و دو صد بد ز هجري رسول شاه رشاد
حق تعالى بحق حسنينش از حوادث مصون داراد

۲۶ جماد الثاني سن ۱۲۷۵ هہ

## تاريخ تولد محمد فريد

شب آدينہ بيست و سيم از جماد اول فريد زاد
هفت، هفتاد يک هزار و دو صد بود کين ابتهاج دست بداد
يا رب از فتنہ دار مامونش به نبي و آل الامجاد

جمعہ رات ۲۳ جماد الاول، سن ۱۲۷۷ هہ

مسٽر ٻولچند پنهنجي ڪتاب "بيدل جو سنڌي ڪلام" جي ديباچي ۾ لکيو آهي ته بيدل ۾ کهر پرٿيو ۽ ڪيس هڪ ليائي ۽ ٻه ٽي تيا ۽ اهي جن جون تاريخون ٿي ڏليون ويون آهن.

وقت گذرندو رهيو، تان جو اهو وقت آيو جڏهن سندس آخرين منظورِ نظر قاضي پيرمحمد، جو سندس روح جي راحت ۽ گويا جيءَ جو جياپو هو، هميشه لاءِ الوداع چئي، هيءُ جهان ڇڏيو. فقير صاحب جي دل تي هي صدمو نهايت شاق گذريو. زندگي وبال ٿي پيس. فراق جي حالت ۾ هڪ ڪافي چئي اٿس، جنهن جو مطلع-

"ٻاڪي ٿئين وڃي يار، نکو پيئڻ خيال اسان جو"

مان فقير صاحب جي دلي گداز ۽ درد جي شدت جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو. فقير صاحب بيمار گذارڻ لڳو ۽ جيئن پوءِ تيئن ويو ضعيف ٿيندو. هڪ دفعي آخوند عبدالله ڪانئس پڇيو ته "سائين دنيا فاني آهي، قضا تي اوهان ڪي ڪاٿي رکون؟" فرمايائين ته "ابا، جيسين بندي کي ساهه آهي، تيسين قاضي صاحب جي دروازي تان ڪين ويندو ۽ سندس ڪکن ۾ دم ڇڏيندو، پوءِ اوهان جي اختيار آهي".

چون ٿا ته صاحب ڪربو وٽس عيادت لاءِ آيا ۽ فقير صاحب کي فرمايائون ته "توهان جا وڏا اسان جي مقام ۾ پوريل آهن، تنهنڪري توهان به اتي جاءِ وٺو." آخوند عبدالله عرض ڪيو ته "قبلا اها ڳالهه درست آهي، پر جنهن مقام ۾ وليءَ خدا جو مثل هوندو آهي، تنهن مقام تان پڇاڻو معاف هوندو آهي. تنهنڪري اسان ڪيس پنهنجي مقام ۾ رکنداسين."

انهيءَ بيماريءَ جي زماني ۾ فقير صاحب هڪ ڪافي چئي آهي، جنهن جو مطلع آهي: "ٿئون نياپو آيو، ماروئڙن جو سون ڏي".

جو پاڻڊو لهيو آهي، سو نيٺ پڄي، ۽ هر هڪ موت جو ذائقو آخر چکي. اهو وقت اچي ويجهو پيو. فقير صاحب بار بار چوڻ لڳو ته "مان قاضي صاحب جي پڇڻ جو ڏولئو آهيان، جيسين سندس کهران موڪل نه ملندي تيسين جامو نه مٽائيندس." چون ٿا ته ٻه دفعا انڪار ٿيو، ٽئين دفعي آخر اجازت ملي ۽ فقير صاحب ٻني کهر لاءِ سانباهو ڪيو، ۽ فرمايائين ته "اسان جي رات تياري آهي."

محقق ڳالهه ٿا ڪن ته هڪ دفعي فقير صاحب گهمندي اچي ٻنهواري، تعلقي ٻني عاقل ۾ پهتو. تن ڏينهن اتي هڪ جيد عالم مولوي عبدالقادر نالي رهندو هو. مولوي صاحب رڳو عالم نه هو، پر عامل به هو. مولوي صاحب صوفين جي خلاف هوندو هو، سو جڏهن ڪيس خبر پئي ته سندس ڳوٺ ۾ هڪ ٿئون صوفي آيو آهي، تڏهن ڪيس گهرايائين، ۽ پڇيائينس ته "ڪٿي ويٺو آهين؟"

فقير صاحب جواب ڏنو ته "روهڙيءَ ۾". مولوي صاحب چيو ته "اتي، جتي جان الله شاهه رهندو هو، جو پاڻ کي الله سڏائيندو هو". فقير صاحب ورندي ڏني ته "هائو". مولوي صاحب پڇيو ته "پوءِ مري چو ويو". فقير صاحب وراڻي ڏني ته "الله جو هي گهر ۾، هو گهر ۾: وڃيس ته هن گهر ۾ رهي، وڃيس ته هن گهر ۾ رهي". مولوي صاحب کٽي مات ڪئي.

فقير صاحب ۾ پنهنجي گهر لاءِ تيار ٿيو. رات جو ٻارنهن بجين کان موڪلائي سمهيو. ڪجهه وقت کان پوءِ ٿپ ڏئي اٿيو ۽ با ادب ڪنڌ لمائي ويٺو، ۽ ٿوري دير بعد، وري ڪٽ تي سمهيو. سليمان فقير عرض ڪيو ته "قبلا ڪهڙو اسرار هو". پاڻ فرمايائين ته "ابا، حضرت شهباز قلندر جن وٺڻ آيا هئا، هينئر الله تو هار". چادر تاڻي، جان ستو ته روح پرواز ڪري ويس. اهڙيءَ طرح، هن ولايت ۽ ڪرامت جي صاحب پنهنجو آستانو ١٦ ذي القعد ١٢٨٩ ھ، هن فاني دنيا مان کڻي، دارالبقا ۾ لاهيو. پروقت ئي آخوند عبدالله کي اطلاع مليو، جنهن غسل ڪفن جي تياري ڪئي. جنازي سان هندو خواه مسلمان تمام گهڻي تعداد ۾ ساڻ هئا. سندس خاڪي جسم کي اسٽيشن جي اولهه ۾، جو اڄڪلهه خانگاهه جي نالي سان مشهور آهي، سپرد خاڪ ڪيو ويو. سندس وفات جي تاريخ سندس فرزند ارجمند فقير محمد محسن "بيڪس"، جو ان وقت چوڏهن سالن جو هو، هينئن ربت چئي آهي:

رمز رنديءَ جو عجائب روهڙيءَ ۾ راز هو،
نالي بيدل بادشه بيشڪ اتي شهباز هو.
موج مستيءَ ۾ سدا سلطان سرفراز هو،
حلاج جي حالت ۾ هردم من خدا ممتاز هو.
پير مغان جي پيش هڪ حقيقت مجاز هو(١)،
'همه اوست' واري حال ۾، 'محمود' سو 'اياز' هو.
درد واري دين ۾، هو وير وحدت باز هو،
عشق جي اوتار سان دلدار دست و راز هو.
هن تماشي گاهه ۾ اٿهٽ سندي آواز هو،
مرضيءَ موجب پانهنجي سو سير صفاتي ساز هو.
سال ٻارنهن سو، اٺانوي ۾ سوز گداز هو،
سورهين ذوالقعد جيءَ هاديءَ سندو پرواز هو.
بيدل مرشد منهنجو سائين غريب نواز هو،
"بيڪس" خادم در سندس کي عشق جو آغاز هو.

---

(١) هڪ حق ۽ مجاز هو.

# فقير صاحب جو مذهب

هر ڪنهن ماڻهوءَ جي قول ۽ فعل مان سندس عقيدي جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو، پر ڪنهن به صوفيءَ يا درويش بنسبت راءِ قائم ڪرڻ مشڪل، بلڪ محال آهي.

فقير بيدل جيتوڻيڪ پنهنجي عقيدن جو جابجا اظهار به ڪيو آهي، تڏهن چنانچهءَ ۽ يقين سان چئي نه سگهبو ته سندس واسطو ڪهڙي فرقي سان هو. ظاهري طور تي پنهنجن وڏن وانگر حنفي مسلمان هو ۽ انهيءَ فرقي موجب شريعت جو پوريءَ طرح پابند هو، پر آن ۾ ٿورو اضافو ڪري، هڪ دفعي عقيدي جو هيٺين لفظن ۾ اظهار ڪيو اٿس:

"فقير عبدالقادر ڪه صوفي و حنفي است"

"عقائد فارسيءَ" ۾ خدا ۽ رسول، چئن يارن سڳورن، ۽ پنجن تنن پاڪن ۽ حضرت پيران پير دستگير ۾ پڪو اعتقاد ڏيکاري ٿو، پر امير معاويه کي خدا ۽ پنجن تنن جو دشمن سمجهي ٿو ۽ يزيد کي مرتد، ملحد ۽ دوزخي سڏي ٿو. رافضين خواهه خارجين کي ناجي نٿو سمجهي. قدر جي منڪر کي خدا جو دشمن ڄاڻي ٿو. پڻ هيئن فرمائي ٿو:

انا الشيعه ولکن لا آبري مين الخلفاء هم سرج الهدايه،
انا السني ولکن قائل الفضل لقاميع خيبرا والي الولايه.

يعني آءٌ شيعو آهيان، ليڪن شيعن وانگر خليفن کان بيزار نه آهيان، جو اهي هدايت جا چراغ آهن؛ آءٌ سني آهيان، پر فاتح خيبر ۽ والي الولايت حضرت عليءَ جي پين خليفن تي فضيلت جو قائل آهيان. پڻ هيئن فرمائي ٿو: حضرت علي عليه السلام ڏسي ٿو ته آءٌ امير معاويه کي دوست نٿو رکان؛ حضرت صديق اڪبر رضي الله تعاليٰ عنه شاهد آهي ته رافضين کان بري آهيان؛ ۽ امام حسين عليه السلام ڏسي ٿو ته يزيد ۽ سندس قوم تي لعنت ڪريان ٿو.

معاويه را ندارم دوست حيدر شاهد حالم،
ز رفضم دور تر صديق اڪبر شاهد حالم.
يزيد و قوم اورا ميڪنم لعنت ز غيرت دين،
شهيد ڪربلا سبط پيمبر شاهد حالم.

چون ته فقير صاحب سادات جي ڏاڍي عزت ڪندو هو. سادات جو ڪويه ننڍو نينگر ايندو ڏسندو هو، ته سرۋقد اٿي بيهندو هو. سيد لکي شاهه روهڙيءَ جو ڪوتالي سيد، پنهنجي والد سيد مشتاق علي شاهه کان روايت ٿو ڪري ته هڪ دفعي

هو ياڻ فقير صاحب جي ڪچهريءَ ۾ موجود هو، جو هڪڙي ماڻهوءَ اچي حضرت علي عليه السلام جي مرتبي ۽ منزلت بابت ڪانئس سوال پڇيو، جنهن تي فقير صاحب جا وارڪڙا تي ويا ۽ في البديهه هيٺيون نظم چيائين:

(۱) تجلي وحدت مطلق ولي الله علي برحق،
کند حجب دوئي را شق ولي الله علي برحق.

(۲) محيط ذات آو گوهر، سمائي فيض را اختر،
رخش انور زماه و خور ولي الله علي برحق.

(۳) کليد گنج لاهوتي، فتوح باب باهوتي،
عليم سر هاهوتي، ولي الله علي برحق.

(۴) علي المرتضيٰ حيدر، وصي المصطفيٰ صفدر،
صفي و مجتبيٰ سرور، ولي الله علي برحق.

(۵) بہ خمس طيبہ شمرش، بہ خلفاي اربع نگرش،
بہ بين هر داخل عشرش، ولي الله علي برحق.

(٦) آئمہ دين پيغمبر، دوازده تن ز جان بهتر،
نخستين شان بود حيدر، ولي الله علي برحق.

(۷) محب شاه مردان شو، مريد شير يزدان شو،
چو بيدل بنده ايشان شو، ولي الله علي برحق.

فقير صاحب ٻارهن امامن جي شان ۾ هڪ نظم لکيو آهي، جو سندس درگاهہ تي ڪهڙو ڪري ڳائڻ ۾ ايندو آهي:

آفروخت عشق شمع جمال محمدي،
شد مرتضيٰ ظهور ڪمال محمدي.
حضرت حسن شعاع همان آفتاب بوده،
شبير شمس نور جمال (۱) محمدي.
زين العبا و باقر و جعفر صفات اوست،
ڪاظم و رضا است مظهر حال محمدي.
تقي و نقي و عسڪري القاب وي شده،
مهدي است موبہ موي مثال محمدي.
بيدل ز عشق بهره دهندت بگو بہ صدق،
صلوات بر محمد و آل محمدي.

---

(۱) جلال.

ازان سواءِ فقير صاحب حضرت علي عليه السلام جي شان ۾ ٻه سنڌي ڪافيون چيون آهن، جي ٻئي عام طور خانقاهه تي ڳائڻ ۾ ايندڀون آهن:

## ڪافي نمبر ١

| | |
|---|---|
| ظاهر بندو باطن مولا | ٻره جي بازي ٻرجهي ڪير. |
| ١. اهو راز ڪري تو روشن | علي ولي شاهه مردان شير. |
| ٢. من عرف جي مام موچاري | فرمودي ۾ ناهي فير. |
| ٣. پاڻ ڳوليندڙ پاڻ کي ڳولي | عشق غيور وڃائي غير. |
| ٤. تان تون پنهنجو پاڻ سڃاڻين | وحدت وارو ٻيرج ڀير. |
| ٥. پنهنجو سر صحي ڪر بيدل | سوجهي لهه سري جو سير. |

## ڪافي نمبر ٢

| | |
|---|---|
| هيت هتت حامي آهه | اسان جو هادي حضرت شاهه. |
| ١. لحمُكَ لحمي وُحسَكَ رُوحي | عالي اسد الله. (١) |
| ٢. محبت وارن ساڻ آهه سائي | وانگي ساهه پساهه. |
| ٣. لاَ تيدن لئي وحدت وارو (٢) | روشن ڪيائين راهه. |
| ٤. مَنْ عَرَفَ جي مامَ جي بخشي | عُشاقن آگاهه. |
| ٥. بيدل مذهب ڪُنون راهه (٣) نيارو | وحدت رک ويساهه. |

ٻي هنڌ چوي ٿو:

| | |
|---|---|
| بيدل، جي تينون طلب هي | دائمي ديدار دي، |
| هٿ ڪنون ڇوڙين نه دامن | حيدر ڪرار دي. |

حضرت علي عليه السلام پنهنجي شهادت کان ٿورو وقت اڳ ۾، هڪڙي ڏينهن مسجد ڪوفه ۾ منبر تي رونق افروز ٿي، حاضرين کي خطبي ۾ فرمايو، "سلوني قبل ان تفقدوني". (انهيءَ کان اڳ جو توهان مون کي وڃائي ويهو، جيڪي پڇڻو هجيو، سو پڇي وٺو.)

مذڪور ارشاد ڏانهن فقير صاحب هيٺين سٽ ۾ ارشاد ڪيو آهي:

> سڄڻ جهه سراسر سير سلُوني،
> آهن ٿون نُورُ نيارو.

محرم ۾ شيعن سان گڏ عزاداري به ڪندو هو. سنڌس استاد، مولوي عبدالرحمان صاحب سکر واري، هڪ لڳا ڪانٽس عزاداري جي جائز هجڻ جي باري ۾ پڇيو.

---

(١) اَ، عَلي اسدالله (غ). (٢) وَحدت واري (ر.هه). (٣) رهه نيارو. (ر.هه).

جنهن تي ڪيس ڪتابي سنڌون لکي موڪليائين. سنڌس بصيرت ايتري هئي، جو چون ٿا ته ميان جان الله شاهه ٿئين کي هڪ سال محرم جي ڏينهن تاريخ سبق وٺي ڏنائين. دستور موجب ڪربلا جي تعزيه جي ڪڍڻ وقت سيني روهڙيءَ جي سادات کي ڪرڻ لاءِ ماڻهو ويندو آهي. ماڻهن جو به ڪافي هجوم هوندو آهي؛ تنهنڪري سيني سادات کي قاصد جو انتظار هوندو آهي ۽ ماڻهوءَ جي اچڻ شرط ئي تياري ڪندا آهن، ته جيئن سولائيءَ سان هجوم مان لنگهي وڃون. شاهه صاحب کي به اهو انتظار هو، جنهنڪري پڙهڻ سان چت ئي ڪو نه لاتائين. فقير صاحب اهو حال ڏسي، فرمايئون ته "توهان اطمينان ڪريو، جڏهن امام جي تعزيه ڪڍڻ جو وقت ٿيو، تڏهن آءٌ ازخود اوهان کي خبر ڏيندس." جهٽ نه گذري ته فقير صاحب ادب ۽ احترام وچان اٿي بيٺو ۽ صلواة پڙهڻ شروع ڪيائين، ۽ چيائين ته "هينئر شاهزادن جي سواري وڃي ٿي، تياري ڪريو." شاهه صاحب تڪڙو تڪڙو ويو ۽ تعزيه ڪڍڻ جي عين وقت تي پهتو. ساڳيءَ واقعي بنسبت سيد پيرڏنو شاهه، ساڪن روهڙي، پنهنجي استاد، مرحوم مولوي، سيد غلام مرتضيٰ شاهه، ساڪن روهڙيءَ کان روايت ڪري ٿو ته فقير صاحب اوائل ۾ سنڌس موجوده خانقاهه کان اٽڪل چاليهارو قدم پري، هڪ ٽڪريءَ تي، جا تخميناً ۱۰۰ فوٽ کن اوچي آهي، رات جو رهندو هو. جان الله شاهه ٿيون، وٽس تعليم وٺندو هو. اتين محرم، صاحبزادي فقير صاحب کان موڪل گهري ته اڄ رات مون کي موڪل ڏيو، جو رات ڪربلا جو تعزيه ڪڍندو. فقير صاحب ورائي ڏني ته "توهان اچجو، جڏهن اهو وقت ٿيو، تڏهن آءٌ ازخود اوهان کي اطلاع ڏيندس." شاهه صاحب استاد جي حڪم موجب آيو، پر تعزيه جي انتظار ۾ پڙهڻ سان چت نه پيو لڳيس. ڪا مهل ٿي ته فقير صاحب اٿي بيٺو. سنڌس وار ڪڙا ٿي ويا ۽ پاڻ تڪڙو تڪڙو لهڻ لڳو، جيئن لٿو ٿي، تيئن پير کسڪي ويس، ۽ ليڙيون پائيندو وڃي هيٺ پهتو. شاهه صاحب به پنهنجي طرفان گهڻي ڪوشش ڪئي ته فقير صاحب کي بچائي، پر بيسود. فقير صاحب روئي روئي ساٿو ٿي پيو. ٿوري وقت کان پوءِ، شاهه صاحب کي ڏسي چيائين ته "توهان اڃا ويٺا آهيو، وڃو ماتم جي تياري آهي." شاهه صاحب وڃي ڏسي ته واقعي ماڻهو تعزيه ڪڍڻ لاءِ تيار ويٺا آهن. ٻئي ڏينهن تي شاهه صاحب فقير صاحب کان پڇيو ته "ڀلا توهان ڪيئن سمجهيو؟ ڇاڪاڻ ته آءٌ عين وقت تي وڃي پهتس." فقير صاحب فرمايو ته "توهان پوري وقت تي پهتؤ، بس آهي!"

فقير صاحب امام حسين عليه السلام جي شهادت جي باري ۾ هڪ مرثيو لکيو آهي، جنهن جو مطلع آهي:

ڪربلا ۾ شاهه جڏهن مهمان ٿيو،
درد غم جو اُت وڏو گهمسان ٿيو.

ازانسواءِ، حسنين ڪريمين عليهما السلام جي شان ۾ هڪ ننڍو رسالو "قرة العينين في مناقب السبطين" جي نالي سان لکيو اٿس.

بعض اوقات شيعن ۽ سنين کان ڪناره ڪشي ڪري گهري ٿو، جو سندس خيال ۾ ٻئي فرقا حقيقت کان پري آهن. فرمائي ٿو:

"مذهب جو سونجهارو ڇڏي ذاتي ڪنهن ڏي ڪام ڪر،
شيعي سنيءَ کون پج پري، رخ رمز واري راهه ڪر".

ٻي هنڌ فرمائي ٿو:

"مذهب دا سڀ ڪوڙا جهڳڙا- وحدت دا ڳهن راهه"

مذهب جي ڳالهين ۾ آزاد خيال آهي ۽ قرآن شريف جي آيتن "لاَ اِڪْرَاهَ في الدين" ۽ "لَکُمْ دِيْنُکُمْ وَلِيَ دِيْنِ" تي پورو پورو عامل آهي.

سندس خيال ۾ مذهبي تعصب کان آجو ۽ آزاد ڪرڻ وارو آهي عشق. جيسين انسان عشق اختيار نه ڪندو، جو سندس خلقت جو باعث آهي، تيسين وحدت جي راهه کان گمراهه رهندو ۽ حقيقت سان هڪ ٿي نه سگهندو. عشق کي ئي رهبر، هادي، پير، پيغمبر سمجهي ٿو، جو وحدت جي راهه ڏيکاريندو ۽ جنهن کي عشق سائي ٿي راهه ڏيکاري، تنهن کي ڪو ڪونه گمراهه ڪري سگهندو. فرمائي ٿو:

"جينهُون عشق بتاوي راهه- تينهون ڪَون ڪَري گمراهه."

عشق محبت جو ڪاتو ڪري ٿو سگهجي، البت تصور ڪري سگهجي ٿو. فقير صاحب جي عشق جو اندازو هيٺين مصرع مان لڳائي سگهجي ٿو:

"روز ازل کنون بيدل ٻڌڙا،
عـشـق والا احــرام"

فقير صاحب جي خيال موجب مذهب اختيار ڪرڻ سولو آهي، انهيءَ کان، جو صوفي ٿجي، جو آتي سر جو سودو آهي، سڀڪنهن جو جگر نه آهي، جيئن ته فرمائي ٿو:

مذهب دي باتيان تون برها،  هـڪ پل وچ اڏاويـگـا.
صوفي لا مذهب مستي وچ،  آنـا الـحـق آلاويـگـا.
شيعا سني ٿيون سوڪا،  صـوفـي ڪون سڏاويـگـا.
بي‌سري دا منصب پاڪر،  سـولـي سر چڙهاويـگـا.

ٻنهجي سي حرفين ۾ هڪڙي هنڌ فرمائي ٿو:

ع- علوم مذاهب دا سڀ، سبق سلوڪ دا پڙهنا،
جنان ڪنان رانجهن وسدا ڪامل ويسهه ڪرنا،
وَهُوَ مَعَکُمْ اَيْنَمَا کُنْتُمْ هيڪو حرف پڪڙنا.
مؤلِ نه مڙنا.

فقير صاحب فقر ۾ اعتقاد رکڻ تمام ضروري ٿو سمجهي. فقر جي منڪر کي خدا جو دشمن ٿو سمجهي، گويا فقر ۾ اعتقاد رکندڙ خدا جو دوست آهي. فرمائي ٿو:

”ڪسي ڪ او منڪر فقر است بيدل
عدوي فاش رب ذوالمنن بود“

مولانا رومي به عشق جو مذهب سڀني مذهبن کان نرالو ٿو سمجهي.

”ملت عشق از همه دينها جدا است،
عاشقان را مذهب و ملت خدا است“

بيدل جي عقيدي موجب مذهب جي منزل اوري آهي، ۽ عاشق جي منزل دور!

”مذهب دين دي باتين اوري،
عاشق ويندي اڳي اڳي“

---

# بيدل جي شخصيت

ڪن ماڻهن جي قول ۽ فعل ۾ ڪوبه فرق ڦير ڪونه هوندو آهي. سندن تحرير خواهه تقرير، سندن نشست برخاست، اعمالن ۽ افعالن جو آئينو هوندي آهي. ٻين جو فعل الڳ ته قول الڳ. اهڙا ماڻهو پاڻ کي ڀاڪي ڪري، زماني جي تصوير پيش ڪندا آهن. تنهنڪري هرهڪ اديب ۽ شاعر کي صحيح طور تي سمجهڻ لاءِ سندس دؤر ۽ سندس ماحول جو مطالعو ضروري آهي.

بيدل جو اهو زمانو آهي جنهن ۾ مٽس سچل سرمست جو گهرو اثر پيو هو. نانڪ يوسف سان وقت بوقت صحبتي ٿيو هو. سيوهڻ ويندي ۽ موٽندي نوشهري فيروز ۾ شاهه نصير سان ملاقاتي ٿيو هو. فقير محمد صلاح سان، جنهن جي لاءِ چوڻي آهي ته "جاڙي محمد صلاح، تاڙي پاڻ الله"، سندس گهڻو ڪري روزانو روح رهاڻ ٿيندي هئي. مڪاني ماحول به اهو آهي جو سندس والد ۽ وڏا درويش منش ۽ درويش صفت ٿي گذريا آهن. پاڻ درويشن جي دعا سان ڄائو. درويشن جي دعا سائنس شامل رهي، ۽ هميشه درويشن جي صحبت ۽ فيض جو طالب رهيو. اهڙن اثرن ڪري سندس رهڻي ڪهڻي بلڪل سادي ۽ سودمند رهي. سادي اهڙي قدر جو نفس کي ڪو ٽڪر مليو ته واهه، نه ته ٿيو پلو: ويلن جا ويلا لنگهي وڃن، پر پاڻ لاءِ ته نهيو پر گهر لاءِ به گهر ۾ ڪنو ڪونه چڙهي. "الفقر فخري" جي گويا صحيح نموني ۾ پيروي هئي. پر جيڪڏهن ڪو ٽڪر آيو به، ته به ان مان اڌ ڪنهن ولي خدا جي درگاهه تي موڪليو ۽ پوڙ ۾ ٻاڻي گڏي، بيسواد ڪري کائيو. پر جي لنگهائيءَ هوندي به ٻاڻيءَ لاءِ ڪنهن کي سوال نه ڪيو ۽ پاڻ اٿي پيتو. تاهم وحدانيت جي خوشيءَ ۾ منهن جو رنگ اهڙو ڳاڙهو هوندو هو، جهڙو الب. سونهاري شريف ڏاڙهي تي پئي پوندي هئي. سندس ڏکهي پيشاني پئي هروقت ڀڪندي هئي. سندس منهن موڪرو مٺادار ۽ قد پورو پنو هو. وار ڪلهن تي پيا پوندا هئا. منهن ۾ اها رونق ۽ مک ۾ اها مٺڙ مرلي، جو جيڪو هيڪر آيو ته اٿڻ جي نه ڪندو. امير ۽ نواب جي در تي نه ويو. جيڪي نذرانو اچي سو سڀ لنگر ۾ هلائيو. مطلب ته بقول شاهه صاحب:

پڪ وڏائون ٻڪرين، جوڳي ڪندا جيءَ،
طلب نه رکن طعام جي، اوتيو پيئن اڄ،
لاهوتين لطيف چئي، من ساري ڪيو مڃ،
سامي جهاڳي سچ، وسلن کي ويجها ٿيا.

پوشاڪ ڏسو تہ بلڪل سادي. بدن تي جوڙيءَ جا ڪپڙا ڪار ڏوتل، ڪلهن تي گيڙو رتي چادر ۽ مٿي تي تاج ٽوپي. باوجوديڪ کيس ڪافي مڃتا هئي، تڏهن بہ سيدن جي ايتري عزت ڪندو هو جو جيڪڏهن ڪو سندن ننڍو نينگر ني ايندو هو تہ سروقد اٿي بيهندو هو. نماڻائي ۽ لهڻائي اهڙي جو ڪچهريءَ ۾ سڀ ڪو ننڍو وڏو مٿي تلهي تي ويهي، تہ پاڻ هيٺ. پاڻ کي هميشه بندو ڪري سڏيندو هو. جيڪڏهن ڪو ڪنهن فيصلي لاءِ ايندو، تہ کيس هدايت ڪبي ۽ بار بار چئبو تہ "بابا اوچو اهو آهي، جو نيچو آهي". جيڪڏهن ڪو دعا طلبي، سڳي ڌاڳي ۽ تعويذ وغيره لاءِ ايندو، تہ کيس چئبو تہ "حاجن شاهہ يا ڪنهن ٻئي وليءَ جي درگاهہ تي وڃ خدا جي ماني ڏيئي اچ ۽ اتاهون جي خاڪ ۽ تيل کڻ آءُ". پر انهيءَ هوندي بہ جيڪڏهن ڪو تعويذ لاءِ گهڻو ستائيندو، تہ قصيدي برده سان هيٺيون بہ ستون لکي ڏيندو ۽ ان ۾ پنهنجي طرفان "يالطيف ياڪريم ياڪريم ياڪريم" اضافو ڪبو. ڪجهہ قصيدي جي برڪت ڪجهہ فقير جي دعا، ويچاري جي حاجت روائي ٿي ويندي.

"هو الحبيب الذي ترجي شفاعته_لڪل هول من الاهوال مقتحم"

انهيءَ جو ترجمو ڪنهن صاحب هيٺينءَ طرح ڪيو آهي:

"ڏٺو دوس الله جو شافع شفاعت،
حامي ٿيو هولن کون اهڪايون امت"

ڳالهہ ٿا ڪن تہ ڪنهن لڳا هڪڙي ماڻهوءَ ڪاٿئي ذات پڇي. جواب ۾ چيائين تہ "ابا فقير جي ذات آهي ذات سان، جيڪا تو ۾ ذات آهي سائي فقير ۾ آهي."

پنهنجو آخرين آرام گاهہ اڳيئي خيال ۾ آڻي اتي اچي مراقبي ۾ ويهندو هو. سادگي کيس نہ فقط حياتيءَ ۾ پسند هئي پر مماتيءَ ۾ بہ. جيڪڏهن ڪن معتقدن ۽ مريدن سندس مزار مٿان قبي اڏرائڻ ۽ خانقاهہ کي رونق وٺائڻ جو ارادو ڪيو تہ کين خواب ۾ روڪيائين.

فقير صاحب درويشن ۽ بزرگن کان فيض پرائڻ جي خيال سان سير سفر ڏاڍو ڪيو. سيوهڻ شريف جو تہ خاص پانڌيڙو هو. ازانسواءِ پٽ شاهہ، دراز، مخدوم محمد اسماعيل (پريان لوءِ)، پير ڳوٺ، جهوڪ، تجل ۽ شاهہ خيروند (روهڙي) جي درگاهن تي باقاعدي پيرو ڪندو هو.

فقير صاحب جي تندرستي تمام سٺي هئي ۽ گهٽ ڪري بيماري ڪاڻ ٿيندي هيس. هڪ دفعي کيس پاسي ۾ هڪ ڦرڙي نڪتي جنهن البت تڪليف ڏنيس. ڊاڪٽر سان مشورو ڪيو ويو، جنهن بيهوش ڪري ٽڪي ڏيڻ جو فيصلو ڪيو. فقير صاحب فرمايو تہ "ابا اسان اڳيئي بيهوش آهيون، تون پلي پنهنجو ڪم ڪر." ائين چئي

فقير صاحب ڪنڌ ڦيري ڪئي "مثنويءَ" مان بيت پڙهڻ شروع ڪيا ۽ پاڻ انهيءَ محويت
۾ اچي وڃو جو سيراتي ۽ نه پرياڻين. ٻي شايد آخرين بيماري ٿي جا پڻ نهايت
صبر ۽ قلب جي سڪون سان ڪاٽيائين.

سندس حب الوطنيءَ جي ڪهڙي تعريف ڪجي! ٿري گهري وري روهڙي
اچي وساياڻين. پارسيءَ جي ڪنهن شاعر حب الوطني هيٺين نموني بيان ڪئي آهي:

حب وطن از ملک سلیمان خوشتر
خار وطن از سنبل و ریحان خوشتر
یوسف که به مصر پادشاهي میکرد
مي گفت گدا بودن کنعان خوشتر.

ان جي مقابلي ۾ فقير صاحب روهڙي ۽ روهڙيءَ جي حسين جي تمام سهڻن
لفظن ۾ تعريف ڪئي آهي.

زهي لهري که چون جنات عدن است
سراپا مجمع آرام و امن است
زيارت گاه هر روشن ضميري
دليل راه هر جان منيري
مگر اين بلده چون بيت العتيق است
که جاي طوف مردان طريق است
وگر پرسي ز حال ساکنانش
سراسر جمع خاطر در امانش
ز حسن مظهري هر جاش غلغل
بهر جا گل بهر جا شور بلبل.

اهڙو ماڻهو جنهن جي زندگي ۽ رهڻي ڪهڻي هر لحاظ کان اعليٰ هجي ۽
جنهن شريعت کان وٺي ست منزلون طي ڪري معرفت ۾ مڪان ڳاهو هجي، تنهن
کي ماڻهو مادل سمجهي سندس هر حال ۾ تقليد ڪرڻ شروع ڪندا. اهڙي ماڻهوءَ
جو قول ڪرامت جو اثر رکندو، ڪوتا ڪماليت واري هوندي ۽ سندس نظر ڪيميا
جو ڪم ڪندي. سندس اثر پهرياڻين پنهنجي پٽ محمد محسن تي پيو جو امانت جو
صاحب ٿيو. سندس مصاحب به چڱيءَ منزل کي پهتا. راڳ سان گڏ رياضت شروع
ٿي ۽ چڱا مرتاض ماڻهو پيدا ٿيا. سندس شاعريءَ جو اهو اثر ٿيو جو روهڙيءَ ۾
چڱا چڱا شاعر پيدا ٿيا، جهڙوڪ سيد نواب شاهه، سيد محب علي شاهه، فقير علي بخش
وغيره. سندس رهڻي ڪهڻي ڪري هندن ۽ مسلمانن ۾ برادري ۽ ڀائپي وڌندي

وٺي. هندن مان پائي پاروشاهه ۽ بابا نيڀراج جهڙا درويش پيدا ٿيا. ظاهرين مائهن سندس عشقيه زندگيءَ جي تقليد شروع ڪئي. ايتريقدر جو سهڻ جا ستايل ۽ فراق جا ڦٽيل جت ڪٿ محبوبن جي سلاميءَ لاءِ سڪندا وتن. اسڪولن ڪلن ۽ بند ٿيڻ جي وقتن تي بقول "جامي"

بار من در مکتب و من بر سر ره منتظر
منتظر بودم ڪه يارم با ڪتاب آيد برون.

گهٽ جهليو بيٺا رهن. اها بيماري عام خاص ۾ پکڙجي وئي. اگرچه ڪثرت ۾ گهڻو ڪري خرابي به هوندي آهي، پر هت پاڪيني ايتري هئي جو خواب ۾ به خرابي ڪانه هئي. مجازي منزل کي پار ڪرڻ ۽ حال حاصل ڪرڻ لاءِ گهڻ رياضتون به ڪيون ۽ بيدل کي عشق جو اوتار سمجهي سندس خانقاه تي نوراتا ڪڍيا، ڇو

"عشقش نه منصبي است ڪه هرخس بدو رسد"

هنماديت جي دور ۾ اگرچه نفسي نفسي لڳي پئي آهي، روزگار جي تنگي آهي، محبت ۾ مزو نه رهيو آهي ۽ زماني جي رنگ ٻي اور تي ويو آهي، تاهم جيئن پين اولياء الله جون درگاهون خالي نه آهن، تيئن هت به هروقت رونق آهي، بقول شاهه صاحب:

ساري رات سبحان، جاڳي جن ياد ڪيو،
ان جي عبداللطيف چئي، مٽيءَ لڏو مان،
ڪوڙين ڪن سلام، اچي آس ان جي.

## بيدل جو شعر ۽ شاعري

هر ڪنهن انسان کي پنهنجي عمر، ماحول، درڪ ۽ درجي آهر شيون وڻن ٿيون. مثلاً ننڍو ٻار رنگين چيزون، رانديڪا ۽ ڪاڏي جون شيون پسند ڪري ٿو. جيئن وڏو ٿئي ٿو تيئن سندس پسنديءَ جو معيار به بلند ٿئي ٿو ۽ رفتي رفتي نقلي ۽ مصنوعي شين کان منهن مٽي اصليت وارين شين جو خيال ڪري ٿو. حسن ۽ حسين چيزن جو وڻڻ به اهڙوئي آهي. ٻهربانين انسان ڪنهن نه ڪنهن انسان يا چيز کي پسند ڪري ٿو، پر جڏهن سندس ادراڪ ۾ اضافو ٿئي ٿو ته مادي ۽ فاني شين کي ڇڏي، انهن جي تلاش ۾ رهي ٿو، جي غير فاني آهن. ازان سواءِ، حسن حسن ۾ به فرق آهي. عام طرح جو حسن سمجهيو وڃي ٿو، سو عارضي آهي ۽ حقيقي نه آهي. پر فاني ۽ غير حقيقي هوندي به منجهس ڪشش ۽ جاذبيت آهي! تنهن لاءِ ڪن صاحبن جو خيال آهي ته اهو حقيقي حسن جو اولڙو آهي. جهڙيءَ طرح آس اڇڻ ڪري پيت اڇي ٿئي، پر اها اڇاڻ اوستائين آهي جيستائين سج پيلو آهي ۽ سج لهڻ سان اڇاڻ غائب ٿي وڃي، تهڙيءَ طرح جن چيزن ۾ حسن نظر اچي ٿو سو به عارضي ۽ مستعار آهي ۽ حقيقي حسن جو اولڙو آهي.

سڄيءَ ڪائنات اندر هر خليل شيءِ ۾ اها هڪ روشني آهي، جا مختلف شڪلين ۽ حالتن سبب جدا جدا رونق ۽ رعنائي ڏيکاري ٿي. مثلاً سج جي روشني هڪ آهي ۽ هر حالت ۾ ساڳي آهي، پر جڏهن آئيني تي پوي ٿي تڏهن اهڙو اولڙو ٿئي ٿو، جو هرڪا اک ان جو تاب سهي نٿي سگهي. گرچ پاڻي ته سڀ پاڻي آهي، پر درياءَ جي پاڻيءَ ۽ تلاءَ جي پاڻيءَ تي به سندس تجليءَ ۾ نمايان فرق آهي. ماڪ جي ڦڙن کي ته موتين وارو آب بخشي ٿي. صوفياءِ ڪرام جي اصول موجب، اهائي هڪ دائمي روشني آهي، جا ڪنهن نه ڪنهن فاني چيز جي معرفت ڪشش جو باعث بڻجي ٿي. اهوئي هڪ روح يا جوهر آهي جو هر چيز کي هلائي ٿو؛ اهوئي نور آهي جو هر شيءِ کي رونق بخشي ٿو. وجود مطلق آهي پر مختلف صورتن ۽ شڪلين ۾ مقيد ٿي ظاهر ٿيڻ ڪري مختلف نالن سان سڏيو وڃي ٿو. اهو اهڙوئي مثال آهي جيئن انسان جي جسم ۾ گهڻيئي عضوا، ڦڦڙ، رڳون ۽ اعصابون آهن، ۽ هرهڪ عضوي ۽ هرهڪ رڳ جو پنهنجو پنهنجو ڪم آهي، پر روح فقط هڪ آهي جو هر عضوي ۾ آهي ۽ گويا هرهنڌ آهي ۽ ڪنهن به عضوي جو ڪوبه ذرو ان کان خالي نه آهي، پر ائين ڪوبه ماڻهو دعوا سان تعين ڪري نه سگهندو ته روح جي رهڻ جو هنڌ ڪهڙو آهي. جيتوڻيڪ مختلف عضوا ۽ مختلف رڳون پنهنجو پنهنجو ڪم ڪن ٿيون

جو ڪين مقرر تي مليو آهي، تاهم اهو هڪ ئي روح آهي، جو سڀ ڪجهه ڪري رهيو آهي، ۽ جڏهن پرواز ڪري ٿو ته سڀ چپ. اهڙيءَ طرح سڄي ڪائنات ڄڻ ته هڪ خاص هستي آهي، جنهن جا لکين ۽ ڪروڙين عضوا آهن، جن جون مختلف ۽ گوناگون شڪليون آهن ۽ هرهڪ جو ڪم جدا آهي، ۽ درحقيقت اها هڪ هستي آهي جا سڀ ڪجهه ڪري رهي آهي. جيتوڻيڪ ڪائنات جي هر ذري ۾ موجود ۽ هرهنڌ آهي، تاهم ٻئين سان ڇني نٿو سگهجي ته ڪٿي ۽ ڪهڙي هنڌ آهي. انهيءَ لاڪان هستيءَ کي اسين چئون ٿا ”خدا“. انهيءَ اصول کي صوفي چون ٿا ”وحدت الوجود“ يا ”همه اوست“، يعني هر چيز کي خدا تعاليٰ جو مظهر تصور ڪندي ڪندي سندن عشق ايترو وڌي ٿو، جو ڪيس مظهر جي بجاءِ خود خدا ڪري سمجهن ٿا ۽ ان چيز جو نالءَ نشان گويا وڃائڻ ڪم تي وڃي ٿو.

ايڪ تصور، در لکي ڪوڙين ڪئي گڙ ڪيون،
جيڏانهن ڪريان پرک، تيڏانهن صاحب سامهون. (شاهه)

بسڪہ در جان فگار و چشم بيدارم توئي،
هر کہ پيدا مي شود از دور پندارم توئي. (جامي)

انهن جو خيال ايڏو بلند ٿئي ٿو، جو ڪفر ۽ اسلام جو سيڙهو سندو لنگهي، ”هو“ ۾ محو ٿي وڃن ٿا، ۽ سواءِ ”هوني هو“ جي ٻيو نہ ڪي ڪين سمجهي ٿو، نہ ٻجهي ٿو، ۽ وجد جي حالت ۾ ”انا الحق“ جو دم ڀرڻ شروع ڪن ٿا. فقير بيدل انهيءَ ”وحدت الوجود“ جي اصول جو قائل ۽ حامي هو.

فقير صاحب سنڌيءَ ۽ سرائڪيءَ ۾ جيڪو ڪلام چيو آهي سو گهڻو ڪري ڏوهيڙن، بيتن ۽ ڪافين جي صورت ۾ آهي. انهن ۾ جن ڏوهيڙن ۾ پنهنجي هستيءَ کي ”همہ اوست“ ۾ سمائيندڙن ۽ ڪم ڪندڙن جي تعريف ڪئي اٿس، تن کي نالو ڏنو اٿس ”وحدت نامہ“. ”فرائض صوفيہ“ ۾ ان تي باقاعدي عمل ڪرڻ جي هدايت ڪئي اٿس. نفي ۽ اثبات تي ڪافي روشني وڌي اٿس. جڏهن طالب کي اثبات حاصل ٿيندي، تڏهن ئي محبوب حقيقيءَ جو منهن ڏسندو. فرمائي ٿو:

”لا الٰہ دے شيشے ڪولون ماهي مک وکلائيگا“

”سرود نامہ“ ۾، جو فقط ڪافين جو مجموعو آهي، تنهن ۾ بہ جابجا ان جي تائيد ڪئي اٿس. بار بار فرمائي ٿو تہ خدا انساني پوشاڪ پهري جدا جدا نالن سان پاڻ کي ڪوٺارائي ٿو.

١- سمجھ رک سالک سچا، ڏس ھو بھو محبوب آ،
"ثم وجہ الله" کنين سڻ، سؤ ٻسؤ محبوب آ.

---

٢- آءٌ ٻلي آئين يارجاني، وڳوڙي انساني!

---

٣- کري سينگار صورت جو، اچي سڀ ۾ سماياسي،
صفت ۾ پانھنجي راني، سوٻن نالا سڏاياسي.

---

٤- يار بيرنگي نور نهاني، پھري پوش آيو انساني،
سھس ويس سان پاڻ سينگاريو.

---

٥- حسن بسونت بهار بيرنگي، چمن ڪليا چوڌاري،
"اينما تولوا" عشاقان نون آپ ڏتس دلداري،
"ثم وجہ الله" ويک تماشا، چار طرف گلزاري!

ڪافي روپ سنڌي

خاڪي ڪيترا ويس، آهيان نت نور نيارو.
١- اچي ٺاهيم اتھين، عبديت جو آيس.
٢- ڪاٿي چاڪر چاڪرياڻيان، ڪاٿي خاصو رئيس.
٣- هڪ ڏکيان ٻيو لاهيان، رنگا رنگ لبيس.
٤- ڪاٿي سالڪ سڏرايل، ڪاٿي عين اويس.
٥- سيوھڻ سجدا ٿو ڪريان، بيدل ني درويش.

خداوند تبارڪ و تعاليٰ سونهن جو ڳجھو خزانو هو. دنيا انهيءَ لاءِ خلقيائين
ته مخلوق سندس حسن جي تعريف ڪري. اهو سمورو خيال هن طرح ادا ٿو ڪري:

روپ ديسي

عشقون آيو آيو، صورت ويس ۾ سھڻو.
(١) "ڪنت ڪنزاً مخفياً" سڻ، لالن ڪنهن نه لکايو.
(٢) اچي انسان ۾ ڪيائين اظهاري، ٻر ٻڌر ٻڙ ٻابو.
(٣) رنگين رنگين، پاتين پاتين، نور نظارو لايو.
(٤) ڪاٿي هندو، ڪاٿي مومن، اهو رکيائين رايو.
(٥) بيدل آئج ٿئين وساهه، جيئن سائينءَ سمجھايو.

انگريزي شاعر Keats چيو آهي تہ

"Beauty is Truth and Truth is Beauty– that is all ye know on earth, and all ye need to know."

"حسن حقيقت فرق نہ پائنج عاشق ڪر اعتبار".

فقير صاحب جي خيال موجب انسان خود طالب بہ آهي ۽ مطلوب بہ، "خَلَقَ آدَمَ عَلَيٰ صُوْرَتِه" موجب خدا کان غير ناهي. جنهن صورت ۾ هو پاڻ ئي هستي مطلق آهي، تنهن صورت ۾ ڪيئن پاڻ کي بند وسڏائي ۽ سمجهي نہ گهرجي. فرمائي ٿو:

### ڪافي روپ سنڌي

پاڻ پنهون تون آهين، ڪيچ وڃين ڇو ڪاهين!

١- صاحب آهين ڪيچ وڻ جو- پرٿ ڇو پاڻ کي پائين!

٢- "خَلَقَ آدَمَ عَلَيٰ صُوْرَتِه"- غير خدا جو ناهين.

٣- 'عبديت' کي 'احديت' ۾- لالن ڇو نہ لڙهائين!

٤- بيدل بندو ناهين تون هرگز- ڇو ٿو ڪوڙ ڪمائين!

ٻئي هنڌ فرمائي ٿو:

واقف، وسه، هيءَ ڳالهڙي، توريءَ نڪو موجود ٻيو،
شڪ شرڪ وارو دور ڪر، وحدت جو تو اقرار ڪيو.

ٻئي هنڌ فرمائي ٿو:

سورڪ پرجهہ ڪي پاڻ کي، مورون جو آهين ڪير تون.
ٻيءَ جاءِ ڪون بيزار ٿي، پيرج سدا هي پير تون.
آهين تون مالڪ ملڪ جو، تنهن ۾ نہ ڄاڻج فير تون.
تحت الثريٰ ۽ عرش تي موجود بالا زير تون.

### ڪافي روپ جهنگلو

معنيٰ وجودي ڪر سهي، آهين سدا موجود تون،
ڪنهن جي عبادت ٿو ڪرين، ساڳيو آهين معبود تون.

١- ڪاڏي ڪرين تون ٿو قصد، دارين جو مقصود تون،
سر معنوي پنهنجو سمجهہ، ملڪن سندو مسجود تون.

٢- ڇڏ سڌ بهشتي باغ جي، ملڪوت ۾ مشهود تون،
'غزنيءَ' جو پنڌ ڇو ٿو پڇين، مورون ملڪ "محمود" تون.

٣- بيدل برهہ اختيار ڪر، جي تو گهرين بهبود تون،
ڏوهون ثوابون کج گذر، آهين سمورو سود تون.

## ڪالي روپ پرود

ڪعبو قدسي تو ھي ساڃ،
ڪوھ ڪئين ڪعبي جي ڪاڃ!

١- ”الانسان سري وانا سره،“
رمز پروڙ اھا منجھ ڀاڃ.

٢- ملڪ فلڪ سڀ تنھنجا ساجد،
سالڪ پنھنجو سر سڃاڃ!

٣- ڪرسي عرش امر تنھنجي ۾،
وحدت جو تو منجھ وٿاڃ.

٤- ڪعبي جو تون آھين مالڪ،
بيدل ٻيو تان وھم نہ آڃ.

جڏھن انسان خود ذات حقيقي آھي، تڏھن ڪيس اکيون کولڻ گھرجن ۽ پنھنجو پاڻ کي سڃاڻڻ گھرجي. فرمائي ٿو:

توھون ٻاھر ڪين ڪي آھي - پاڻھنجو پاڻ ۾ قول،
”مَنْ عَرَفَ“ جو ڪر نظارو - بيدل اکڙيون کول!

علامہ سر محمد اقبال لکيو آھي تہ ”موجودہ زماني جا علوم ۽ فنون خدا کي ڳولڻ کان روڪين ٿا.“

دانش حاضر حجاب اکبر است،
بت پرست و بت فروش و بت گر است.

ساڳيءَ طرح دنيوي عقل بہ انسان کي گمراھ ٿو ڪري. انھن ٻنھي جو علاج آھي عشق. فرمائي ٿو، ”جيسين عشق اختيار نہ ڪبو، تيسين پنھنجو مقصد حاصل ڪري نہ سگھبو.“

اھو ساڳيو خيال گھڻو وقت اڳ فقير صاحب بلڪل مختصر، سادن ۽ صاف لفظن ۾ آندو آھي:

”علم و عقل کڻي ٿي ٻري - سڪ سوز جي صلاح ڪر“

۽ سچ پچ سياڻا اھي آھن، جيڪي ظاھري شرعي ۽ دنيوي علم کي ڇڏي، عشق ۾ محويت حاصل ڪن ٿا.

١- ڪن مطالع محويت ڪي-فقر ڇڏيون ء-رزانا

٢- مذھب واري قيد کون بيدل-عشق ڪنده آزاد

عشق کي بيدل خدا جي نعمت سمجهي ٿو، جنهن لاءِ شڪرانا بجا آڻي ٿو.

١- عشق عطا الاهي هي - بره لـ چيز بهائي هي

٢- عشق عطا ڪيائون توکي - بيدل ڪـر شڪرانـا

هڪڙي هنڌ فرمائي ٿو:

عشق بازن جا منصب عالي - منڪر جو منهن ڪارو.

انسان جي خودبيني، کيس عشق کان روڪي ٿي ۽ معشوق حقيقي جي ملڻ کان مانع آهي. جڏهن خوديءَ جا خطرا گم ڪيا، هستي مٽائي، وجود وڃايو، ۽ پاڻ کان پاسو ڪيو، تڏهن لاهوتي لال ٿيو. فرمائي ٿو:

## ڪافي روپ آسا

سک رمز وجود وڃاوڻ دي،
نهين حاجت پڙهن پڙهاوڻ دي!

١- اکران دے وچ جوئي اڙيا،
عشق دي چاڙهي مول نہ چڙهيا،
'اثباتي' دا علم جو پڙهيا،
موج آنهين سر ساوڻ دي!

٢- باهہ بره دي جنهن سر آئي،
سوز عشق وچ جالے سدائي،
بي دردان نون ڪل نہ ڪائي،
درد دے دود دکاوڻ دي!

٣- نال دليل نا لبهي دلبر،
عقل نہ اوڏانهن ٿيسي رهبر،
سمجهي سام کو صوفي بي سر
شاهي طبل وڄاوڻ دي!

٤- بحر عميق ميـن جوئي پوسي،
دين ڪفر دا دفتر ڌوسي،
ساري سڌ آنهين کو هوسي،
ذات صفات سماوڻ دي!

٥- بيدل ڳالهہ وحدت دي من تون،
طلسم وهم دوئي دا ڀن تون،
وچ عروج نزول دے گهن تون،
لذت آوڻ جاوڻ دي!

ٻي هنڌ فرمائي ٿو:

ٻاڻ ڳوليندو ٻاڻ کي ڳولي - عشق غيور وڇايو ڳير.

وري فرمائي ٿو:

جنهن پيتو ساغر صفا جو - تنهن وساريو همي وجود
ان جي فڪرت ۾ مدامي - روبرو محبوب آهي.

ٻي هنڌ فرمائي ٿو:

ڪيو خوار خود بيني توکي، پر سان نه تنهنجو پيچ پيو،
ڦاٿين دوئيءَ جي دام ۾، وحدت جو تو کان واس ويو.

”وحدت نامو“، جو سڄي انهيءَ هدايت سان پربل آهي، تنهن ۾ هڪ هنڌ فرمائي ٿو:

خام! خوديءَ جا خطرا عاشق ڪج عدم.

## ڪافي روپ پورب

لاهوتي سي لال، پاٿون جن پاسو ڪيو.
١- جوڳي نڪتا جڳ ڪون، ڇڏي جسم جنجال.
٢- ناڪا جالن ناٿهن ۾، کڙا نينهن نهال.
٣- آڏوتي اثبات جي، سر ڪيو ڪن مقال.
٤- هو وڃي پهتا مال کي، ماٿهن لئي ڪي محال.
٥- بيدل رهه بيراڳ ۾، پاڻ ڪنان پل خيال.

۾ محبت جي ميدان ۾، عاشق کي سر جو سانگو ڪرڻ نه جڳائي. جيئن ته

١- عاشق ٿئين تان سر ڏي، ناته ڪيم عشاقين اچ،
منصور واري موج مان، اچي رنگ رمزن جي رچ.
٢- سر ڏي اول سوره سکهو، پوءِ نينهن ۾ نروار ٿيءُ،
منصور وانگي سڪ منجهون، سر يار سوريءَ تي سچ.

فقير صاحب جو عشقيه شعر، ڪجهه تمثيلي آهي ۽ ڪجهه مجازي. تمثيلن ۾ جيتوڻيڪ هير رانجهو، عمر مارئي، سسئي پنهون، سمون ڪندري ۽ سهڻي ميهار آندا اٿس، پر اهي محض نالا. انهن سان ڪنهن جو به قصو يا ڪهاڻي پيش نه ڪئي اٿس. فقط چند واقعا ۽ چڱا انهن جي سوانح سان رچيا اٿس، جن ۾ حقيقي اوراوري اٿس. پر ان تي به ”همه اوست“ جو رنگ غالب آهي، سواءِ هڪ ڪافيءَ جي، جنهن ۾ گويا سهڻيءَ جو سمجهو داستان مختصر ۽ دلچسپ نموني ڏنو اٿس.

١- سرهي سنگ سمي جي کيو نوريءَ کي نور،
نسبت نمائيءَ کي، ڏکن کون کيو ڏور،
هلي منجهه حضور، مهائيءَ مان ٌ لڏو.

---

٢- ملير ئون مون ڏي مڪا، سرتين سنيها،
وساري ويهي رهن، قول ڪيئي کيها،
پرين پري ها، نہ تہ ويجها وسن ڪينکي.

---

٣- شاه رانجهن دي الٽي چال،
چاڪ سڏاوے وچ سيالے،
سرت رکهو تسي سيان.

(٤) ڪافي روپ جوڳ

---

دم دم دلبر ڪان، سڪ سهڻيءَ کي سيرَ گهڙڻ جي.

١- ميهر ڪارڻ سهڻي مستاني، سرکي پتائين صحيون سڃاڻي،
چاڻ ڏو رب جاڻي، ميخ لڳي هئس، مرڻ جيئڻ جي.

٢- لهس لڳن کي لهر مان آيس، ڏونهان دل ۾ درد ڏکايس،
برهہ ڏيکاريس پاڻ، سڪ وڃايس سرت سهڻ جي.

٣- روز ميهر لئي سير تري ٿي، ڪچ گهڙو ڪيون، گهيڙ گهڙي ٿي،
برهہ ٻوڙايس پاڻ، محب ڏني هس ڪا ٻيچ ملڻ جي.

٤- عشق ازلي جن کي آهي، ڪاڻ ڪنن جي تن کي ناهي،
عبدالقادر چاڻ، نام ڪنهين جي سرڪ ملڻ جي.

جيتوڻيڪ فقير صاحب پنهنجي زندگي گهٽي قدر عشق ورزي ۾ گذاري، تامر مجازي شعر تمام ٿورو چيو اٿس: ان ۾ بہ عاشق جي آه و زاري، انتظاري، بيقراري، مايوسي ۽ مبتلائي جا عام طور تي عشقيہ شاعرن جي شعر ۾ خصوصاً اردو ۽ فارسي شاعرن جي ڪلام ۾ نظر اچي ٿي، سا ڪانهي. نہ وري معشوق جي شڪايت ئي ڪئي اٿس. معشوق لاءِ هميشہ احترا لفظ استعمال ڪيا اٿس، جن مان سندس خلوص ۽ محبت جي گهرائي ظاهر آهي.

در تيڏے تے سهڻا سائين- روح اسانڈا وڪاڻا.

معشوق جي قدم قدم تان سر صدقو ڪرڻ، جان نثار ڪرڻ، هر عاشق جو شيوو رهيو آهي ۽ هر شاعر انهن تي بيان ڪندو آيو آهي. ۾ معشوق جي در تي عاشق

جي روح جو وڪاس، اتفاق سان ڪنهن جيو هوندو. بيدل جو روئي سخن، هميشه ذات باريءَ جي وحدانيت ڏانهن آهي، ۽ هر چيز کي انهيءَ ذات جو مظهر سمجهي، اُن ۾ اهڙو گم ٿيو وڃي جو 'حق موجود' ۽ 'سڀ موجود' ڪان مٿي چڙهي "اناالحق" جا نعرا هڻي ٿو: وٽس عاشق ۽ معشوق جو تعلق جسماني نه آهي، پر ذهني ۽ روحاني آهي. جيڪڏهن اسان کي خبر نه هجي ها ته سندس معشوق مرد هئا، ته سندس ڪلام مان جنسيت جو پتو پوڻ مشڪل هو.

دنيا ۾ شاعر پنهنجي پنهنجي منصب ۽ منزلت آهر، انسان ذات کي پنهنجي شعر جي ذريعي سکيا ڏين ٿا. شايد اهوئي سبب هو، جو چيو ويو: "شاعري جزويست از پيغمبري". شاهه صاحب به فرمايو آهي:

جي تون بيت ڀانئين، سي آيتون آهين،
نيو من لائين، پريان سندي پار ڏي.

**بيدل** به پنهنجي انداز ۾ پند ۽ نصيحت ڪئي آهي. هر شخص کي ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهه ۽ اهنڪار کي پنهنجي قبضي ۾ ڪرڻ جي هدايت ڪئي اٿس.

## ڪافي

جالي ساڌو ۾ سنسار، جيوين مسافر واٽ واهو،
١- ڪام، ڪروڌ ۽ موهه وڃايو، آديسيءَ اهنڪار،
٢- سنت چڙهي سڪ، ڪنهون ڏڪن جو سر تي ڀاري ڀار،
٣- ڪري اپياس چڙهي آڪاسين، ڀانڪو ڀي اختيار،
٤- من هسوار پون جو گهوڙو، ڪري گگن گذار،
٥- **بيدل** عاشق انهيءَ پڳت جي، سرت رکيج سڀ ڀار.

---

١- وحدت دے وچ يار يگانا، وهم دوئي دا ڳالين

---

٢- **بيدل** چڏ نه هئون، وحدت جو ڪر واڀار،
سالڪ اٿي هي خيال سجايو!

---

٣- ڪيو خوار خود بينيءَ توکي، پير سان نه تنهنجو پيچ پيو،
ڦاٿين دوئيءَ جي دام ۾، وحدت جو توکون واس ويو

---

٤- اها پيد ڪي پاءِ، ڏوهان دا پيد تو پايا،

---

٥- اها حياتي اٿئي خزانو، دم دم تنهن جو ڏر يگانو،
پاور ڪر تون ٿي مردانو، وحدت جو ڪر يار واپارا

بيدل جيڪو سنڌي ۽ سرائڪيءَ ۾ ڪلام چيو آهي، سو موزون به آهي ۽ غير موزون به. "وحدت نامو" دوهن جي صورت ۾ آهي ۽ "سرود نامہ" ۾ ڪافيون آهن، ۽ انهن مان ڪن جي ظاهري صورت پارسي غزل جهڙي آهي، تنهنڪري انهن کي موزون سڏي سگهجي ٿو: مثلاً، اهي ڪافيون، جن جا مطلع هيٺ ڏجن ٿا:

١- عشق جو بارو درازن ۾ عجب اسرار هو

---

٢- هر طرف ساجن وسي، هسني چڙي هشيار ٿي

---

٣- معنيٰ وجودي ڪر سهي، آهين سدا موجود تون

---

٤- سمجهه رک سالڪ سچا، ڏس هو بهو محبوب آهه

---

٥- خمر ڪنهن خاصي خماريا، سالڪن ڪيا سر فدا

---

٦- ڪري سينگار صورت جو، اچي سڀ ۾ سمايا مي

---

٧- دعوا دو رنگي جي سٽي، وحدت ڏي چت جو چاه ڪر

ازانسواءِ، شعر جي هر ڪنهن صنف ۾ ڪجهه ڪري طبع آزمائي ڪئي اٿس. اهڙو مثال سنڌ جي صوفي شاعرن ۾ ڪو ڇڏو لڀندو.

دل جي جذبات کي ڪنهن سهڻي ۽ مؤثر نموني ۾ ظاهر ڪرڻ کي شاعري چئبي ٿو. اهڙيءَ حالت ۾، علم عروض جي قاعدن جي پابندي مشڪل ٿي پوي ٿي. انهيءَ مد نظر تي مولانا رومي‌ءَ فرمايو ته "من ندانم فاعلاتن فاعلات - شعر مي گويم به از آب حيات". ۽ فقير صاحب جو حوصلو اهڙو بلند هو، جو ڪڏهن به اهڙي دعوا نه ڪئي اٿس.

بيدل انهيءَ زماني جو شاعر آهي، جڏهن اردو زبان؛ سنسڪرت، عربي ۽ فارسي جي تَهَ تي ڏاڻي، ۽ ٿوري ئي عرصي اندر، منجهس اهڙي واڌ ٿي، جو ١٨٢٥ع ۾ دفتري ٻوليءَ بڻجڻ جو شرف حاصل ٿيس. سنڌ جي هن همه گير شاعر جي دل گوارا نه ڪيو ته ڪيس نظرانداز ڪري: تنهنڪري جيئن عربي، فارسي، سرائڪي ۽ سنڌيءَ ۾ شعر چوندو هو، تيئن هن ۾ به طبع آزمائي ڪيائين. غائر نظر سان ڏسبو ته جيڪي لفظ اردو جي "پهرين شاعر، "ولي" دکني جي شعر ۾ موجود آهن، سي ئي سندس شعر ۾ ڏسبا. مثلاً:

(۱) جب سون زاهد نے سني اس رخ پر نور کي بات،
بھل گئي اس سين ترے شوق سون سب حور کي بات. (بيدل)

بي وفائي نہ کر خدا سون ڈر،
جگ سنهائي نہ کر خدا سون ڈر،
آرسي ديکھ کر نهو مغرور،
خود نمائي نہ کر، خدا سون ڈر. (ولي)

دوئي کے وهم سين بيدل تيرا دل گر هوا فارغ،
ظهورا ذات مطلق کا، جهان چاهين وهان هوگا. (بيدل)

رکهتا هے کيون جفا کو مجھ پر روا اے ظالم،
محشر ميـن تجھ سين آخـر، ميرا حساب هوگا. (ولي)

اردو جي انهيءَ دور جي ٻئي شاعر، شاهه مبارڪ "آبرو"، جي ڪلام ۾ به اهي لفظ ڪثرت سان مِلن ٿا:

نين سين نين جب ملائے گيا،
دل کے اندر ميرے سمائے گيا. (آبرو)

بوليءَ ۽ لفظن جي لحاظ کان بيدل جو مقابلو اردوءَ جي ابتدائي دور جي شاعرن سان ڪري سگهجي ٿو. پر مضمون آفريني، تخيل جي بلند پروازي اهڙي ئي آهي، جهڙي سنڌي يا سرائڪي ۾. گويا ڪِس خيال جي اظهار ڪرڻ ۾ ڪنهن به قسم جي اٽڪ نہ ٿي آهي. انهيءَ حالت ۾، ڪِس آسانيءَ سان، اردو جي چوٿين دور جي شاعرن سان شمار ڪري سگهجي ٿو. سندس ڪلام سندس زندگيءَ جو آئينو آهي، ۽ مذهب ۽ تصوف جو رنگ غالب اٿس. فلسفيانہ رنگ ۾ انسان جي حقيقت تي روشني وجهي ٿو:

نهين بندہ حقيقت مين سمجھ اسرار معنيٰ کا،
خودي کا وهم برهم زن ہجهے بيخود خدائي کر.

مرزا غالب، جو هندستان ۾ سندس همعصر شاعر هو، تنهن لڳ ڀڳ اهڙو خيال آندو آهي:

نہ تها جب تو خدا تها، کچھ نہ هوتا تو خدا هوتا،
ڈبويا مجھ کو هونے نے، نہ هوتا مين تو کيا هوتا.

سندس ڪلام مان چند غزل نموني طور ٻهاڙيءَ جو ڏنل آهن.

بيدل نہ فقط سنڌي، سرائڪي، اردو، فارسي ۽ عربي ۾ شعر چيو آهي، پر انهن پنجني کي گڏي پنج آتشو مخمس لکيو اٿس، جنهن جو نظير ملڻ مشڪل آهي.

ان مخمس جي هرهڪ بند جي هرهڪ مصرع، جدا ٻوليءَ ۾ آهي: يعني پنج مصرعون پنجن ٻولين ۾ آهن. (١) عربي (٢) فارسي (٣) سرائڪي، (٤) اردو ۽ (٥) سنڌي.
ان مان هڪ بند نموني طور ڏجي ٿو:

ليس في الدارين إلا هو، هو الحق المبين (عربي)
اوست جسم و اوست جان و اوست افلاک و زمين (پارسي)
وه هے روح الله سربر هے، وه هي روح الامين (اردو)
هرطرف اسدا تماشہ کيا مغ و کيا اهل دين (سرائڪي)
سڀ صفت ۾ ڪيو ظهورو يار جانيءَ دلربا (سنڌي)

اهڙي ترتيب هرهڪ بند ۾ آهي.

---

## بيدل جي ڪلام تي مقلدن جو اثر

بيدل جي ڪلام گهڻ ڪرڻ جي خيال سان تقريباً سڄيءَ سنڌ جو دورو ڪرڻو پيو. هڪ ڀيري رانيپور ۾ وڃڻ ٿيو ۽ مولوي محمد صادق صاحب، ساڪن رانيپور، سان ملاقات ٿي. دوران گفتگو ۾، مولوي صاحب کان معلوم ٿيو ته بيدل فقير، سچل فقير جي خدمت ۾ آيو، ۽ سچل فقير سندس وات ۾ پنهنجي ٻر جي ڳاڙهي وجهي، فرمايو ته "اسان هن ۾ حلول ٿي وياسين". ڪي صاحب وري انهيءَ راءِ جا آهن، ته فقير صاحب ۽ سچل فقير جي ملاقات ڪانه ٿي آهي. ٻر جنهن صورت ۾ سچل فقير بيدل فقير جي زندگيءَ ۾ وصال ڪيو آهي، تنهن صورت ۾ ممڪن آهي ته پاڻ ۾ مليا هجن. حقيقت ڪيڏي به هجي، ٻر ٻنهي بزرگن جي ڪلام پڙهڻ کان پوءِ، خيالات، مضمون، ٻولي ۽ نوع جي لحاظ کان چئي سگهجي ٿو ته بيدل جيڪڏهن ڪانئس روبرو فيض نه ورتو آهي، تڏهن به سندس ڪلام ضرور پڙهيو ۽ ٻڌو آهي، ۽ ان کان اثر بقدر متاثر ٿيو آهي، جو ان جو اتباع ڪيو اٿس. مثلاً:

(١) عشق عطا الاهي ملندا نهين ڪوئي ڪسب ڪماوڻ دا (سچل)
عشق عطا الاهي هے برهه نه چيز بهائي هے (بيدل)
(٢) آهيان آءٌ اسرار جيڏيون مون ڪـي ڪير پانيو ٿيون (سچل)
آءٌ آهيان اسرار عالم ليکي آدمي (بيدل)
سر سبحاني آهيان صورت ڪيل ڪلايان (بيدل)
آهيان اسرار عجائب ٿي آيس انسان (بيدل)
(٣) نوري ناري ناهيان آهيان رب جبار (سچل)
ناهي ٻولي ناٿهن ڪا نور آهيان نروار (بيدل)
(٤) مرشد ماڻهون لڳ چيو تون سچو آهين سردار (سچل)
بيدل بندو ناهه تون آڻ اهو اعتبار (بيدل)
بيدل بندو ناهه تون هرگز چو تو ڪوڙ ڪمائين (بيدل)
(٥) صورت سڀ سلطان پاڻ ڏسڻ آيو پنهنجو تماشو (سچل)
عشقون آيو صورت وٺي ۾ سهڻو (بيدل)
(٦) ڪاٿي ٻني ٻونيون ڪاٿين پڙهي قرآن (سچل)
ڪاٿي هندو ڪاٿي مومن اهو رکيائين رابو (بيدل)
ڪاٿي هندن واري هلچل ڪاٿي مومن چائين (بيدل)
(٧) عاشق هوون تا سر ڏيون سودا ڪرين جي يار دا (سچل)
عاشق ٿئين تان سر ڏي نا ته ڪيم عشاقين اچيج (بيدل)

سچل فقير سي حرفيون چيون آهن، کي هڪ مصرع واريون، کي ٻن واريون، ۽ کي ٽن ۽ چئن واريون. بيدل ب سواءِ هڪ مصرع واريءَ جي ٻن سٽن جون چيون آهن. ازانسواءِ، ڪني ڪني ته مضمون ب لڳ ڀڳ هڪجهڙو آهي. مثال:

(١) غ- غمزه رمزان يار ميڏے ديان، ديکھ جو وتدا چائي،
جتھان کتھان حاضر ناظر، آپ کھڙا رنگ لائي،
"وھو معکم اينما کنتم"، جانڑ کيتس جائي. (سچل)

ع- علوم مذاهب دے ست، سبق سلوک دا پڙھنا،
جتھان کتھان رانجھن وسندا، کامل ويسھ کرنا،
"وهُوَ مَعَكُم اَيْنَمَا كُنْتُم" هکو حرف پکڙنا، ٻول نه مڙنا. (بيدل)

(٢) ط- طبل وڄائين وحدت والا، غازي ڇوڙ گدائي،
هيڏي هوڏي تون هي هووين، وت کيھي جاه جدائي،
"الانسان سِرّي وانا سره" هے نسي خاص خدائي.

غ- غرق تهي غيب مين ويکھين، غائب حاضر تون هين،
سر حقيقت، شکل شريعت، باطن ظاهر تون هين،
"الانسان سري وانا سره"، سارائي سر تون هين؛
هر گھر تون هين. (بيدل)

(٣) د- دلير کرين دل اتھان، ست يقين نه تهيوين،
لوڙين شک شبه سبھوئي، تان وت پيالا پيوين،
"مُوتُو قَبْلَ اَنْ تَمُوتُوا" وچ جيوڻ مر جيوين. (سچل)

هه- هوس دے نال کڏاهان، هرگز حق نه تهيوے،
سوز گداز دا ذوق ميسر، ڳالهين نال نه تهيوے،
"مُوتُو قَبْلَ المَوت" سٽي جو، محبت وچ مريوے،
سو مر جيوے (بيدل)

بيدل تي شاه صاحب جو ب اثر پيل ڏسجي ٿو. بيدل نه فقط شاه صاحب وانگر تمثيلي شعر چيو آهي، پر ان جو تتبع ب کيو اٿس. مثال:

١- چاهڪ چري، تار تري، آيون مٿي آر،
ڪوڙين ڪر ڪنڌيون، سٽي سڌ ڏرار،
مينهون ساڻ ميهار، پرچي پار لنگهنديون.

٢- چاهڪ چري، تار تري، آيون مٿي پٽ،
لڙ لنگهنديون ليٽ، هتلمي جي قرار ٿيان.

٣- چاهڪ چري، تار تري، آيون مٿي ڪن،
ڪوڙين ڪر ڪنديون، ساهڙ جي سمن،
ميهون ساڻ امن، ٻرچي ٻار لنگهنديون.
٤- چاهڪ چري، تار تري، آيون مٿي ڪوهه،
مٿي سڌ ساهڙ جو، راضي ٿيندا روح،
ميهون سڻ صبوح، ٻرچي ٻار لنگهنديون. (شاهه)

اها شاهه صاحب جي خصوصيت آهي جو مصرع جو ٻهريون اڌ ساڳيو رکي، ٻي اڌ ۾ لفظن جي ڦير گهير ڪري، قافيه مٽائيندو، پنهنجي مطلب کي وڌيڪ وضاحت سان بيان ڪندو ۽ ذهن نشين ڪندو رهي ٿو. اهڙيءَ طرح، بيدل به ڪندو آيو آهي:

(١) هستيءَ کي "همه اوست" ۾، ڪيو گم جنين،
ڏٺو ترت تنين، اکين شعاع شهود جو.
(٢) هستيءَ کي "همه اوست" ۾، جنين گم ڪيو،
تنين ترت پيو، آ چوڙو اثبات جو.
(٣) هستي کي "همه اوست" ۾، جنين ڪيو گم،
تنين تي آگم، اچي ٿيو اثبات جو.
(٤) هستيءَ کي "همه اوست" ۾، جنين ڪيو فاني،
تنين تي عياني، اچي ٿي اثبات جي.
(٥) هستيءَ کي "همه اوست" ۾، ڪيو جن فنا،
چيو تن انا، حالت ۾ حلاج جي.

ازانسواءِ معنوي لحاظ کان به شعر اثر پيل ٿو ڀانئجي. مثلاً:

(١) پاڻهين پسي پاڻ کي، پاڻهي محبوب،
پاڻهي خلقي خوب، پاڻهي طالب تن جو. (شاهه)
پاڻ پنهون تون آهين، ڪيچ وڃين ڇو ڪاهين. (بيدل)

(٢) سرت تنهنجي هنج ۾، ڇڄين ڪوهه پرياڻ،
"وَنَحْنُ اَقْرَبُ اِلَيْهِ مِنْ حَبْلِ الْوَرِيْد"، تنهنجو توهي پاڻ،
پنهنجو آهي پاڻ، اڌو عجيبن جي. (شاهه)

پنهون نا پري، ويجهو وسي سهڻين،
"ونحن اقرب اليه من حبل الوريد"، غافل تو گهري،
جي ڪو ڏيان ڌري، ته ڪوهيارو قريب آهه. (بيدل)

ساهڙ ويجهو سهڻيءَ ڀرين ناهه پري،
جنهن ريءَ ڪين ..ري، ساعت هڪڙي ساهه جي. (بيدل)

(٣) جو وجين ولڪار، هت نہ ڳولين هوت کي،
لڪو ڪونہ لطيف چئي، ٻاروچو ٻئي پار،
نائي نين نهار، تہ ٻہ ديرو دوست جو. (شاهہ)

تو ٻہ آ ديرو دوست جو، چا ڪان وجين ولڪار ميان،
سن من عرف هاديءَ انو، شہ حيدر ڪرار ميان. (بيدل)

ڪن فارسي شاعرن جو بہ ٻيو اثر ڏسجي ٿو. مولانا رومي انسان جي دل
کي خدا جو گذرگاهہ سڏي ٿو:

ڪعبہ بنگاهہ خليل آذر است، دل گذرگاهہ جليل اڪبر است. (رومي)

سگل اروپ اوتار اسيدا، ڪيا آهي ڪيا خاڪي. (بيدل)

مولانا رومي عشق جي تعريف ڪندي، کيس افلاطون ۽ جالينوس سڏي ٿو.
۽ کيس هر مرض ۽ هر خاميءَ جو طبيب سمجهي ٿو:

شاد باش اي عشق خوش سوداي ما،
اي طبيب جملہ علت هاي ما،
اي دواي نخوت و ناموس ما،
اي تو افلاطون و جالينوس ما. (رومي)

عشق هي پير پيغمبر ميڏا، عشق هي هادي رهبر ميڏا،
عشق هي حيدر صفدر ميڏا، عشق هي ميڏي پشت پناهہ. (بيدل)

ٻئي هنڌ بيدل فرمائي ٿو:

خاڪ وچون اڪسير بنيا، جڏا چڻنگ ٻئي وچ چولي.

مولانا رومي هر عشق جي حالت ۾، معشوق کي ظاهري صورت کان ٻئي
سمجهي ٿو:

آنچہ معشوق است صورت نيست آن
خواه عشق اين جهان خواه آن جهان. (رومي)

مکهہ ماهي دا نور تجلي- صورت حسن حقاني. (بيدل)

انهيءَ کان سواءِ، سمجهجي ٿو تہ فقير صاحب ٻين پارسي شاعرن جي ڪلام جو
بہ چڱو مطالع ڪيو آهي، جنهن جا هيٺين چند مثالن مان معلوم ٿيندو:

(١) آسمان بار امانت نتوانست ڪشيد، قرعہ فال بنام من ديوانہ زدند. (حافظ)

بار برہ دا باري جو چاتا، عرش ملڪ افلاڪ نہ چاتا
عاشق سارا سر تي الايا (بيدل)

(٢) متاب از عشق رو گرچه مجازي است،
که از بهر حقيقت كارسازي است. (جامي)
سونهان راز حقيقت دا هے- لاشک عشق مجاز، (بيدل)
بيدل عشق کي عار نہ جائج- ڈيندہ مرد ميار. (بيدل)

(٣) خسروا در عشقبازي، کم ز هندوزن مباش،
کز براي مرده سوزد، زنده جان خويش را. (خسرو)
هندو زال کان هيٺ نہ ٿي جي طالب آهين تکرار،
ماٺ کري پتوءِ مچ ۾، عاشق ڇڏ اختيار. (بيدل)

(٤) من نمي گويم "انا الحق"، يار مي گويد بگو.
من خدا عطار نے آکهيا- اهيندا آها آواز، (بيدل)
آپ آکهيندا يار "آنَ الحَق"، سولي چڙهه سرباز. (بيدل)

بيدل جي اردو کلام بنسبت اڳيئي ڄاڻايو ويو آهي تہ سندس کلام ۾ اهي لفظ استعمال ٿيل آهن، جي ابتدائين دور جي شاعرن، جهڙوڪ "ولي" دکني، ۽ "مبارک آرزو" کم آندا آهن. قاضي پيرمحمد جي خاندان ۾ "ديوان ولي دکني" قلمي نسخو موجود هو، جو سون ۾ ڍلو هو، پر هينئر انهن وٽان هيٺ مٿي ٿي ويو آهي.

سندس فارسي کلام تي مير جان محمد شاهه متخلص بہ "مير"، مير جان الله شاهه متخلص بہ "عاشق"، ۽ مولانا روميءَ جو اثر پيل آهي، ۽ انهن جو گهڻو ڪري تتبع ڪيو اٿس. مثال لاءِ فقط هڪ هڪ غزل ڏجي ٿو:

## غزل

سيد جان محمد شاهه متخلص بہ "مير"

الاهي جوش طوفان بخش چشم اشكبارم را،
سحاب دجله افشان کن رگ ابر بهارم را.
بہ روز نشئه صاف محبت روبہ افروزي،
بہ خون شعلہ سرسبز گردان کشتزارم را.
خشونتهاي نفسم را بہ لطف خويش پردازي،
چمن پيراي گلزار تجلي ساز خارم را.
دلم در سينه از شوق دم تيغ تو مي رقصد،
ز گل صد بار رنگين تر كني مشت غبارم را.
بہ مشتاقان مروت از نگاهي مي توان کردن،
بيک پيمانہ مي دفع کن رنج خمارم را.

ز سائل روي گردانيدن آئين كرم نبود،
گلستان كن به داغ عشق چشم (۱) خاكسارم را.
غلام همت عشقم كه هر دم دهر گرداند،
طراز چنگل شهباز كبك كوهسارم را.

## غزل

سيد جان‌الله شاه متخلف به "عاشق"

الاهي موج طوفان بخش اشك ديد گريان را،
سحاب آسا بر افشان كن مدام چشم گريان را.
تلطف خويش تائم كن براي درد مندان عشق،
ز ابر رحمت سر سبز گردان جان بريان را.
خيالات وجودم را همه منسوخ گرداني،
بكن گلزار نوراني تجلي طور طريان را.
خزان را ره مده در دل به مشتاقان ديدارت،
بهاري كن ز غنچه گل به پوشان جسم عريان را.
نقاب از روئي خود بردار بنما جلوهٔ حسنت،
معطر كن دماغ من زبوي عشق سريان را.
ز بيرحمي به سائل ديدن آئين كرم نبود،
بده ساغر ز مي احمر بنوشان ديده تريان را.
عجائب عشق همت داد عاشق را درين منزل،
بزير حكم خود آورد جن و انس و پريان را.

## غزل

فقير عبدالقادر بيدل متخلف به "طالب"

الاهي موج وحدت بخش درياي خيالم را،
به بحر حال گم گردان حباب قيل و قالم را.
ازان نزهت گه قدسي چو اين مرغ آشيان برداشت،
بدو زد ناوك حادث دمادم پر و بالم را.
اگرچه زنده ام ليكن بصد شرمندگي مرهون،
بدست مرحمت بكشاي نو بند انفعالم را.
انيس خلوت رندان نباشد جز مي و ساقي،
فرست اين هر دو را باري اجابت ده سوالم را.

---

۱- جسم

ازالهٔ شورش هستي، بود آسايش طالب،
به جمع نيستي جاده، دل وحشت مالم را.
اقامت ديو بر تخت سليماني نمي زيبد،
مکن قائم مقام روح نفس بد سگالم را.
انا الله هست گل بانگ يقين دروادئ ايمن،
چراغ افروز بزم موسوي ساز اشتعالم را.
اديم صحن ناسوتي ندارد وسعت ميدان،
بجهان در عرصهٔ جبروت شبديز جلالم را.
امور علوي وسفلي ز لطفت مي شود نافذ،
نفاذ يسر لطفي کن چنين امر محالم را.
انيت را به اثبات هويت نفي گردان،
مبدل کن به توفيق سعادت خود و بالم را.
الهٰي هست طالب راز مستي دور ميدارد،
به صهباي عدم لبريز کن پيمان حالم را.

مولانا رومي عشق جي تعريف مثنويءَ ۾ جا بجا ڪئي آهي. مير جان محمد شاه "مير" به عشق جي تعريف ۾ هڪ غزل لکيو آهي، جنهن جو مطلع آهي:

راز پنهانم عيان از چشم گريان کرد عشق،
سينهٔ ريش مرا آخر نمکدان کرد عشق.

بيدل به اهڙيءَ طرح هڪ غزل لکيو آهي:

## غزل

مي رسد هردم بگوش جان من پيغام عشق،
کای فلان گر ترک جان سازي بنوشي جام عشق.
گوش بي گوشي کشا، تابشنوي بانگ الست،
ورنه سامع عقل نبود مهبط الهام عشق.
بي سروپا مي دود در واديءِ پهناي وجد،
هر که او بستهٔ ز ميقات ازل احرام عشق.
نيکنامي اختيارم نيست معذورم بدار،
پند ناصح کے پذيرد آنکه شد بدنام عشق.

شاديء جاويد مضمر در غم عشق است و بس،
شو اگر آزادگی خواهی اسیر دام عشق.

حمل عقلی نگردد بر بلیسی فتحیاب،
دیو هستی را سر اندازی کند صمصام عشق.

پشت پازن بر تنعم فانی دنیای دون،
چون شدی بیدل مصاحب زمره کرام عشق.

مثال تمام گهڻا آهن، پر طوالت جي خوف کان انون تي اکتفا ڪجي ٿي.

---

## تصنيف و تاليف

فقير صاحب متضاد خوبين جو مالڪ هو. جيڪڏهن هو عاشق هو ته ساڳئي وقت هڪ زبردست عالم به هو. هڪ طرف محبت ۾ مستانو هو ته ٻئي طرف شرعي علم ۽ فقه ۾ فرزانو هو. صوفي هو پر شريعت جي حڪمن جو پورو پورو پابند هو، شاعر به هو ۽ نثرنويس به. سندس سوانح حيات جي مطالعي ڪان پوءِ تصور به مشڪل ٿي پوي ٿو ته هن بزرگ ڪيئن عشقيه زندگي گذاريندي علم طب، انشا پردازي، علم فقه ۽ تصوف جي نُڪتن ۽ دقيق مسئلن بابت ڪتاب لکيا هوندا. وري سڀ ڪتاب انهيءَ زماني ۾ لکيل آهن، جڏهن سندس نظارو قاضي پيرمحمد تي هوندو هو. سندس البيلايون، الغرضايون، ناز ۽ شوخيون سهندي پاڻ تي ايڏو تبضو ڪيو اٿس ۽ ايترو وقت بچايو اٿس، جو ويهارو مستند ڪتاب گهٽ ڪري فارسي ۽ عربي نظم ۽ نثر ۾ لکيا اٿس. فقط ٻه ڪتاب آهن جي سنڌيءَ ۽ سرائڪيءَ ۾ آهن، هڪ "وحدت نامو"، ٻيو "سرود نامو" جو سنڌي ۽ سرائڪي ڪافين، بيتن، ڏوهيڙن ۽ سيحرفين جو مجموعو آهي. ازانسواءِ ٽي پيا ڪتاب لکيا اٿس، جن جو سنڌيءَ سان البت واسطو ٿي سگهي ٿو، جن مان نموني طور ٽڪرا ڏجن ٿا:

"پنج گنج" نالي هڪ ڪتاب مشهور آهي جو امير خسرو دهلويءَ جي تصنيف آهي، جنهن ۾ امير خسرو پنهنجي علميت جو ڪمال ڏيکاريو آهي. سندس ڪتاب جو هڪ صفحو نموني طور پيش ڪجي ٿو:

معلوم ٿيندو ته جيئي اين نمبر لڳل خانن مان، هرهڪ کي جدا جدا هيٺ پڙهبو ته جدا جدا بحر ۾ ڳالهه نڪرندي، ۽ علحدو مطلب نڪرو. وري جيئي کي گڏي ڪتابي نموني پڙهبو، ته پنجين ڳالهه نثر ۾ نظر ايندي. ٻه لفظن جو انتخاب، بندش، ربط ۽ سلسلو اهڙو رکيل آهي جو ڳالهين جو به سلسلو باقاعدي قائم آهي ۽ گرامر جي به غلطي ڪانهي. اهو پنهنجي نموني جو شايد پهريون ۽ پويون ڪتاب آهي.

بيدل به هڪ ڪتاب "پنج گنج" نالي سان لکيو آهي. هن ۾ چاليهه باب رکيا اٿس، ۽ هرهڪ کي نالو ڏنو اٿس "درجو"؛ هرهڪ درجي ۾ پهريائين قرآن شريف جي آيت ڏني، ان جي مطابق نمبروار حديث مولانا روميءَ جا بيت، شاهه صاحب جو بيت ۽ هڪ هدايت پوري پارسيءَ ۾ آڪالي ڏني اٿس. گويا قرآن شريف جي تفسير ڪيو اٿس. شروع ٿو ڪري:

اَلْحَمْدُ وَالثَّنَاءُ لِمَنْ حَجِيبَ الذَّاتِ بِصِفَاتِ الْكَمَالِ وَصِفَاتِ بِالْاَسْمَاءِ الْمِثَالِ وَالْاَسْمَاءِ يَظْهَرُ الْاَفْعَالِ وَالصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ

# پنج گنج خسروی

بسم اللہ الرحمن الرحیم

چوں این سطور را مسلسل خوانند عبارت نثر که اکثر جا با نمکینی محاورات آراسته شده متضمن بیک فسانهٔ دلکش پیدا می شود.

| پیدا می شود. | متضمن بیک فسانهٔ دلکش | آراسته شده | که اکثر جا با نمکینی محاورات | عبارتِ نثر | سطور را مسلسل خوانند | چوں این |
| --- | --- | --- | --- | --- | --- | --- |
| همچو گل این درکہ غواص گفت | را بُدکان معرفت غنچہ ساخته و بسانِ غفلت انگیز درخیالہائے تاکنم ....... نو آئین مرسل که جان بمژدهٔ دیدار که بالمشافہ بردل کج نظر بیخبراں زدل جوشش کند ولوله پس | عاشقی شُد چوں بفسانهٔ دل سوخت. | مبصرِ حقیقی که زجاجه حقیقت داده سر بجیبِ خاموشی برگ ریز و رائے داشته رازِ جدائی گلہائے نعت نثار روضه و بر طپیدگی دل سوخته معنی بدلِ اہلِ یقیناں دیباچه بود | نقاد جواهرِ معانی | ذرِّ غررِ صفات به وشعرِ روشن تاب رنگ دوی صوری راز گلشن انداخته بیت درتنِ خسته ا | چُنیں گویند دانایانِ پُرفن |
| سلسلهٔ گوہرایں نظم | | این چنیں نارِ محبت افروخت | | زیں گونہ نمود دُرّ فشانی. | بروزِ ایام × × × وگونہ گماں مارا بمعمورهٔ عین الیقین راه احتیاج علاج شافی فرمود قطعه از حرص زرا | زتاریخ جہاں بر قدرِ اُمکن. |
| | | کاندرآں عصر | | | | |

عَلَىٰ مَنْ قَادَ الْوَاقِفِيْنَ اِلَى الْمَلَكُوْتِ وَ الْوَاصِفِيْنَ اِلَى الْجَبَرُوْتِ - وَالْعَارِفِيْنَ اِلَى اللَّاهُوْتِ وَ عَلَىٰ آلِهِ الْعِظَامِ وَ اَصْحَابِ الْكِرَامِ اِلَىٰ يَوْمِ الْقِيَامِ -

اما بعد سپاس بي قياس درگاه ايزدي و درود نامحدود بارگاه احمدي اين رساله است مشتمل برچهل درجات و هر درجه متضمن برخمسه تعينات - تعين اول به تسطير فحواي تصديق انتماي آيت شريف محلا و تعين ثاني به تحرير مضمون صداقت مشحون حديث مبارک مجلّلا و تعين ثالث بترقيم ابيات فيض آيات مثنوي معنوي معلا و تعين چهارم به تبيين کلام وجد آگين خلاصه مضامين يکتائي يعني بيت سندهي از رساله حضرت شاه صاحب بهٽائي قدس سره مبين و تعين خامس به تعين حکايت منحصر بر ترغيب راه هدايت معين پس بحسب تعداد تعينات وي را به پنج گنج مسمي ساختم و بقدر قوت استعداد مرکب اجتهاد در عرصه تاليفش تاختم - فا لله هوالمستعان و عليه التکلان و منه البداية و اليه النهاية **درجه يکم** در مذمت قال و تحريص حال **آيت** قال الله تعاليٰ جل جلاله و عم نواله و من الناس من يقول آمنا با لله و باليوم الاخر و ماهم بمومنين **حديث** عن المهاجر بن حبيب قال قال رسول الله صلي الله عليه و آله وسلم قال الله تعاليٰ اني لست کل کلام الحکيم اتقبل و لکيني اتقبل همه و هواه فان کان همه و هواه في طاعتي جعلت صمته حمدالي و قارا ان يتکلم (رواه الدارمي).

**مثنوي** - ما درون را بنگريم و حال - ما برون را ننگريم وقال را،
آتشي ازعشق درجان برفروز - سربسر فکر عبادت را بسوز.

**بيت** - عاشق ائين نه هون، جئن تون سجي انگرين،
سنهن پاسو موڙ ۾، راتيان ڏينهان رون،
ڪنهن کي ڪين چون، ته اسين عاشق آهيون.

**حکايت**: در شرح کلام قدسي مسطور است، که بوالهوسي بادشاهي را بضيافت طلبيد. مکان بيروني ضيافت خانه بجاروب بصفا نمود و طريق را از خس وخاشاک پاک گردانيد؛ اما جائيکه بهر جلوس خسروانه معين شده بود همچنان پر غبار و کدورت گذاشته، چون مقدم شاهنشهي سايه دولت بران و برانه افگند، مقام ناپاک مطبوع طبع پاکيزه اش نگرديد، جميع خدمات بيرون او بجهت ناپاکي منزل درون مکروه پنداشته باز گرديد.

سنڌس ٻيو ڪتاب آهي "تقويت القلوب في تذکرة المحبوب". هي ڪتاب پارسيءَ ۾ آهي. منجهس عاشقن ۽ سالڪن لاءِ هدايت جو ڪافي ذخيرو موجود آهي.

قرآن شريف جي آيتن، حديثن، بزرگن جي قولن، ۽ شاعرن جي بيتن سان ڀرپور آهي، منجهانس هڪ ٻه ذڪر پيش ڪجي ٿو:

آيت - ولم يلبسوا ايمانهم بظلم اولئک لهم الامن وهم مهتدون.

مراد از ايمان نفيء خطرات جسماني، و اثبات صفات روحاني، و ظلم کنايه از پندار ناهموار نفساني، يعني آنانکه خيالات هستيء موهوم حيواني را نفي کرده، باثبات حقيقت انساني رسيده اند در دارالسرور در قرب حضور در مهد امان وحدو عرفان آرميده اند مثنوي:

عارفان زانند دائم آمنون - که گذر کردند از درياي خون،
رفت در صحراي بيچون جان شان - روح شان آسوده و ابدانِ شان
در گلستان عدم چون بيخودي است - سکر ز استغراق لطف ايزدي است.

مولوي "جامي" مي فرمايد: نظم:

نبودي و زياني زان نبودت - مباش امروز هم کاين است سودت.

"عزيزي" مي فرمايد:

خواب عدم کجا است که آسوده دل شويم - فارغ ز پاسبانيء اين مشت گل شويم.

شاهه صاحب مي فرمائي:

ڳوريون ڀاسي ڳوٺ، هورن هاڙهو لنگهيو،
ڪيچ تني کي ڪوٺ، ڪين جني جي ڪچ ۾.
ڪين ڪري ڪچ ۾، تي جريدي جوهه،
هوند جني سان هوهه، هوت نه هوندو تن سان.

در "فتوح الغيب" مسطور است که سلطان العارفين، مولانا بايزيد بسطامي قدس الله سره، فرموده اند که وقتي محبوبِ حقيقي را بخواب ديدم و سوال کردم، که وصول من بجناب تو چگونه صورت بندد فرمود که دع نفسک و تعال.

"سعدي" مي فرمايد: نظم:

که تا باخودي در خدا را نيست - و زين نکته جز بيخود آگاه نيست.

حديث: نجي المخففون هلک المثقلون.

"حافظ" صاحب مي فرمايد: نظم:

از زبانِ سوسن اين آوازه ام آمد بگوش،
کاندرين دير کهن کارِ سبکباران خوش است.

مولوي "جامي" مي فرمايد: نظم:

بيا جامي ز بود خود بپرهيز- ز پندار وجود خود بپرهيز.
گرت فخري و ننگي هست از تست- و رت بوئي و رنگي هست از تست.
مصفا شوز مهرو كينهٔ خويش- مصقل كن رخ آئينهٔ خويش.
بود نور جمال شاهد غيب- بتا بد چون كليم الهت از جيب.
شود چشم دلت روشن بدان نور- نماند سر جانان برتو مستور.

سعدي فرمايد:

سعدي حجاب نيست تو آئينهٔ صاف دار،
زنگار خورده كي بنمايد جمال دوست.

سلوڪ: سجا سڪنا ڪوئي نهين، هے هر دے اندر لعل،
مورک گنڍ کولتا نهين، ڪرميا پيا ڪنگال.

مثنوي:

آئينهٔ جانت چرا غماز نيست- زانكه زنگار از رخش ممتاز نيست،
روتو زنگار از رخ او پاك كن- ونگهان آن نور را ادراك كن.

شاهه صاحب مي فرمايد:

صوفيءَ صاف ڪيو، هر جو ورق وجود جو،
تهون پوه ٿيو، جيڪري پسن پرينءَ جو.

مثنوي: دفتر صوفي سواد حرف نيست،
جز دل اسفيد همچون برف نيست.

شيخ حسن بصري قدس سره مي فرمايد:

اقطع القارين فضل الصوفين.

شاهه صاحب مي فرمايد: بيت

اکر پڙهه الف جو، ورق سپ وسار،
اندر کي اجار، پنا پڙهندين ڪيترا.

سندس ٽيون ڪتاب آهي "سندالموحدين". هن ڪتاب ۾ تصوف تي عربي ۽ فارسي مصنفن ۽ شاعرن جي ڪتابن مان سندون ڏنيون، پڇاڙيءَ جو سنڌ جي شاعرن جا بيت به ڏنا اٿس. طوالت جي خوف کان فقط ٻويون ٽڪرون جنهن ۾ سنڌ جي شاعرن جا بيت ڏنا اٿس، سو هيٺ ڏجي ٿو:

من كلام سلطان العاشقين شاه عبداللطيف ڀٽائي قدس سره،

بيت:

سو هي، سو هو، سو اجل، سو الله،
سو ويري، سو واهرو، سو پرين، سو پساه،
سو هيڏان، سو هوڏان، سوئي من وسي،
تنهين سندي سوجهري، سوئي سو ڏسي.
پاڻهي جل جلاله، پاڻهي جان جمال،
پاڻهي صورت پرين جي، پاڻهي حسن خيال،
پاڻهي پير مريد ٿئي، پاڻهي پاڻ خيال،
سو سڀوئي حال، منجهون ئي معلوم ٿئي.
سو سائر، سا سهڻي، ساهڙ پڻ سوئي،
آهي نجوئي، ڪجهه ڪجهاندر ڳالهڙي.
ڏس ڏسين جي، ته هم ڪي حق چوين،
شارڪ شڪ نه لي، انذا انهي ڳالهه پر.

من كلام موحد كامل محقق اكمل مولانا مير قلندرعلي رضوي قدس سره:

ت- تفڪر ڪيجي وجي لهين سار اندر دي،
هڪو هوڪر هڪو ڳولين چوڙين خيال دگر دي،
فاينما تولوا فثم وجه الله هي هروج هر دي.

ح- حجاب نه رهسي ڪوئي، جي توں صدقون ڪرين يقينا،
ذات صفات هڪو ڪر ڄاڻين چوڙين خيال ڪمينا،
جي صدقون سر صدقي ڪيجي، ته ملدا دوست(١) شبينا.

من كلام مهدي الزمان هادي الي الرحمان پير محمد راشد قدس سره:

وحدت مون ڪثرت ٿي، آهي وحدت ڪثرت ڪل،
اندر پرين، ٻاهر پرين، پول نه ڪنهن ٻي پل،
هي هنگامون هل، سڀوئي محبوب جو.

من كلام وحدت نژاد موسس اساس اتحاد مولانا عبدالحق درازائي قدس سره:

هرچه بيني ز فوق عرش علا، هستي اوست تا به تحت ثرا،
غير حق نيست درجهان موجود، هم هستي ازو شده برپا.

---

(١) جان.

من ڪلام ساقيءِ ميخانهٔ وحدت وجود عارفِ رموزِ غيب و شهود مولانا
قبول محمد درازائي قدس سره:

جاڳن تي جاڳان، ڀرين ڀيري آئيو،
ڪامان ڙي ڪامان، تہ ڪيڏو ليڪُ ڪريو.

من ڪلام عارف پاڪباز عاشق محرم راز خليفو سچيڏنو قدس سره:

سچو سارو سو ٿيو، وحدت ڪثرت ڪل،
الف ڪون آدم ٿيو، ڪري هنگامون هل،
"خلق الاشيا فهو عينها"، هي تا بنده امل،
مومن ڪافر سو ٿيو، پول نہ پئي ڪنهن پل،
نج گلابي گل، مر مارني منصور جان.

## ماخذ


(١) فيه مافيه — مولانا رومي
(٢) ڪشف المحجوب — جناب علي الهجويري
(٣) علم تصوف — خواجه عباد الله اختر
(٤) تصوف اسلام — عبدالماجد
(٥) قرآن اور تصوف — ڊاڪٽر مير ولي الدين صاحب
(٦) رسالو (مرحوم) فقير طارق — ساڪن لالورانڪ لاڙڪاڻو سنڌ
(٧) همارِي شاعري — سيد مسعود حسين رضوي
(٨) شعر جي ڪسوٽي — پروفيسر لوڪومل ڪيسواڻي
(٩) شبلي نامه — محمد اڪرام
(١٠) آب حيات — محمد حسين "آزاد"
(١١) تاريخ ادب اردو — رام بابو سڪسينه - مترجم محمد حسن عسڪري
(١٢) تحقيقات — ڊاڪٽر عندليب شاداڻي
(١٣) ادبي آئينو — ليکراج ڪشنچند "عزيز"
(١٤) تاريخ سنڌي ادب جلد ٻيو — خان بهادر محمد صديق ميمڻ
(١٥) تذڪره لطفي — لطف الله بدوي
(١٦) شعر و شاعري — حالي
(١٧) شاهه جو رسالو
(١٨) رسالو سچل فقير ٻيو جلد
(١٩) مراة المثنوي
(٢٠) قلمي مضامين — پير حسام الدين راشدي

# اظهار تشڪر

مؤلف انتهائي خلوص ۽ شڪريي سان هيٺ انهن صاحبن جي نالن
جو ذڪر ڪرڻ پنهنجو فرض ٿو سمجهي، جن ڪيس هن ڪتاب جي تاليف ۾
پنهنجي بيش بها مدد ۽ مشوري سان نوازيو آهي:

انهن صاحبن جا نالا، جن يا ته پنهنجا ڪتاب ڏنا، يا مواد ولي
ڏيڻ ۾ مدد ڪئي:

| | |
|---|---|
| (١) پير غلام مرتضيٰ شاهه | ڪنبٽ شريف. |
| (٢) پير حسام الدين شاهه راشدي | |
| (٣) فقير فولاد علي | ڳوٺ مينگهوشر خيرپور رياست |
| (٤) مولوي محمد صادق | رانيپور شريف |
| (٥) خليفو گل محمد پيرزاده | ڳڙهيجي |
| (٦) صوفي علي قطب | تجل شريف |
| (٧) سيد امام علي شاهه | روهڙي |
| (٨) سيد پير نذر شاهه | روهڙي |
| (٩) سيد لڪي شاهه | روهڙي |
| (١٠) سيد پناهه علي شاهه موسوي | خيرپور ميرس |
| (١١) مسٽر هدايت الله اڙو | لاڙڪاڻو |
| (١٢) سيد رسول بخش شاهه | روهڙي |
| (١٣) مسٽر تلوڪچند کتري | روهڙي |
| (١٤) مسٽر جهامنداس پاڻيا | شڪارپور |
| (١٥) مسٽر هيمنداس | اجمير شريف |
| (١٦) مسٽر رجب علي مغل | روهڙي |
| (١٧) قاضي فيض الله | روهڙي |
| (١٨) قاضي محمد اسماعيل | روهڙي |
| (١٩) مخدوم فيض الله | روهڙي |
| (٢٠) غلام سرور خان پٺاڻ | آرائين |

| | |
|---|---|
| (٢١) حاجي علي بخش | پير ڳوٺ |
| (٢٢) سومر فقير | پير ڳوٺ |
| (٢٣) مسٽر اختر رضا زيدي | شڪارپور |
| (٢٤) مسٽر عطاءالله گهمرو | شڪارپور |
| (٢٥) مسٽر واحد بخش | شڪارپور |
| (٢٦) سيد سومر شاهه | روهڙي |

---

انهن صاحبن جا نالا جن پنهنجو مفيد مشورو ڏنو:

| | |
|---|---|
| ١- پروفيسر محمد ڪريم پيرزادو | نواب شاهه |
| ٢- قاضي نبي بخش | روهڙي (حال حيدرآباد) |
| ٣- ڊاڪٽر دائود پوٽو | ڪراچي |

---

انهن صاحبن جا نالا، جن سان ديوان بيدل وٺڻ جي سلسلي ۾ مدد ورتي:

| | |
|---|---|
| ١- صوفي عبدالستار صاحب | جهوڪ شريف |
| ٢- صوفي نصير فقير جلالاڻي | خيرپور رياست |

## نشانيون

ر = راجپال ٻولچند وسومل وارو ڇپيل ڪتاب.

غ = غلام مهدي قاضيءَ جو قلمي نسخو.

پ = ڀائيا جهامنداس وارو قلمي نسخو.

ن = نواب علي شاهه وارو قلمي نسخو.

ھ = هرجاڻي گدومل ڪنڌمل وارو ڇپيل ڪتاب.

ع = علي گل شاهه وارو قلمي نسخو.

ف = فولاد فقير وارو قلمي نسخو.

ڪ = علي بخش "ڪمتر" وارو قلمي نسخو.

س = سومر فقير جو بياض.

م = محمد رمضان فقير جو بياض.

و = مسٽر ويرومل جو بياض.

ل = لکميچند ڀاٽيا جو بياض.

فقير بيدل جي وقت ۾ روهڙي شهر جو هڪ نظارو.

زيارت گاه هر روشن ضميري، دليل راه هر جان منيري.
ز آبستان شمالش تالش تازه و تر، ز ڪوهستان جنوبش صاف وانور.
ز ريگستان بود شرقش مصفا، ز باغستان سده غربش مطرا.
۾ هر اڪناف او چندين نظاره، هزاران گونه عشرت را اشاره.
مگر اين بلده چون بيت العتيق است، ڪم جائي طوف مردان طريق است.

"بيدل"

(۱) هستيءَ کي همه اوست ۾ ڪيو ڳم جنين(۱)،
ڏٺو ٿرت تنهين، آڪين شعاعُ شهود جو.
(۲) هستيءَ کي همه اوست ۾ جنين ڳم ڪيو،
تنهين ٿرت پيو، آڇوڙو اثبات جو.
(۳) هستيءَ کي همه اوست ۾ جنين ڪيو ڳم،
تن(۲) تي آڳم، اچي ٿيو اثبات جو.
(۴) هستيءَ کي همه اوست ۾، جنين ڪيو فاني،
تن تي عياني، اچي ٿي اثبات جي.
(۵) هستيءَ کي همه اوست ۾ ڪيو جن فنا،
چيو تن، آنا، حالت ۾ حلاج جي.
(۶) حالت، جا حلاج جي، سورو آهي(۳) سوز،
سداني سوريءَ تي نينهن، جو نوروز،
رندي راز رموز، ڪنهن کي سڃاڻن، ڪينڪي.
(۷) حالت، جا حلاج جي، سوري آهي(۴) سور،
مردن ۾ منصور، ڪو ڪو لڀي ڪاڻهين.
(۸) حالت، جا حلاج جي، مُعتقدي معراج،
سالڪن سرتاج، مستيءَ ڪنون منصور ٿيو.
(۹) حالت، جا حلاج جي، اونهون هيي اسرار،
اچي الوهيت جو، پرهه، آليو بار،
ڪنهن ڪنهن ڪلادار، ڪَل پوي هين ڪُن(۵) جي.
(۱۰) حالت، جا حلاج جي، ربوبيت راز،
حقيقت مجاز، ايڪانيءَ ۾ ايڪ ٿيا.
(۱۱) ايڪانيءَ ۾ ايڪ ٿيو، معنيٰ ۽ صورت،
اچي احديت، دُواني(۶) کي دور ڪيو.
(۱۲) ايڪانيءَ ۾ ايڪ ٿيو، اچي جان جسم،
وڃي ويت رسم، وحدت سنديءَ وپڙه(۷) ۾.

---

(۱) جني. (هه) (۲) تنين (ر) پيڪس (۳) آهه. (ر) (۴) آه (ر) (۵) ڪنبهه. (خ)
(پيڪس) (۶) دوئي. (د) (۷) وريه. (ر)

(١٣) ايڪائيءَ ۾ ايڪُ ٿئي، سڀئي صفات،
دينُ ڪُفر نابُود ٿيو، طَيُ ٿئي طلسمات،
ڏورِ ڪري درجات، ميڙيائين مُحيطُ ٿيو.

(١٤) ايڪائيءَ ۾ ايڪ ٿيو، سڀُ ڏوهہ ثواب،
هستيءَ جو حبابُ، هَمہ سَنجهہ هنجي(١) ويو.

(١٥) ايڪائيءَ ۾ ايڪ ٿيو، يڪرنگي ۽ رنگُ،
وحدت ۾ زائل ٿيو، ڏُوئيءَ جو زنگُ،
مُلا ۽ ملنگ، حقيقت ۾ هيڪ(٢) ٿيا.

(١٦) حقيقت ۾ حق ٿيو، مُوسيٰ ۽ فِرعَونُ،
اوڙهي چڙهيو لونُ، لَهيرن همہ اوست جي.

(١٧) حقيقت ۾ هڪ ٿيو، ڪُفر ۽ ايمانُ،
مظهر مولي پاڪ جي هندُو مسلمان،
تارا ڪيا تالانُ، سُورج سندي سوجهري.

(١٨) حقيقت ۾ هيڪُ ٿيو، اڇو ۽ ڪارو،
نينهن هنيو نعرو، هَرِ مظهر ۾ هڪڙو.

(١٩) حقيقت ۾ هڪ ٿيو، نُوري ۽ ناري،
دينُ ڪُفر آهن ٻئي، جن هڪَ ول جي ٽاري،
حاذق هوشياري، رکين انهيءَ رموز(٣) جي.

(٢٠) حقيقت ۾ هڪ ٿيو، ٻيراهي ۽ راهہ،
خَلَق الأشْياءَ فَهُوَ عَيْنُهَا، ذاهِنَ ڪانهي ڏاهہ،
عارفن آگاهہ، اونهي هين اسرار جي.

(٢١) اونهي هين اسرار جي، جن کي(٤) ٻئي ڪَل،
لنگهي خوف خَلل، آيا مُلڪ امانَ ۾.

(٢٢) اونهي هين اسرار جي، جن کي ٻئي ڏاهہ،
لَهُمُ الْبُشْرَيٰ فِي الدُّنْيَا وَالآخِرَةِ، هيت هتَ،
صحت ساهہ،
ڪاڏي ڪرن ڪاهہ، جو ميڙوئي مُشاهدو.

(٢٣) اونهي هين اسرارَ جي، جنين اُرجهي مامُ،
لاخَوْفٌ عَلَيْهِمْ وَلاهُمْ يَحْزَنُونَ، آيا ۾ آرام،
عارف ٿيا عَلامُ، ٻيخوديءَ باب ٻڌهي.

---

(١) هنجيي. (د-غ) (٢) هڪ. (د-غ). (٣) رمز (د-غ). (٤) جنهن کي (پ).

(٢٤) اُونهي هن اسرار جي، جن تي ڪُليو دَرُ،
جاڏي ڪن نظر، تاڏي پَسن پير (١) کي.

(٢٥) اُونهي هين اسرار جي، جتي ڏٺي جوهُ،
حيرت ۾ پيا هوهُ، پَسي موج مُحمّدي.

(٢٦) پَسي موج مُحمّدي، هاتڪ ٿيا حيرانُ،
مَن وَاتي قَلَنْدرِي، الحق، ماڳوني سُبحانُ،
ميرُوني مَهربانُ (٢)، صورت سڀ سمايو.

(٢٧) پَسي مَوج مُحمّدي، جَبَرُوتن ڪي (٣) جوش،
مَعنوي مَدهوش، لاهُوتُون لنگهي ويا.

(٢٨) پَسي موج مُحمّدي، قطرو ٿيو قُلزمُ،
عَرَفتُ رَبّي بِرَبّي، مَستي ني مُحڪمُ،
رکيو قرب قدم، پيراڪن پاهوت ۾.

(٢٩) پَسي موج مُحمّدي، وُجودُون ويا،
انا رَبُّ انا مُحمّدُ، انهيءَ پنڌ پيا،
جوڳي مَري جيا، هيرڪَ جي هاهُوت جا.

(٣٠) پَسي مَوج مُحمّدي، مستي ٿين مقامُ،
اديسين آرامُ، اچي ٿيو اثبات ۾.

(٣١) اچي ٿيو اثبات ۾، ڪاپڙين قرارُ،
هُوَ الاَوّلُ وَالاخِرُ وَالظّاهِرُ وَالبَاطِنُ سدا بره بهار،
جاڏي ڪن نيهار، تاڏي وَسيتي وجهي.

(٣٢) اچي ٿي اثبات ۾، جوڳيئڙن جوهُ،
اذا تمّ الفقرُ فَيَڪُونُ (٤) عَينُهُ ڪنتفش الله،
خاص خاصي خُوهُ،
رندن سندي رُوهُ، جيڪي جوڙس چند جيان.

(٣٣) اچي ٿيو اثبات ۾، مُشتاقن (٥) جو ماڳُ،
رَبُوبيءَ جو راڳُ، ڪنّ ريءَ، سُناسين سُئيو (٦).

---

(١) نگاهه (ل). (٢) مهربان (ب). (٣) ڪيو، ڪيا (ب) بيڪس. (٤) إذا تمّ الفقرُ فَيَڪُونُ عَيْنُهُ ڪعَينِهِ الله ط (ر) بيڪس. اذا تمّ الفکر فيکون عيشه کعيش الله (ب). (٥) مستاقن (ب) بيڪس. (٦) سُيو (ن).

(٣٤) اچي نـي اثبـات ۾، آديسين اوطاق،
"وُجُوهٌ يَوْمَئِذٍ نَاظِرَةٌ اِلَىٰ رَبِّهَا نَاظِرَةٌ"،
اڳهين پسن پاڪ،
بيراڪي بيباڪ، عنصر ڪُون آزاد ٿيا.

(٣٥) اچي نيو اثبات ۾، آن جو اوتار،
نانگا نظارو، سدا ڪن سُبحان جو.

(٣٦) سدا ڪن سُبحان جو، نظارو نيهي،
وَڪُون تن ويهي، سُور ٻرائي آءٌ ٿون،

(٣٧) سدا ڪن سُبحان جي، وادوڙيا واڪاڻ،
"مَنْ اَحَبَّ شَيْئاً اَكْثَرَ ذِكْرَهٗ"، عشق
اهو آهياڻ (١)،
رندي رمز رهاڻ، سٽي سوز ٻراه ٿون.

(٣٨) سدا ڪن سُبحان جو، ذڪر سنجهارون ذوق،
"مَنْ اَرَادَ اَنْ يَجْلِسَ مَعَ اللّٰهِ فَلْيَجْلِسْ مَعَ
اَهْلِ التَّصَوُّفِ"، ٻَجُ آن جي جهوڪ،
ليکي منجهان لوڪ، ڪا لنؤ لائيج آن سين.

(٣٩) سدا ڪن سُبحان جي، منجهان پيرت پچار،
"وَمَا يَنْطِقُ عَنِ الْهَوىٰ"، عارف ان آچار،
تنين جي تنوار، جدا روح جيياريا.

(٤٠) سدا ڪن سُبحان جي، وسوڙل وائي،
تنين کُون جائي، راحت رسي روح کي.

(٤١) راحت رسي روح کي، تنين کُون تڪرار،
"فَاصْبَحَ مَعَ اللّٰهِ مَنْ صَحِبَ اللّٰهَ"(٢) ڪوهه
ڪجا گفتار،
سامين(٣) ۾ سنسار، وسي آئي(٤) واهڙؤ.

(٤٢) راحت رسي روح کي، آن جي پسي جُوه،
"تَعْرِفُ فِي وُجُوْهِهِمْ نَضْرَةَ النَّعِيْمِ"،
سندن روشن روءُ،
خاصن جي خوشبوءِ، مُون مَن مستان(٥) ڪيو.

---

(١) آهياڻ (ز) (٢) فاصبحوا مع من صحب الله (بيکي) (٣) سامي! (هه) (٤) اتي (هه)
(٥) مستانو (پ) بيکي

(٤٣) راحت رسي رُوح کي، سڀئي رازُ سندون،
آئي اوتارون، جنهي رنگ نہ رُوپُ کو.

(٤٤) راحت رسي رُوح کي، سڀ ڳالهہ سندين،
"فَرِحِيْنَ بِمَا آتَاهُمُ اللّٰهُ مِنْ فَضْلِهٖ" جمعيت جالين،
کينو(١) اُنِ کين، همہ کي حق چون، جي(٢).

(٤٥) راحت رسي رُوح کي، اُنهن جي آئي،
هليا قيرائي، هوکو همہ اوست جو.

(٤٦) هوکو همہ اوست جو، سڀج سانُ يقين،
"اَيْنَمَا تُوَلُّوا فَثَمَّ وَجْهُ اللّٰهِ"، حق ريءَ آهي ڪين،
فرق کفرُ ۽ دينَ، بيشڪ بهانو آئهين.

(٤٧) هوکو همہ اوست جو، سڀج ڏيانُ ڏري،
"اَلَا اِنَّهٗ بِكُلِّ شَيْءٍ مُّحِيْطٌ"، برين ڏآهہ(٣) بري،
تو سهين ويس ڪري، سڀوئي آهي سپرين.

(٤٨) هوکو همہ اوست جو، سڀئي ٿيءُ هوشيار،
آئيج هي اعتبار، جو حق ريءَ آهي ڪينڪي.

(٤٩) هوکو همہ اوست جو، سڀئي رک ويساهہ،
"وَهُوَ اللّٰهُ فِي السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ"، هرجا آبُ اللّٰهُ،
آهو شهنشاهہ، اولي عبديتَ جي.

(٥٠) هوکو همہ اوست جو، پڌي پڌُ ڪنئين،
نينهون ڪر نظر، جو موني محبوبُ آهہ(٤).

(٥١) موني محبوب آهہ، تير جو نانهن تفاتُ،
"كُلُّ شَيْءٍ هُوَ اللّٰهُ"، صاحبُ پاتون پات،
اجي تيو اثبات، جاڏي ڪاڏي سپرين.

(٥٢) موني محبوبَ جو(٥)، نانهن تفاوت تيرُ،
"لَا مَوْجُوْدَ اِلَّا هُوْ"، خاص(٦) هيءَ خبر،
آهہ ساروني سير، صورت هن سنسار جي.

---

(١) كنيو (هہ، پ) (٢) كينو اُنِ كين، همہ كي حق چون (بيكس) (٣) ناهہ (پ، هہ) بيكس (٤) آهہ (ر) (٥) آهہ (بيكس) (٦) خاص (ر)

(٥٣) ميڙوئي محبوب آهه(١)، تنهن ۾ ناهه فرق،
غازي، غير غرق، ڪري، سڄڻ سر تئون.

(٥٤) ميڙوئي محبوب آهه، سڏائي سڀ پار،
"وَلاَاِسم اِلاَّ وُجُودٌ وَاحِدٌ"(٢) صورت سهس هزار،
جامان سڀ جيسار، پهريندو هيڪ پرين.

(٥٥) ميڙوئي محبوب آهي، مشتاقن مقصود،
سدا حق موجود، همه ڪي هيڪ چاڻ تئون.

(٥٦) همه ڪي هڪ چاڻ تون، تنهن ۾ شڪ نه چاڻ(٣)،
"ذالِڪَ الڪِتَابُ لاَرَيبَ فِيهِ"، هرجا حق سڄاڻ(٤)،
جاڏي ڪاڏي چاڻ، موجودي محبوب جي.

(٥٧) همه ڪي هڪ چاڻ تئون تنهن ۾ آڻ نه شڪ،
"ڪَانَ اللهُ وَلَم يَڪُن مَعَهُ شَيءٌ" اهو پڙهه سبق،
هيڏانهن هوڏانهن حق، ٻولي ناهي ٻي سندي.

(٥٨) همه ڪي هڪ چاڻ تئون شائق چڏي(٥) شرڪ،
موحدن مرڪ، آهي رهت راز جي.

(٥٩) همه ڪي هڪ چاڻ تئون، وحدت سڀ وائي،
پرين آهي پڌرو، ٻين(٦) ويساهي،
ٻوڙج ٻيائي، انهيءَ بحر عميق ۾.

(٦٠) همه ڪي هيڪ چاڻ تئون، همه هڪ آهي،
'لا' سين چڌ لاهي، خام خوديءَ جا خطرا.

(٦١) خام خوديءَ جا خطرا، 'لا' سين سڀئي لوڙهه،
فڪر ترازي هٿ(٧) رکي، خيال طلب جو توڙ،
خيما نيستي کوڙ، نفيءَ ڪئون اثبات ۾.

(٦٢) خام خوديءَ جا خطرا، نفيءَ سان ڪج ناس،
"وَهُوَ مَعَڪُم اَينَمَا ڪُنتُم" پرين تنهن جي پاس،
فڪر، فنا رکُ راس، ته اوڏو ٿئين اثبات ڪي.

(٦٣) خام خوديءَ جا خطرا، عاشق ڪج عدم،
قرب پار قدم، خوديءَ ري ڪڄ تئون.

---

(١) آه (ر) نيڪي (٢) والاسم والوجود واحد (پيڪي) (٣) آڻ (پيڪي) (٤) سڃاڻ.
(ر-خ) (٥) چڏ (پيڪي) (٦) ٻين (٧) هٿ (پيڪي)

(٦٤) خام خوديءَ جا خطرا، مؤثر ڪج مات،
"ولنحيينه (١) حيوٰة طيبة"، مري ٿيءُ حيات،
نفيءَ ڪري اثبات، لاشڪ آهي اوڏڙي.

(٦٥) خام خوديءَ جا خطرا، آئي (٢) ڪج نابود،
سالڪ تنهن جو سود، نفيءَ ڏاران ناهي ڪو.

(٦٦) نفيءَ ڏاران ناهي ڪو، سالڪ سود سندو،
"عُدْ نَفْسَكَ مِنْ أَصْحَابِ الْقُبُورِ"، پوءِ تون پڌو،
لا ۾ منجهه اندو، آديسين اثبات جو.

(٦٧) نفيءَ ڏاران ناهي ڪا (٣)، صورتن منفعت،
"دَعْ نَفْسَكَ وَتَعَالَ" جي، پڌرج پجهارت،
آئي اشارت، نفيءَ ۾ اثبات جي.

(٦٨) نفيءَ ڏاران ناهي ڪو، چنچل پيو چارو،
"وَوَجَدَكَ ضَالًّا فَهَدَىٰ"، سمجهه اشارو،
مارج نغارو، نفيءَ ئي اثبات جو.

(٦٩) نفيءَ ڏاران ناهه ڪا، ويراڳي ٻي وات،
ماسِوا، مير ڪات، ته اوڏو ٿين اثبات کي.

(٧٠) نفيءَ ڏاران نه لڌي، وحدت سان وصول،
لهين قرب قبول، مرتون اڳي جي مرين.

(٧١) مرتون اڳي جي مرين، ته موتي ڪونهي موت،
"إِنَّ أَوْلِيَاءَ اللَّهِ لَا يَمُوتُونَ" ط، فاني ٿين لافوت،
جوڳين سندي جوت، قائم آهي (٤) ڪوتين ۾.

(٧٢) مرتون اڳي جي مرين، ته مئو چوندءِ ڪين،
"وَلَا تَقُولُوا لِمَنْ يُقْتَلُ فِي سَبِيلِ اللَّهِ أَمْوَاتًا" ط،
صحيح سان يقين،
قربدار ڪڏهين نه، محبت وارو مات ٿئي.

(٧٣) مرتون اڳي جي مرين، ته چوندءِ ڪين مئو،
"اَلْمُؤْمِنُونَ حَيٌّ فِي الدَّارَيْنِ بَلْ (٥) أَحْيَاءٌ
عِنْدَ رَبِّهِمْ"، سامي تون نه مئو،
جو ڏورون آهي ڏنو، سو هميشه حيات آهي.

(١) والنحاوة (ز) (٢) آئين (غ) (٣) ڪو (ھ) (٤) آءٌ (ز) (٥) بل هُم (ھ، غ)

(٧٤) مَرڻ ٿنهون اڳي جي مرين، تہ ٿين نيسَورو (١) نُورُ،
مرڻ جو مذڪور، ڪڏهن ڪنين نہ سُڻين.
(٧٥) مَرڻ ٿنهون اڳي جي مرين، تہ باقي رهي ذات،
هميشه حيات، مَرد نہ مَرڻ ڪڏهين.
(٧٦) مرد نہ مرڻ ڪڏهين، هُو جي ٿيا حق،
"اَجْسَادُنا اَرْوَاحُنَا اَرْوَاحُنَا اَجْسَادُنا"، سيکيج.
هي سبق،
آڏا آڻ نہ شڪ، حياتيءَ ۾ هن جي.
(٧٧) مرد نہ مَرن ڪڏهين، ڪُوبہ هين قائم،
هَمَ مَرين تہ ڳَرؤ مري، دؤلهہ مارڻ دم،
ديھيءَ ري دائم، حاضر هين هَرجاھ تي.
(٧٨) مرد نہ مرن ڪڏهين، ديھي هوءَ نہ هوءَ،
"فَسُبْحَانَ الَّذِي بِيَدِهِ مَلَكُوتُ كُلِّ شَيْءٍ"،
جو چاهي ٿئي سوءَ،
جو ديھيءَ کُون هَٽَ ڏوءَ، لَيکين ديهُون اَڻ جهُون.
(٧٩) مرد نہ مرن ڪڏهين، جن آلَنڪ ڪيو اثبات،
ٻي جيھت ۽ جيهات، سَيرُ سَپوني آڻ جو.
(٨٠) مرد نہ مرن ڪڏهين، جي ساڳو ٿيا سُبْحَانُ،
عالَمَ تي احسانُ، ڪوڙين پتين آڻ جو.
(٨١) ڪوڙين پتين آڻ جو، سَڀي خَلق رَحمُ،
نالي ڳڌي آڻ جي، وڃي ڳوندر غم،
اَجَن لئي آڪرمُ، آهي (٢) عِنايَتَ آڻَ جي.
(٨٢) ڪوڙين پتين آڻ جو، عالَمَ تي انعام،
نالي ڳڌي آڻ جي، جيءَ جُسي آرام،
جُنگ ٻارڻ جامُ، سندو عشقَ اَجَن ڪي.
(٨٣) ڪوڙين پتين آڻ جو، لُطفُ مڻان لوڪ،
ساھ سهانو نہ ٿئي، جان جان ٿيري ٿوڪ،
جُنگن سندي جهوڪ، روحاني رَوهيج ٿون.
(٨٤) ڪوڙين پتين آڻ جي، رَهيَن (٣) تي رحمت،
نالي ڳڌي آڻ جي، ضايع ٿئي زحمت،
سيني (٤) مُصيبتَ، اڪثرُ ليکن عيش جو.

(١) نسورو (هـ) (٢) آهہ (ر) (٣) رُوحن (ر ـ هـ) (٤) مٿي (هـ)

(٨٥) ڪوڙين پڙدن آن جا، هيٺ مٿي هيٺن،
پنهنجن جهانن، هو ويچارن واهڙو.

(٨٦) هو ويچارن واهڙو، مسڪينن مدد،
"لَوْ اَقْسَمَ عَلَي اللّٰه لاَ بَرَّهُ اللّٰه" ط، لاهوتي لا رد،
ويچ لکين ڇڏين ٻانهن جا، منڊن هي عهد،
توڙي بلڪل بد، ته ٻي (١) در آئي داد لهي.

(٨٧) هو ويچارن واهڙو، مسڪينن ماڻ،
"يَمْحُوا اللّٰه مَا يَشَاءُ وَ يُثْبِتُ" ط آڏو تيئن آهجاڻ،
ڪڍي تنهين جي ڪاڻ، ته وسنو ڪي ويجهو ٿين.

(٨٨) هو ويچارن واهڙو، مسڪينن ملجاءِ،
وجهي آڪهين آن جي، سور ميٽي ملجاءِ،
تنهين ريتي سان رليجاءِ، جا پڪي پيرن جي پرجي.

(٨٩) هو ويچارن واهڙو، يتيمن ياور،
ترت رسن ترڪ تار ۾، دانا دلاور،
آهيوا آڪابر، ساندن لئي سولي سڪا.

(٩٠) هو ويچارن واهڙو، شارڪ جڏ ٿون شڪ،
هاهوتي نيا حق، نالي آهن آدمي.

(٩١) نالي آهن آدمي، نه ته معنيٰ ۾ سولي،
سڄاڻن سامين، جو عبادت اولي،
آولا نيڻ سولا، سدا هڪڙون هن جي.

(٩٢) نالي آهن آدمي، نه ته آدمي اسرار،
سمجهي سر سامين جو، ڪو ڪويو ڪلادار،
ادا رکڻ اعتبار، ته آهون پروڙين آن جون (٢).

(٩٣) نالي آهن آدمي، نه ته آدمي آڪال،
"تَخَلَّقُوا بِاَخْلاَقِ اللّٰه" اپ ڪا جلي نه چال،
لانگا سدا نهال، هيت هٿ جوڳيي جيئرا.

(٩٤) نالي آهن آدمي، نه ته سراپا سبحان (٣)،
"اَلاِنْسَانُ سِرِّي وَ اَنَا سِرُّهُ" ط مردن هي مڪان،
پر تر آهه (٤) بيان، تنهين جو تقرير ڪيو.

(١) ٻ (هه) (٢) سُبْحَانَ. (ه-ر) (٣) آه (ر) (۴) اهون پروڙين ان جو (بيڪس)

(٩٥) نالي آهن آدمي، نه ته، ماسي سيرُ سارو،
نانگن جو نعرو، لنگهي ويو تو ڪنبد ڪُون،

(٩٦) لنگهي ويو توڪنبد ڪُون، غازين جو غوغاءُ،
"مِنْ عُروجِ الروح يهتز (١) الفَلَڪُ"،
سنائين ثناءُ،
شهودن شُعاع، عرش سنوارون آيو،

(٩٧) لنگهي ويو توڪنبد ڪُون، مردن جو مقام،
"لاَ يَسَعُ فِيْهِ مَلَڪٌ مُقَرَّبٌ" ط اهو ان انعام،
پَهُوُ سنائين سام، پُورَبَ سندي پنڌ ۾،

(٩٨) لنگهي ويو توڪنبد ڪُون، سنائين جو سيرُ،
جاتي سندن جُهوپڙا، تاتي پڪيءَ نه پير،
ڪاپڙين ريءَ ڪيرُ، هلندڙ ٿئي هاهوت ڏي،

(٩٩) لنگهي ويو توڪنبد ڪُون، نانگن سندو نشانُ،
نفيءَ ۽ اثبات ڪُون، پري پين پريانُ،
پاڻئون پاسي پاڻُ، آديسي آرام ٿيا،

(١٠٠) لنگهي ويو توڪنبد ڪُون، پاندين پروازُ،
آتشي آوازُ، سناسائون سنگ ڪي،

(١٠١) سناسائون سنگ ڪي، "لاَ" واريون لاتيون،
پراڪين پاهوت ۾، جهاتيون جي پاتيون،
ڏينهان ۽ راتيون، هلندڙ هَنَ هاهوتَ ڏي،

(١٠٢) سناسائون سنگ ڪي، لطيفي ڪيي (٢) لاتَ،
سٿي سي پاسي ٿيا، پاڻ ڪنا پريات،
مرڪيو مقالات، پورا ڪن پورَبَ جي،

(١٠٣) سناسائون سنگ ڪي، ڳالهيون سنديون گُجهه،
لاهوتين ڪي ڪا هُتي، لُنءَ لُنءَ اندر لُجهه،
جنهن جي سُجهه، نه پُجهه، تاتي ڪيائون تڪيا،

(١٠٤) سناسائون سنگ ڪي، سندي راز رهاڻ،
"الفَقْرُ لاَ يَحْتَاجُ اِلاَّ اللّٰه" ط، ڪنهن جي
ڪين نه ڪاڻ،
عبديت جي آڻ، ڪين جهليا سي ڪاپڙي،

(١) تهتز الفلڪ [ل] (٢) ڪا (ل، ه)

(١٠٥) سُنڀائُون سنگ ڪِي، رنڱو ريتَ جو رازُ،
ساميِنَ پَڄِي سازُ، سُرُ سَهيُون ڪيو سيرَ جو.

(١٠٦) سُرُ سَهيُون ڪيو سيرَ جو، خاص چڙهي خوابُ،
انحدَ ۽ آنندُ ٿيا، ڇُٽا ڪان عذاب،
راڳيندَنِ رباب، پَڄِي تان پورا ڪيو.

(١٠٧) سُرُ سَهيُون ڪيو سيرَ جو، راڳيندن مون رَسُ،
"أنَ أنتَ فَ يَنِ أنا" ط، اهو عيش اخص،
ڪومامُ پَرُوڙي مَسَ، انهيءَ راڳ رهاڻ جي.

(١٠٨) سُرُ سهيون ڪيو سير جو، سِتانِ سَرِي،
"السماعُ معراجُ الاولياء" مونيا ماڳ وَرِي،
سندن ذوق ذَرِي، انحدَ ساڻُ آبادِ ٿيي.

(١٠٩) سُرُ سهيون ڪيو سير جو، سازُ پَڄِي سامِيِنَ،
تارُون چَنِي تَنَ جُون (١)، ڪِيتَ عجَبُ ڪانِيِنَ،
ڪَنَ رَيءَ سُرُ تَنِ، انحدُ جي آوازُ ڪِي،

(١١٠) سُرُ سهيون ڪيو سيرَ جو، ڏِٺو جن جمال،
ڏِٺو تن ڪلال، سُرُ ڪو سوز گداز جو.

(١١١) سُرُ ڪو سوز گداز جو، جيڪي ٻُڌَنِ جنگ،
سُولِيءَ سِڄي سَنبريا، چڙهي هَٿَ پلنگ،
نِهِي چڙهي ننگ، تاسُرتون نيڪال (٢) ڪيو.

(١١٢) سُرُ ڪو سوز گداز جو، رندَنِ مٿو راس،
قدمن تَلِي سِرُ ڏَرِي، چڙهيا اڙ آڪاس،
ٻي سيريءَ جي ٻانس، اچي تن جي تَنَ مُون.

(١١٣) سُرُ ڪو سوز گداز جو، جَنِي پيتو جال،
قدمن تَلِي سِرُ ڏَرِي، چَلَنِ الٽي چال،
خودي ڪان خيال، تَلِي پَراهُون ويا.

(١١٤) سُرُ ڪو سوز گداز جو، جوشُون پيتو جن،
قدمن تَلِي سِرُ ڏَرِي، وِڪَ وڌائي تن،
ٻي سيريءَ جو ٻَنُ، لنگهي لاهوتي ويا،

(١١٥) سُرُ ڪو سوز گداز جو، ٻيو جهَل. تنهنجو تابُ،
ٻي سيريءَ جو ٻابُ، ٻُڌِي ٻڙهيو وسارِ تون.

(١) تارون جنهن طلب جون (ٻيڪس) (٢) نيڪال (ر)

(١١٦) ٻڌي ٻڌيو وسار، تون، اَنَا الحَقّ جي اور،
"تَفَكَّرُوْا فِيْ نَفْسِكَ" ط درج اها ٿور،
چڏي ٻوئي ڏور، ڪنيوءَ (١) پرُوڙج پاڻهجو.

(١١٧) ٻڌي ٻڌيو وسار، تون، اَنَا الحَقّ اکر،
"اِقْرَاْ كِتَابَكَ" سندو، سوجهي لهج سِرُ،
اِي ڪنهن پار، نه ٻِرُ، پاڻ پرُوڙج پاڻ ۾.

(١١٨) ٻڌي ٻڌيو وسار، تون، اَنَا الحَقّ اسرارُ،
"هَلْ فِي الدَّارَيْنِ غَيْرِيْ" ط آڻ اهو اعتبارُ،
ٻيهي ڏس ٻاتار، ته پاڻ پرُوڙين پاڻهجو.

(١١٩) ٻڌي ٻڌيو وسار تون، اَنَا الحَقّ حرف،
حقيقت سان هڪ ٿئي، چڏي نحوُ صرفُ،
شاهي پاءِ شرفُ، ٻوتائي ڏور ڪري.

(١٢٠) ٻڌي ٻڌيو وسار، تون، علمُ اَنَا الحَقّ جو،
ساڳيو آهين سو، ڳولا ڪرين جنهن جي.

(١٢١) ڳولا ڪرين جنهن جي، سو تون آهين پاڻ،
پاڻ ڪنان ٻاسي ڪيو، توکي ٿنهن جي ڄاڻ،
پاڻهجو پاڻ سڃاڻُ، تون تان ناهين آدمي.

(١٢٢) ڳولا ڪرين جنهن جي، سوئي تون سلطان،
ٻيهي ٻس تون پاڻ ۾، پاڻهن جي سڃاڻ، (٢)
ناحقُ، ٿيو نادان، ليا وجهين لوڪ ۾.

(١٢٣) ڳولا ڪرين جنهن جي، ساڳيو سو تون سِرُ،
پاڻ نه ٻُسيءَ پاڻهن جو، ٻيئون وٽين ٻِرُ،
ڳهڙ (٣) اهوئي ڳهڙُ، ته ملين تون مطلوب کي.

(١٢٤) ڳولا ڪرين جنهن جي، ساڳيو تون سوئي،
جي پاڻ پرُوڙين پاڻهن جو، ناهين ٻيو ڪوئي،
هيءَ هُو هيڪوئي، سڌُ ٻڌاڏو سمجهه، تون.

(١٢٥) ڳولا ڪرين جنهن جي، ساڳيو تون مطلوب،
خوبين ڪون آن خُوب، جي تون ڀين پاڻ کي.

(١٢٦) جي تون ڀين پاڻ کي، لوڙهي لَقَبُ، لَٿو.
معنيٰ جي مهراڻ (٤) ۾، ٿين مَحْضُ مَحْوُ،
چڏي صَرْفُ ۽ نحوُ، ٻڌين ورق وجود جو.

---

(١) ڪَنُ (ن) (٢) سڃاڻ (ن) ٻيڪس (ه) (٣) ڳهڙ (ن) (٤) مهرياڻ (ن)

(١٢٧) جي تون پَسين پاڻَ کي، ڇڏي فِقہ قندُ (١)،
ڪَنز قدُورِي جو ڪَڍي، مُول نہ پُڄين پَندُ،
لوڙي لَهين رَندُ، پاڻ منجهارون پاڻهنجو.

(١٢٨) جي تون پَسين پاڻ کي (٢)، رُويت رُوحاني،
آڇلي وِجهين آگ ۾، منطق مَعاني،
پِرهہ نہ ٿِئي پاني، قُطبي مُطوّل منڊ ۾.

(١٢٩) جي تون پَسين پاڻ کي، جين ڪي پَسَنُ آهہ،
تلويح ۽ توضيح جي، تاتي ناهي جاءِ،
اُصولن جي عقل ۾، هي مِرڪين مَتاءِ،
وُصُولتن وٺاءِ، مَٿي سَمجهہ ڪالهوڙي.

(١٣٠) جي تون پسين پاڻ کي، تہ ٻِيءَ جِهل جو جامُ،
هُوءَ جا عبادت عام، سا صُوفي ڏوهہ نسهَرو.

(١٣١) صُوفيءَ ڏوهہ نِسهَرو، عِبادت عامَن،
خبر نہ خاصَن، پُختَن جي پَرُوڙ (٣) جي.

(١٣٢) سُمهن ۽ سَڏُون ڪرڻ، صُوفيءَ ۾ نہ سَماءِ،
جوڳِيئَن ڪِين جڳاءِ، ڌاران جوڳ جڳت جي.

(١٣٣) صُوفي سُوليءَ هليا، عيدَ نہ مَڃين آءُ،
بيراڳين مُون ٻُڌو، سدا اڇي سوز جي.

(١٣٤) صوفي سُوليءَ هليا، عاشق عيد نہ ڪن،
آهي سَندو تَن، سهو سوز گُداز سان.

(١٣٥) صُوفِي سَدا سوزَ ۾، عاشق پُڄَن نہ عيدَ،
طالب رِيءَ توحيد، ٻولي ٻولين ڪانہ ٻِي.

(١٣٦) صُوفي سَدا سوزَ ۾، وَليجُ سندن وَيراڳ،
آوُنهون، جو آجهاڳ، ٻِهي ٽَنهن ٻاتال ويا.

★ (١٣٧) صوفي سدا سوز ۾، منجهن دردہ وٿاڻُ،
عشقُ سندن آهياڻ، سڀ دم جالين دَردَ سان.

(١٣٨) صُوفي سَدَ ڦيٽي ڪري، سماڻو ۾ سِڪَ،
وحدت ٻِنا وِڪَ، ڪاڏِ ئي هن ڪٿي ڪانہ ڪا.

(١٣٩) صوفي ڇانئين پاڻ کي، وِجهي پاڻ وِڃاءِ،
اثباتيءَ جي آهہ، نيڙيءَ خبر ناهي ۾.

---

(١) قندُ (غ) (٢) پانهن جي (ل) (٣) پَرجهڻ (ل)

(١٤٠) صوفي ڇائين پاڻ کي، پاڻ وڃائي ويهي،
سُورن سان ڪَريسهُ (١)، ٻيءَ ڪوسرڪوسوز جو.

(١٤١) صوفي ڪٿي نہ پاڻ سان، سُوريءَ ريءَ سفر،
پيو تن ساب سفرُ، ڪوهيا جي ڪين ڪٿي.

(١٤٢) صُوفيءَ ساڻيو ساهہ، وحدت جو ويساهہ،
سندس ساهہ پساهہ، سمايو (٢) نہ سريرَ ۾.

(١٤٣) صُوفي سريرَ تُون ويو، صورت هنڌ نہ سماءِ،
آهنديت ۾ آءِ، بِنڪ بيراڳين جي.

(١٤٤) صُوفي سهسين رنگ ۾، آئي (٣) سمايو،
لاَحديءَ لايو، تماشو هرطورَ ۾.

(١٤٥) تماشو هرطورَ ۾، صوفي سندو آءِ،
"اَلصُّوفِيُّ مَعَ اللّٰهِ فِيْ كُلِّ مَكَانٍ" هُو
حاضر هرجاءِ،
حد بي حد سماءِ، صُوفي سير صفات ۾.

(١٤٦) تماشو هرِ طورَ ۾، صُوفي جيئن جيهات،
"اَلصُّوفِيُّ الَّذِيْ لَا يُعْدَمُ بَعْدَ وُجُوْدِهِ"،
اجي ٿيو اثبات،
اول آخر ذات، وڃُون اولو عَبْدُ (٤) جو.

(١٤٧) تماشو هرطَور ۾، صُوفيءَ جو سرجوش،
"قَطَعَ الدَّارَيْنِ فِعْلُ الصُّوفِيْنَ"، خُودي
ڪُون خاموش،
جان جان هُولد و هوش، تان تان ڀين ڪُون ڀري.

(١٤٨) تماشو هرطور ۾، صُوفيءَ جو سامانُ،
جيڪي ڀني پاڻ ۾، سوئي منجهہ جهانَ،
پانڪو بي نيشانُ، ماري دم اثبات جو.

(١٤٩) تماشو هرطور ۾، صُوفي سدائيي،
پوڙي پيائيي، همہ کي حق چوي.

(١٥٠) تماشو هرَطور ۾، صوفيءَ جو صد ٻارُ،
ڪري ڏرُ سيبيءَ ڪُون ڏارَ، اِڇيائين پُوهُ پورب کي.

(١٥١) بيدل جا هيي بيت تلقين رَبانيي،
ڪري عيانيي، چڪريئين رازُ رندن جو.

(١) سُورن، ساڻ سڌيهہ (ر) (٢) سمائي (بيڪس) (٣) آهي [ن] (٤) عبدُ هو [ر] (بيڪس)

( ۱ ) ڪوٺائين ٿو ڪَلمَ کي، ڪَلِمون پڙهن سِڪَ،
فِڪر جي فرهيءَ(۱) آتي، لاَ، جو اکر لِڪَ،
معنيٰ واري مِيڪَ، حَرفن مُون هٿ آڻ ٿئون.

( ۲ ) ڪوٺائين ٿو ڪلم کي، پُرجهيي ڪلمون پڙهه،
فڪر جي فرهيءَ آتي، لاَ، جو لِکَ اکر،
سِروٽا اکيي سِرُ، تہ مانجهيي مسلمان ٿئين.

( ۳ ) ڪوٺائين ٿو ڪلم کي، ڪَلَ ڪلمي جي ڪول،
همه کي حق جاڻ ٿئون، پَلُ نہ پُئي ڪنهن پول،
وِرسيا، نيت وِرول، نفيءَ کي اثبات ۾.

( ۴ ) ڪوٺائين ٿو ڪلم کي، لَهه ڪلمي جِيءَ ڪَلَ،
طلب جي تلوار کي، سِڪ جيي هَڻ صيقل،
عبديت جي آلَ، لاَ سان لاهہ وُجودَ تنئون.

( ۵ ) ڪوٺائين ٿو ڪلم کي، کڻيرُ ڪلمي جي کير،
وجهہ لاءِ وُجودَ جي، پير نفيءَ جو پير،
شائق آهين شير، هستيءَ کي هٽاءِ تون.

( ۶ ) ڪوٺائين ٿو ڪلم کي، ڪلمون نئيي ڪماءِ،
"لاَ" هيٺين سين لاءِ، تہ اوڏو ٿئين اثبات کي.

( ۷ ) ڪوٺائين ٿو ڪلم کي، ڪلمون پِهي پَسُ،
خطرا خيال عبث، "لاَ" سين سڀ لُڙهاءِ(۲) تئون.

( ۸ ) "لاَ" جو ڪنهون هٿ ڪري، جنگ جسم سان جوڙ،
نفيءَ واريءَ نئين ۾، وجهي پيسائيي پوڙ،
سالڪ، سگهو(۳) سوڙ، نيهيي آئيي ناٿهين جو.

( ۹ ) "لاَ" جو ڪنهون هٿ ڪري، لڙائي ڪا لاءِ،
"وجاهدوا في سبيله"، جوش جيئنئون جاڳاءِ،
پِرُ ٿئون اِئڙ ۾ پاءِ، سانگو لاَهي سِرَ جو.

---

(۱) فرهي (ن) (۲) لڙهاءِ (ن) (۳) سگهو (ص)

(١٠) "لا" جو ڪنهون هٿ ڪري، جوڙ جسم سان جنگ،
نَفيءَ واريءَ نَئين ۾، لاميان ڏو نيسنگ،
رَچ رُوحانيءَ رَنگ، پالو^ن پاڻ ٻري ڪري.

(١١) "لا" جو ڪَنهون هَٿ ڪري، جسم سان ٿون جهيڙ،
وساري وُجود کي، پير نَفيءَ جو پيڙ،
گهر نفيءَ (١) جي گهير، تہ اوڏو ٿئين اثبات کي.

(١٢) "لا" جو ڪَنهون هٿ ڪري، جهيڙج جسم ساڻ،
"فَضَّلَ اللّٰهُ الْمُجَاهِدِيْنَ عَلَي الْقَاعِدِيْنَ دَرَجَة"، مرزا ڪجانءِ پاڻ،
جان وجهاني جاڻ، نَفيءَ ۾ اثبات کي.

(١٣) "لا" جو ڪَنهون هٿ ڪري، جهيڙج ساڻ جيس،
جِنڌي ربت رس، ماهِر ٿيءَ مُحيط ۾.

(١٤) "لا" جو ڪنهون هٿ ڪري، آئي مانجهيي مَل،
ڪري حيدري مُل، خيبر خوديءَ جو ڀَني.

(١٥) الا"الله" اثبات ڪر، نيهي ٿيءَ نابُود،
تارن سندو تاب وبو، ٻسي شَمس شهود،
ساجِد ۽ سُجُود، مَحو ٿيا مَسجُود ۾.

(١٦) إلا" اللهُ" اثبات ڪر، اهو آهي اسلام،
طالب جِنڌي تفرقو، آچي وٺ آرام،
معبُوديءَ جي مام، نَفيءَ سان نيروار ٿي.

(١٧) الا" اللهُ اثبات ڪر، اهو ٿي ايمان،
"وَانْتَ الْمَوجُودُ فِي الدَّارَيْنِ"، مَنج (٢) ٿيءَ مسلمان،
معبوديءَ جو ماڻ (٣)، پاڻ سُڃاڻي پاءِ تون.

(١٨) إلا" اللهُ اثبات ڪر، جيئن ڪيو منصُور،
ثابت رَهج ثبُوت ۾، جِنڌي فرق فتور،
حاصل ڪج حضور، پاڻ ٻرُوڙي پانهنجو.

(١٩) إلا" اللهُ اثبات ڪر، جيئن ڪيو حلاج،
"لا اِلٰهَ اِلّا" اَناَفاعْبُدُوْنِ" ط، هي حلاّجي هاج،
ساڻي ٿون معراج، جي پاڻ پروڙين پانهنجو.

---

(١) فنا (ن) بيڪس (٢) ميجي (ن) (٣) ساڻ (ن)

(٢٠) اِلاّ اللهَ اثبات ڪر، شارڪ ڇڏي شڪ،
آڪـي اَنَا الحَقُّ، مُسْلِماني مانِ ٿون.

(٢١) اِلاّ اللهَ اثبات ڪر، شارڪ شڪ نه آڻ،
مُسْلِماني مانِ، عاشقَ، اَنَا الحَقُّ چئي.

(٢٢) نڪا هاه نه هئوه، اهو جو وِيلُ وِصال جي،
"وَ جَاءَ رَبُّكَ وَ المَلَكُ صَفًّا صَفًّا"، ربها
روميءَ رؤه،
سدا سُوه نه سُوه، سَچن وَسن سامهان.

(٢٣) جُست مَنجهون چالاڪ، هت پئي ذلر هوت ڪي،
"فَلَمَّا تَجَلّىٰ رَبُّهٗ لِلجَبَلِ جَعَلَهٗ دَكًّا" سَري
مامسوَ اڪَ،
"مَا كَذَبَ الفُؤَادُ مَا رَاٰى"، اعلي نيو ادراڪَ،
"وَلَقَدْ رَاٰهُ نَزْلَةً اُخرىٰ"، پرين ڀئورڻا چاڪَ،
هڏو جي ڀڪَ ڀاڪَ، ساقي ٿيا صبوحَ جا.

(١)

جڏ ڀانئون سڀ سانگ، ڪندا ڪوهہ نماز کي،
جڏانهن عالم آسرو، تڏانهن ڪن نہ ٿانگ،
نڪي پرن ڪلمون، نڪي هُدَن بانگ،
لاهُوتي بي لانگ، عدمَ ڪُون اڳي ويا.

(٢)

ڳجهہ نہ، ڳرين لاءِ، ڪَنَ ٻورائو باز کي،
آهي تنهن آنڊريءَ جي جيڏي پاسي جاءِ،
وَجو ڪاڄُ آتائين ڪاءِ، هُو جو قُوتُ ڪَنَ جو.

(٣)

ڪاريهر جي پرَ ۾، جيڪو ورجهي ٻانهن،
جي نہ ڪرائي ڏانهن، تہ ڪاريهر ڪين ڪولجي.

(٤)

ڪاريهر جي پرُ ۾، جيڪو وجهي پير،
جي نہ ورائي وير، تہ ڪاريهر ڪين ڪولجي.

(٥)

ڪاريهر جي سر تان، جيڪو ڪري لنگهہ،
جي نہ چرائي چنگهہ، تہ ڪاريهر ڪين ڪولجي.

(٦)

سڪيني متڪ، آ اصل آديسين جي،
لنگهي هليا لَڪُ، ڪاوڙ سندو ڪاپڙي.

(٧)

پاڻُ نہ ڪئج پاڻَ سان، پاڻُ سڃاڻج پاڻ،
آ، ساجن توهي ساڻُ، تون ڳولين (١) ٻئي طرف ڏي.

(٨)

ڳيهنُ امانت عشق جي، جي سڏائين آدم،
رَبُوبيءَ جي راز جو آهين تون محرم،
دَمَ سان ٿيءُ تون دمُ، تہ ماهيرُ ٿئين معنيٰ ۾.

(٩)

ماهيرُ ٿيءُ معنيٰ ۾، ڇڏي جسمانيءَ،

---

(١) تون ٻولين ٻئي طرف ڏي (ڪ)

تو ۾ سِرُ سُبحان جو، عَين العِيانِي،
خودي ڪَر فاني، تہ پسين باغُ بقاءَ جو.

(۱۰)

ڏسي باغ بقاء جو، مَن جون موجون مانِ،
"مَن عَرَفَ نَفسَہُ فَقَد عَرَفَ رَبَّہُ" ڏهہ جو سِرُ سُڃاڻِ،
ڄاڻ وڃاڻي ڄاڻُ، ڪُنہہ حقيقت جو.

(۱۱)

هيڪَ ڏُکي، ٻيو ڏوکيري، ٽيون هاءِ ڪين سگهي،
پرين، آءٌ اکي، پرين آءٌ نہ پهچي (۱).

(۱۲)

هيڪ ڏُکي، ٻيو ڏوکيري، ٽيون جو تَنَسِ ڏِٺهُن،
محبت سندو ميڻهُن، ويچاريءَ وسائيو!

(۱۳)

هيڪ ڏُکي، ٻيو ڏوکيري، ٽيون ٻنڌ ٻرانهون،
ڪريان ٿي دانهُون، سُتج منهنجا سُپرين.

(۱۴)

ليکيو لوڙي سِپَکا، ڪانہ ليکيئي ڪُون ڏارَ،
"جَفَّ القَلَمُ بِمَا هُوَ ڪَائِنٌ" ط ٻَکيي هي ٻچار،
سَرتيون ۾ سنسار، سُون سيئي سُور ڀرانيا.

(۱۵)

ٻنهون ناهي ٻري، ويجهو وَسي سُپرين،
"وَنَحنُ اَقرَبُ اِلَيہِ مِن حَبلِ الوَرِيدِ" ط غافل توکري،
جي، ڪو ڏيان ڏري، تہ ڪوهيارو قريب آهي.

(۱۶)

پيريءَ جي پري ڪيا، مرشديءَ مردود،
"فَمَا رَبِحَت تِجَارَتُهُم"، سُڃن (۲) ڪونهي سُود،
مِلنا ٿيا معبود، عاري عبادت ڪون.

(۱۷)

عاري عبادت ڪون ٿيا، واهيم وجُودي،
تن جي پوندي، خبر روز حساب ۾.

---

(۱) نہ پُهچي (ڪ) (۲) شيخن ڪونهي سُود (ن) سختيءَ ڪيوڏ سود (ل)

( ١٨ )

ياڪي يوم حساب ۾، رُليا رُنندا رَتَ،
"فَاِذَا بَرِقَ البَصَرُ وَخَسَفَ القَمَرُ" ڪهيو(١) ساري سَتَ،
وِرڪيا واڪيو (٢) وَتَ، وانجهيا تُون وحدت ۾.

( ١٩ )

واڪيا (٣) جي وحدت سين، چيهُون چِتا، سي،
"فَمَا (٤) اُخرُج عَنِ النّارِ وَادخِلُ الجَنّةَ" حاصل (٥) جنين هي،
رَهيو تنين کي، طهُوراً تحقيق جو.

( ٢٠ )

طَهُوراً تحقيق جو، جنين پيتو جالَ،
"وَسَقَاهُمْ رَبُّهُمْ شَرَاباً طَهُوراً" تانگا ٿيا نهالَ،
حاصل ڪري حالَ، ٿا انهُون چُڪيا ڪاپري.

( ٢١ )

عبادت ڪون عار، آنداٺون اثبات ري،
"اَمَّا الَّذِيْنَ اسْتَنْكَفُوْا وَاسْتَكْبَرُوْا" اِعوانهن بارُ،
"فَيُعَذِّبُهُمْ عَذَاباً اَلِيْماً" ط گوشِ نه پين گفتار،
خائنَ ٿيندا خوار، ياڪيءِ يومَ حساب ۾.

( ٢٢ )

قالَ نه (٦) ولي ڪاٺِين، حال انِ همدم،
"اِنَّ الَّذِيْنَ قَالُوْا رَبُّنَا اللّٰهُ ثُمَّ اسْتَقَامُوْا" (٧) اهو سندن ڪم،
"لَا خَوْفٌ عَلَيْهِمْ وَلَا هُمْ يَحْزَنُوْنَ" ط غازِينِ ڪوناهي غم،
ڪاهيرِينِ قدم، ڪنيو پُورَبَ پارَ ڏي.

( ٢٣ )

عاشقَ ڪن آهُون، فورانِي فِراقَ جُون،
درد سندي پون دانهُون، شال پُوَنِ ڪنِ قريب جي.

---

(١) ڪهيو ساري سَتَ (ڪ) (٢) ولها واڳيو وتَ (ل) (٣) واڪيا جي وحدت ... (ڪ) واڳيا (ل) (٤) فَمَنْ زُحْزِحَ عَنِ النّارِ وَاُدْخِلَ الجَنّةَ ط (ڪ) (٥) حاصل تنهين هي (ل) (٦) قال نه وڃن ......، (ڪ) (٧) اَلّذِين قالُوا ربنا الله ثُمّ اَستقامُوا (ڪ)

(٢٤)

سوسر ۾ سيلاب جي، آئا محبت سينهن،
"ارجعي الي ربڪ راضية" ٽير تنهن آلو نينهن،
گذريا ڏکيا ڏينهن، وائي ۾ وصال جي.

(٢٥)

موڪل ٿيي مارئيءَ کي، هلي آبائي،
جيئري جتڪائي، ميلي ماروئڙن سين.

(٢٦)

موڪل ٿي مارئيءَ کي، هلي يار ملير،
وعدا سندا سچڻين، آهن سپو سير،
ٿيس ساھ سڌير، وائي ٻڌي وصال جي.

(٢٧)

موڪل ٿي مارئيءَ کي، هلي پنهنجي ديس،
وصل سندو ويس، پهريائين پريت ڪون.

(٢٨)

توڙي منجهه وصال، راحت ناهي روح کي،
"المخلصون في خطر عظيم"، هوڙو سندو حال،
خودي خام خيال، جنڊول وجهي جيءَ کي.

(٢٩)

ڏکن کي م ڏکوءِ، پيچ نه آسون آن جون،
متان سڪ سندوءِ، لڳو وڃي وسيلا.

(٣٠)

ڪيهون سنده صفتون، ڪهڙا سنده يار،
مون سڀ جمال، ڪنين سئون ڪينڪي.

(٣١)

ڪهڙين منجهون خير، ڪڏهن ٿيندو ڪينڪي(١)،
هين پوڙيءَ تي پير، سجهي رکج سهرين.

(٣٢)

ساهتون وڃهو سهرين، برين ناهي پري،
جنهن ريءَ ڪين(٢) سري، ساعت هڪڙي ساه کي.

---

(١) ڪنهڪو (ع) (٢) ڪين (ع)

# مُتفرِقہ بيت

(١)

سُرهي سنگ سمي جي، ڪيو نوريءَ کي نُورُ،
نِسبت نيمائيءَ ڪَي، ڏُکَ ڪُئون ڪيو ڏُورِ،
هَلِي منجهه حُضورِ، سُهائيءَ مانُ لڌو.

(٢)

نوريءَ نُور نِيسَهَرو، سُولِ نہ سُهائِي،
هِت هُت آهِ آنهيءَ سان، چام سمو سائِي،
هُوءَ جا آگهائِي، تنهن سُهائيءَ مانُ لڌو.

(٣)

مَليرَ ئُون مُون ڏي مُڪا، سَرِتيُن سنيها،
وساري وِيهي رَهِين، قول ڪِيا ڪيها،
پِرين پَري ها، نہ تہ ويجها وِسرن ڪينڪي.

(۴)

مَلڪُ نَڪو مَلڪُوتُ هو، هو هوڪو حقيقت جو،
هاهُوتَئُون هَلِي ڪري، جاءِ ڪيَم جَبرُوتُ،
نازِلُ ۾ ناسُوتُ، اچي ٿيس اوچتو.

(٥)

تُوڙي ۾ ناسُوت، عَبدُ چوايان عام ۾،
بَحرُ آهيان باهُوتَ جو، لُڙهان ۾ لاهُوتَ،
هردم ۾ هاهُوتَ، آس آهِ اسان جو.

(٦)

ڪُنُ ڪُئون اڳي ڪالهه، هو سَناسيءَ جو سَيرُ،
نَڪو ڪُرسي عَرشُ هو، نَڪو زبر زير،
نَڪو پَريءَ پيرُ، نڪا بُوءِ بَشر جِي.

( ٧ )

ڪنَ ڪُون اڳي ڪونہ هو، ظُهوري جو ذوق،
هيڪائي هيڪُ هُئي، نڪو تَحْتُ نہ فوق،
شائقن جو شوق، پَرِيَتُون ٿي هو پڌرو.

( ٨ )

سُجهون هُجُون اڳهين، هُئي محض ماهيَّتَ،
نڪو تعيّنُ تنهن کي، نڪا ڪيفيَّت،
جاري هُئي نہ جهانَ ۾، حقيقي حڪمت،
ليڪو لاَ تعيّن ۾، هو قادر ۽ قدرت،
سُوڌي سا صفت، آهدؤن اڳي جا هُئي.

# رديف الف

## ١- ڪافي

ٻڪيڙا ڏلر ڪان وڇڙيا.

١- ٻڪيڙا ولر ڪان وڇڙيا
زهري زلف زوراور جا
وڃي آوکيءَ منجهه آڙيا،
توکي ڏهرا دام پيا.

٢- ڇو تو پنهنجا ٻڙ ٻڪين؟
ٽڪي ٽڪي ساهه ڇڏيندين
توکي ٻختا پيچ پيا،
چارَ پيء نه، چهڻن جا.

٣- وارن جي وراڪن ۾
هيت ڪاڪ ڪڪوريا ڪيترا
ڪئين ڪامل قيد ٿيا،
هُتِ ڪيئي ڏينگ ڏريا.

٤- مانڊيئن مُنڊيا ڪيتڪي
ورءِ رکن واسينگن وانگر
۽ جوڳين ڪين جهليا،
آهن زهر ڀريا.

٥- چٽندي داڻا خال سندا
هاڻي هي هي ٿو ڪرين
توکي ڪل نه پيئي ڪا،
جڏهن وار اٿئي وڇڙيا.

٦- بيدل ڏنگ جهليا سين
هيبتي حيوان، الله ڙي!
ڏاڍا آهن اوکيرا،
اڃا ڪين مُٺڙيا.

## ٢- ڪافي روپ جهنگلو

خُمُرَ ڪنهن خاصي خُماريا
ڪيف ڪنهن ڏاڍي ڪڪوريا
سالڪن ڪيا سِرُ فدا،
جُنگ ٿيا جيءَ ڪُون جدا.

١- درد واري ڏور ۾
سوز جا سڙڪا، پيون(١)
احرامَ عشاقن ٻڌا،
سنپريا وتن سُوريءَ سدا.

٢- وَجُند واريءَ ويڙهه ۾
نينهن جو نعرو هڻي
ڪنهن موج مستيءَ جي وڌا،
نا ميان انا الحق جي ليڌا.

---

(١) سڙڪا ٻڌين (ن)

٣- نيستيءَ واريون نيمازون
غيب ۾ وجي غيب ٿيوا (١)

عارفن، ڪيئون سڀُ آدا،
راز جي پڌري رِدا.

٣- مَنُ خُدائيءَ موج ۾
سِرُ وڍائن ۾ ڌَرِي

عطار فرمايو ادا،
بيدل سچي ساري ندا.

## ٣- ڪافي رُوپ جهنگلو

ساليمُ سنيها هُو ٻه هُو
سائيءَ سپاجهي سُون آنا

پهتا پيرين جي پارَ جا،
سي دُرُسُ تنهن دلدار جا.

١- واقف وساري ڪيئن وڃن
جيڪس سيائين ساه ڪي

آومي عهد جي اقرار (٢) جا؟
سُڪُوا انهيءَ سنسار جا.

٢- عاشق آلستي ياد ڪر
ڪَيَءَ عيش ڪنهن اوقات ۾

هٿ ڳڌ هُوئيي گفتارَ جا،
غاصي ڪنهن خُمار جا.

٣- هُنن تُون اسان سان هيڪ آگي
وسري ويا توڪُون (٣) مڪر

نِي ڪَيَءَ نفعا ديدار جا،
منصب انهيءَ اوتار جا.

٤- توڏي اسان جي آهي سدا
بيدل! ٻره جي بات سُڻ

تن سن محبت تارَ جا،
لارا ڇڏي لاچارَ جا.

## ٤- ڪافي رُوپ جوڳ

ڪانگَ لنوي سِيلي لات
مُحب مُسافر جانُ ڪي ايندا.

١- جيڪس دانهان درد، تنهنجي جُون
پهتيون آئي پرڀات،
الم آميد ته هيئن ته ڇڏيندا.

٢- ورندا سيئي ساريان ٿي سڄڻان (٤)
طالب جنهين جي آهي تات،
گولي پانهن جي گڏ ڪڏيندا.

٣- ايندا جوءِ ۾ جانب جاني
وائيي جنهيي جي الم وات،
دوست دلاسو دل کي ڏيندا.

---

(١) ٿيا (ر) (٢) اسرار (ر) بيڪس (٣) توهُون (ر) بيڪس (٤) ورنداي سارِيهه تي سڄڻان (ر)

٤- دَرد فراق اُنهيءَ جي مَنُون کي حالتُون نيون هَٿيهات،
وَٽي وصال جي شال وَڻِيندا.

٥- بيدل بلڪل ٿيءُ نہ ماندو سَنجھہ صُبحَ ڪيي رات،
هوت اچي تو سان هيڪ ٿيندا.

## ٥- ڪافي رُوپ بروهہ

ڪين چائن يار عام، عشق جي مار سَنجُهون مَسَتوانا.

١- جيڪي پيندا (١) ٿي مَنصُوري مَحب ٿيندا مستانا.

٢- ڪَنِ مُطاليمُ مَحبُوبَتَ کي ڦيٿہ چنڌُ يون (٢) فرزانا.

٣- صُوفي صافي بَتيرِ بيا ديدَ ڪيا ديوانا.

٤- رِندي رمز پَروڙن جيڪي مَرد پَوَن مئيخانا.

٥- عشق عطا ڪيائون تو کي بيدل ڪر (٣) شڪرانا.

## رديف ب

## ٦- ڪافي رُوپ سستي

توريءَ عين عذاب، عين عذاب، توڙي باغ بهشت جا.

١- پسن ڏاران پيرينءَ جي حُوران محض حجاب، محض حجاب.

٢- ڏُوورن پجي ڏوهہ ڪان (٤) ويجهو ڪان (٥) ثواب، ڪان ثواب.

٣- ڪنڌ نہ موڙي ڪاڏنهين جنهنجو نينهُن ثواب، نينهُن ثواب.

٤- پنهجي وَڄ پاتال ۾ هَٿون چنڌ حُباب (٦)، چنڌ حباب.

٥- بيدل هَٿون موت جي ڪَسِي ٿيءُ ڪباب، ٿيءُ ڪباب.

---

(١) سڪيندا (و) (٢) چنڌي (ف) (٣) وڙهہ (ف) (٤) ڏورپُون پنهجي ڏوهہ کون، (ر) (٥) وجهو ڪانءُ ثواب (غ) (٦) حجاب (ف)

## رديف ت

### ٧- ڪافي رُوپ ٻلاولي

آڌر ٻڪيهئڙوا ونڊ واهيري — نيڪر منجهان ناسوت.
١- جنهن وساريو(١) قالب خاڪي — آهي ماهيرُ ۾ ملڪوت.
٢- پاڻُ سڃاڻ ته آهين عارف — جاءِ تنهنجي جبروت.
٣- ڳڻنا ڏينهن وڃاڻ هو تنهنجو — لا تڪان لاهوت.
٤- آدم ڪيوا ڪنون هئين تون اڪهين — بيشڪ ۾ ياهوت.
٥- بيدل ڪر پرواز جو سعيو — هتلُ سوئي هاهوت.

---

## رديف ج

### ٨- ڪافي رُوپ سُنڌي

ٻيڪُر ڪاڻ ٻنيور ۾ — آريائي تنهن اچيج.
١- هيءَ جا تنهنجي آسري — تنهن جي سار لهيج.
٢- نيالي جي نجُوري — بيوسي حال ٻڌيج.
٣- سوزُ عشق جو سهرين — ٻورو ڪو بخشيج.
٤- ٻڌون هتون پانهنجي — وحدت وٽ وڪيج (٢).
٥- لا تن لائق پانهنجا — ڪوهيارل ڪريج.
٦- محوريت ڏي مون ٻرين — بيدل کي منهن ڏيج.

### ٩- ڪافي رُوپ جهنگلو

عاشق ٿئين تان سرُ ڏئين — نه ته ڪيمُ عشاقين آچيج،
منصورُ واريءَ موج مان — آچي رنگ رمزن جي رچيج،
١- سرُ ڏي اول سوره سيکيو — پوءِ نينهن ۾ نيروارُ نسيج،
منصورُ وانگر سيڪ منهان — سرُ يارُ سوري تي سچيج (٣)،

---

(١) سڃاتو (س) (٢) وات ونيج (و) (٣) سڃيج-سنيج (ل) (و) بيڪس

٢- تون تُرت تبريزي جيان — پنهنجي هُنَر جي ڪَمَل ڪَمايو،
شمس الحقيقت آنهين تون — نمرو نيستي ني هُون هئيو.

٣- صنعان جئن سر پانهنجي — پرجهو ملامت جو ڪنيو،
صورت سدا (١) سي سنگ (٢) ڏيئي — معني جي نسبت ڏي متيو.

٤- بيدل برهه جي باغ مان — ڪو واس واسن (٣) جو وٺيو،
نمرو خدائي هن سدا — وحدت ڪي (٤) ڪثرت تي متيو.

## رديف دال (د)

## ١٠- ڪافي سُر ديسي

ڪُم ٿيي ڪُم ٿي غازي — عشق اهو ارشاد.

١- پڙهون سي علم عقل جنون ڳالهيون (٥) — برهه بنا برباد.
٢- نُڪتي (٦) نانهن جو روزازل ڪون — عشق آهي استاد.
٣- وڃي آنڪسڪم (٧) سمجهه سبق تون — يار رکين نيت ياد.
٤- وحدت وسه سان سدائين — شوقون رهه دلشاد.
٥- مذهب واري قيد ڪُون بيدل — عشق ڪندو آزاد.

## رديف ر

## ١١- ڪافي رُوپ وهاڳ

آ آهيان اسرار — عالم ليکي آدمي!

١- عرشتُون آيي اتهين — عشق ڪئيس اظهار.
٢- ڪين هيڪي ني قرب ۾ — دين ڪُفر جي ڪار.

---

(١) سدا (ل) (٢) سنگ (ل) (٣) ورهين (ر) پيڪس (ل) (٤) وحدت تي ڪثرت ملڪ متيو (ب) وحدت تي ڪثرت ڪي متيو. (ر) (٥) علم عقل جون پيون سي ڳالهيون (ب) (٦) نُڪتو (ب) (٧) دع نتڪتنڪ جو سمجهه سبق تُون- يار رکين لت يا. (ڇ) پيڪس

٣- ٻانهپ ٻوليءَ ناهي ڪا     ٿُور آهيان نيروار.
٤- بيدل ٻندو ناهه تُون     آن اهو اعتبار.

## ١٢- ڪافي رُوپ بروهه

برهه جو ٻاري ٻار     رمزبازن ريءَ ڪير آلائي.
١- راهه انهيءَ ۾ سالڪ سرتي     سَهُن ڪَرٽ، ڪٺار.
٢- ڪيئي منصور ڪيا هين شُعلي     سوليءَ تي هسوار.
٣- عشق جو شيوه آهه خُونريزي     مُلَّن ناهه مَيار.
٤- "حسن" "حقيقت" فرق نه پائج     عاشق ڪر اعتبار.
٥- مَخفي هُو محبوب بيرنگي     نينهن ڪيو نروار.
٦- هيڏنهون هوڏنهون(١) پانهنجو پاڻ ساڻ     ديد لائي دلدار.
٧- بيدل برهه ڪتنُون يارُ، يڪاني     پهريا ويس هزار.

## ١٣- ڪافي رُوپ جهنگلو

ٿيءُ غرق بحر عميق ۾     ٻاهر نه ٽوهي ٻار، ميان
١- ڏارين جي دعوا ڪي ڇڏي     ڏِسُ ڪو ڏَرُون ديدار، ميان
٢- حلاج حالت ڪيئون ڀاري     هي عجب سير بهار، ميان
٣- آندو آلوهيت سندو     جنهن پاڻ تي اعتبار، ميان
٤- ٻائي تُون ٿيندين ٻاهي     ڏِس عشق جو اسرار، ميان
٥- بيدل انهيءَ درياهه ۾     وڃهه پاڻ بي اختيار، ميان

## ١٤- ڪافي

پاڻ تو پيدا ڪيو     ڪين مان ڇتيءَ احسانُ ڪر،
ڳهرج هٿي توکي گهٽي     ڪين مان ڇتيءَ احسانُ ڪر.
١- شڪم مادر ۾ رهيس     ٿيي ڏهه مهينا قيد ۾،
تو آني پاليو مُون کي     ڪين مان ڇتيءَ مهمان ڪر.
٢- خوش خوراڪون ڏني مون کي     جاليڊي اڇي تو جوان ڪيو،
موجود موجان تو ڏيون     ڪين مان ڇتيءَ گهمان ڪر.

---

(١) هيڏي هوڏي......(ع)

۳- جان ۾ جامر ڏٺي — موجود سو جان تو ڪيون،
واند رَس ۾ تو ڇَڏي — ڪين مان ڇَپي نُقصان ڪر.
۴- **بيدل** بِرهه اِهي انيت آه — عام نا اِنين چيون،
هرجا رمز تنهنجي آهي — ڪين مان ڇَپي اعلان ڪر.

## ۱۵- ڪافي رُوپ پورب

بِرهن ڪان ڀَرُوڙ — هيءَ بيراڳ جيڏيون.
۱- آندر آڪيرو ڪيو — سِپر ڀان جي سُور.
۲- وحدت سَندي واس ڪُون — مُلا نيا منصور.
۳- ڪوڙين ڪان لگاسُون ڪي — گهايس تنهنجي گهور.
۴- **بيدل** عهدالست ڪُون — محبت ڪيس مخمور.

## ۱۶- ڪافي رُوپ پورب

پَريا پورب پيار — سامي سنگ چِڙهي ويا.
۱- ڪِرَ ڪُون سمجهيو گودڙين — الستي اسرار.
۲- راتيان ڏينهان هڪڙو — آد بسين اوتار(۱).
۳- لوڪُون لاهُوتي لَڏي هليا(۲) — ڪنڏوُ هيا گرنار.
۴- **بيدل** بيراڳن(۳) هوئي — ڪا جا تن تنوار.

## ۱۷- ڪافي رُوپ جهنگلو

دعوا دُورنگيءَ جي سَٽي — وحدت ڏي چِت جو چاهه ڪر.
۱- سِرُ پنهنجو ڪَرُتُون سهيُون — پيا سڀ قصا ڪوتاهه ڪر.
۲- مذهب جو مُونجهارو ڇَڏي — ذاتي ڪُنهه ڏي ڪاهه ڪر.
۳- شيعي سُنيءَ ڪان پَڇ پَري — رُخ رمز واري راهه ڪر.
۴- علم عقل ڪُون نِيءَ پَري — سِڪ سوز جي صلاح ڪر.
۵- خلعت خدائيءَ جي ڏِڪي (۴) — سِر قرب جي ڪلاهه ڪر.
۶- تون تان هُو ساڳي (۵) آهين — واتُف اِهو ويساهه ڪر.
۷- **بيدل** برهه جي پَٽُوڪ سان — ڪو سرجُڻ ساهه پساهه ڪر.

(۱) اوتارُ (غ) (۲) لَڏيا (ر ۽ غ) ڀِڪِس (۳) بيراڪين، (غ) (۴) خلعت خدائي ثرن ڏِڪي (ف) (۵) ساڳيو (د) ساڳو (م)

## ۱۸- ڪافي روپ جوڳيا

ديس ڇڏي پرديس تون آئين — وطن تنهن ڪيئن (۱) وسار،

۱- سڀ ڇمانئد رجاليءَ جن سان — ماڳيي (۲) سي تُرت سنڀار،

۲- تو ڪئون عهد ورتا تن ڪهڙا — پنهنجا تون وعده پاڙ،

۳- سرتيون روز سڀانئين توکي — پاليل ڪترن پوڪار،

۴- آڙ جنهي جي ڪين ڪڏهن ٻئي — ڪتن تڏهنجي ڪوڪار؟

۵- ڪثرت وارو قيد پڄيي تنهن — پتر (۳) آڏ هيءَ جي ڀار،

۶- ويڙهيچا وحدت جا واصل — توکي ڪترن تنوار،

۷- بيدل آڏري دڄ اوڏانهين — ڳونڊر ڪيئن گذار،

## ۱۹- ڪافي روپ جهنگلو

ڏاڍيون رمزان، ڳهير ٻهون ديدان لايون، دلبر مون سان يار (۴).

۱- آيو مير عشاقن جي تي پيرهه، جو ڀاري ڀار،
سيڪ وڃايو تن جو سڀ پر صبر قرار،

۲- خنجر ناز جو خوب هنائون ڏڪون مير تيو ڏار،
هٿون حبيبن جي مرن ماڻجوسي منصبدار،

۳- تورڙي عشق اوڀڙو سنجي خونيي ۽ خونخوار،
سر جو سانگ نه رکي تون عاشق مڙن آهي سيار،

۴- هيندءَ زال کون هيٺ نه تيءَ جي طالب آنهين تڪرار،
مات ڪري ٻڌ سڄ ۾ عاشق چڙهي اختيار،

۵- بيدل عاشق تيءَ ته آنهين سر ڏي تيءَ سردار،
پلصراط جو پنڌ تي عشق نه آسان ڪار،

## ۲۰- ڪافي روپ راڳو

ذاتي خيال اثباتي سمجهڻ — ڪير الاري ويهاري ڪير،

۱- فاذڪروني اذڪرڪم — ناهي سخن ۾ پيو ڪو قير،

۲- انا الحمد بلا ميم — رمز انهيءَ ۾ نا ڪو غير،

---

(۱) ڪين (ف) (۲) سانگي (ر) بيڪس (۳) پڙ (ر) (۴) ڪوڙيون ديدان لايون ڏاڍيون رمزان لايون مون سان دلبر يار (غ - بيڪس)

٣- اونهون ڏيهه، الله جو — هرجهي پانج پير.
٤- بحر عرق ۾ ڪيئي ويڙا — ڪنهن ڪنهن لڌو يار جو سير.
٥- بيدل عشق انهيءَ ۾ تون — ساجهر آءُ ترت سوير.

## ٢١- ڪافي روپ ڪامول

صُورت جو سردار پَلي ڪري آيو.

١- وعده پنهنجا سڀ پاڙيا — سُهڻي يارُ سچارَ.
٢- اڱڻ اسان جي پير گهمايا — مهر منجهون منٺارَ.
٣- پاڻون چائي پنهنجي پاڇيءَ جو(١) — غور ڪيو غمخوارَ.
٤- آڇي اچانڪ سارَ لڌائين — جانبَ جيءَ جيارَ.
٥- بيدل اصلون آهي وڪائل — دَرَ تنهنجي دلدارَ.

## ٢٢- ڪافي روپ ٻلاولي

صوفي لا مذهب تڪرار — هر مذهب کون آءِ بيزار.
١- ڪي نا مٽيي پاڻ(٢) سڏائن — ڪي نا شيما پاڪ ڪوٺائن،
ڪيت "همه" جو عاشق ڪُائن — عشق جو اعليٰ آ اسرار.
٢- اها حياتي الٽي خزانو — دَمُ دَمُ تنهن جو دَرُ يڪانو،
باوَرُ ڪر تون ني مردانو — وحدت جو ڪر يار واپارُ.
٣- حال "فنا" جو حاصل ڪر تون — باغ "بقا" جو ڪانج (٣) ڦر تون،
ديد ديدن ۾ دَمدَمُ ڌر تون — جلوو نُور جو ڏس نروار.
٤- "مَن عرَفَ" جو سجهه اشارو — انِي "انا الله" هئ تون نعرو،
واهه وڃاهه (٤) تون تنهن نغارو — بيدل برهين (٥) بي اختيار.

## ٢٣- ڪافي روپ سارنگ

ظاهر بند و باطن سولي — بِرهه(٦) جي بازي پُرجهي ڪيرُ.
١- ايهو راز ڪري نو روشن — عشقيءَ وَلَنيءَ شتهَ مردان شير.
٢- مَنْ عرَفَ جي مام موجاري — فرسودي ۾ ناهي فير.

(١) بازيءَ پاڇي (ر) (٢) صاف (غ - يڪي) (٣) ڪاٺ تئي (ف) (٤) ورهه وڃاهه (ف)
(٥) برها (ف) (٦) عشق جي بازي سمجهي ڪيرُ (ف)

۳- تن تون پنهنجو پاڻ سڃاڻين، وحدت وارو پيو سرج پسير،
۴- پاڻ ڳوليندو پاڻ کي ڳولي، عشق غيور وڃايو(۱) غير،
۵- پنهنجو سير صحيح ڪج(۲) بيدل، سوجهي سمجھ سيريءَ جو سير(۳)،

## ۲۴- ڪافي رُوپ ڪامول

عشق سندو آثار، نڪي ڳجهو رهندو،
پرهه سندو پيار، نڪي لڪو رهندو،
۱- شوق جو شعلو تولئون فعلئون،
نيت لڳيندو نيروار،
۲- ديد بازن کي جڳ ۾ جائي،
عشق ڪندو اظهار،
۳- لينوَ لڳيءَ کي ڪير لڪائي،
هوي هڏ بيڪيبار،
۴- مَنُ خدا جو موج انهيءَ ۾،
عاشق بي اختيار،
۵- بيدل عشق کي عار نه جائج،
ڏينده مرد مَيار،

## ۲۵- ڪافي رُوپ جهنگلو

ناميان ليهرو نينهن جو، نعرو هيڄ نروار، ميان،
عرش ۾ آواز تنهنجو، هيت تنهن اظهار، ميان،
۱- سلطان سهني ۾ ڏسي، جڻ پاڻ کي پيار، ميان،
جاڳي ته ساڳيو بادشاهه، آنحق حڪومتدار، ميان،
۲- غافل نه آهين غير تون، نيءَ پرهه سان بيدار، ميان،
ڏس شان شاهي پانهنجو، ڇڏ عبديت اوتار، ميان،
۳- توکي وهم ويڙهيو ادا، هيءَ جي هنجين هوشيار، ميان،
ساري لهين سڌ پانهنجي، آهين يگانو يار، ميان،

(۱) عشق غيور وڃايو غير (ر) بيکي (۲) صحي ڪر بيدل (ع) (۳) سوجهي سيريءَ مان سارو سير (ف)

٤- سوداگريون ٿيون ڪر ڦيٽيون — وحدت جو ڪر واپار، ميان،
سارو ٿيو تنهنجو سودُ ٺٺي (١) — سِرُ ڏيئي لَهين اسرار، ميان.
٥- تو ۾ آ ديرو دوست جو — چاڪان وڃين ولڪار، ميان،
سُڻُ "مَنْ عَرَفَ" هادي آتو — شَهَہ حَيدَرِ ڪرّار، ميان.
٦- بيدل ٻڌي نيڪي ڇڏي — وڃي عِشقُ ڪيو اختيار، ميان،
دُنيا ۽ عُقبيٰ ڪر ڦيٽي — سِرِ ڪِن پِرِهَ جو بارُ، ميان.

## ٢٦- ڪافي رُوپ جهنگاو

وڃي مخفيءُ ٿيو محبوبَ ۾ — جي تو طلب تڪرارُ، ميان،
سو نُور مخفي (٢) ڪين ٿئي — ٻاجهون تنفي نروارُ، ميان.
١- هٿ ڏوءِ تون هستيءَ ڪُون (٣) — ٿيءِ خوديءَ ڪون (٤) بيزار، ميان،
ٿيءِ نيست نيهي تان ڏسين — هرجا الله اظهار، ميان.
٢- ٿي غرق بحرِ عميقَ ۾ — ٻاهر نہ پٺوءِ پار، ميان،
داربن جيءَ دعوا ڇڏي — ڏِسُ ڪو دُرون ديدار (٥) ميان.
٣- حلاج حالت جو ڪنيو — ٻاري عجب سِرِ بارُ، ميان،
آندو الوهيتَ سندو — جنهن ٻاڻ تي اعتبارُ، ميان.
٤- بيدل انهيءَ درياءَ ۾ — ورجهہ ٻاڻ بي اختيار، ميان.
ٻاٽي ٿُون ٿيندين ٻاڻهيي — ڏِسُ عشق جو اظهار، ميان.

## ٢٧- ڪافي رُوپ بلاولي

آهيان نُور نفيس، جو ڙِيَم جوڙ جڳت جي ساري.
١- آدم حوّا مظهرُ منهنجو شوقتُون، ٿيو شيثُ.
٢- ڪڏهن ناللو نُوحُ مذايم، آهُس ٿي ادرِيسُ.
٣- ڪاڻي پاڪُ پيغمبرُ جايم (٦)، ڪاڻي خام خبيثُ.
٤- بيدل خودَ آنا خيرٌ آکيم، اولي ۾ ابليسُ.

---

(١) سارو تنهنجو سُودُ، جي. (غ) (٢) سِرُ نُور مخفي ڪين ٿيي، (و) (٣) هٿ ڏوءِ هستيءَ ڪون ادا، (ف) (٤) ٻاڻ ڪون، (ف) (٥) دليئون ديدار ميان...(ف) (٦) ڪونايم. (ف)

رديف س

## ٢٨- ڪافي رُوپ ڪامول

آيو ٻُهري وهي صورت جو بيرنگ نيارو.

١- ذات ڇُپاوت لوڪ ڏِلاوت لالڻ ڪيڙو ليس.
٢- ڪيو هين جلوي رنگ بِرنگيي (١) نينهن وارن کي نيس.
٣- پنهجي شوقُون لالڻ لاتيي پيرت اجي پردیس.
٤- رَبِن سُورج سان خُوبُ رلايُس مشڪ بِرداري ڪيس.
٥- بيدل آهيڏُون ديدَ آوائن عاشقن آييس.

## ٢٩- ڪافي رُوپ سسئي

خاڪِي ڪيئُون ويسُ آهيان تَ تُون نيارو(٢).

١- اجي لاهين اتويئن عبدري جو آييس.
٢- ڪاڻي جاڪتُ جانيان ڪاڻي خاصو رَبسُ.
٣- هيڪُ دِڪيان پيو لاهيان رَنگا رنگ لبس.
٤- ڪاڻي سالڪ سدربل ڪاڻي عين اويسُ.
٥- سيوهڻ سجدا تو ڪربان بيدل تِيءِ درويش.

رديف ڪ

## ٣٠- ڪافي رُوپ برهو

تُون تہ آهيو ساڳيو آهين ذاتِ شُنِدُسُ پاڪُ.

١- پانهي ورقُون پولي پر توڪي هستيءَ ڪيُزُ هلاڪُ.
٢- جاني ٿيڙَن ظاهر زمين تي عرشُ چڙي آفلاڪُ.
٣- پانهُون پاڻ سان لنيوڙي جا لاَيءِ (٣) خاص اجي منجهه خاڪ.
٤- تختُ هزاري شاهُ سڏائن ورچ ميالڻ چاڪُ.
٥- بار نغارا وحدت والا (٤) بيدل ٿيي بيباڪُ.

---

(١) بيرنگي (ل ۽ م) (٢) تُور نظارو (ر ۽ خ) (٣) لنو، جا لاتء (ر) (٤) مار نغارو وحدت وارو (ر)

## رديف ل

### ٣١- ڪافي روپ بروهه

تُون تہ آهين ساڳي آهن　　ٻيا نہ ٻڌي ڪنهن ٻول.

١- ٻاهر ڍُونڍيو جي ڪي ڪيڏهن　　ڳوٺ منجهان ڪج ڳول.

٢- آدم ناتو (١) ٻاڻ سنڌن　　درس (٢) انهي تي ڏول (٣).

٣- توهون ٻاهر ڪينڪي آهي　　پنهنجو پاڻ ۾ ڦول.

٤- هِڪ هيڪوئي ظاهر باطن　　ڏُوئي اندر دل ڌول.

٥- مَنُ عشق جو ڪر نظارو　　بيدل اکيون کول.

### ٣٢- ڪافي روپ ٻلاولي

عشق امام محمد مهدي　　ڏُوئي انهي دجال.

١- ور جهڙ دجال ڏُوئي جو ڪيري　　ڪم ڪر جسم جنجال.

٢- هو ڪو امير حقيقت وارو　　مهدي شاهد ۾ شمال.

٣- تُون آهه مهدي جو سيڙ سارو　　پنهنجو پاڻ سنڀال.

٤- ظاهر مُون دل ذوق نہ ڀاني　　باطن رک بحر حال.

٥- وحدت وارو دين قبوليج　　چنڊي ٻي قيل مقال (٤).

٦- فرق نہ چائين همه ۾ بيدل　　جمعيت ۾ جمال.

### ٣٣- ڪافي روپ پورب

لا هُوتي سي لعل ڀالون جن ڀاسو ڪيو.

١- جوڳي نيڪا جوڳ (٥ ڪُون، چڏي جسم جنجال.

٢- نانگا جائين ناڻون ۾، ڪيترا نيهن نيهال.

٣- آدُوتيي اثبات جي، مرڪيو (٥) ڪن مقال.

٤- هُو وجي ٻهتا حال ڪي، ماڻهن ليکي محال.

٥- بيدل ره بيراڳ ۾، ٻان ڪتا ٻيا خيال.

---

(١) ناتہ (ل) (٢) ڏس (ل) ٻکس (٣) ڏول (ر) (٤) چنڊ ٻي قيل مقال (غ)
(٥) جنگت، جنڪت (ر-غ) (٥) مرڪيون (غ)

## ٣٤- ڪافي روپ پروھ

نَاذْڪُرُونِيْ اَذْڪُرْڪُمْ ذاڪر ٿيءُ سَندِ ڪَرَ ڪَمَ.

١- پاڄُهون گُمَ ٿيون(١) جي غازي، جَنِ تون پيو سپ فڪر فھم.

٢- بيخوديءَ جو باب پڙهج تون، سالڪ سپ جماندرجم.

٣- ڪِينَ سَندِ ديدهِ لعل لاهُوتِي، عشق بنا توڪي آدم.

٤- مَنْ رَانِيْ فَقَدْ رَايءُ اَلحَق، راز اهيءُ جو ٿيءُ محرم.

٥- وحدت ۾ جيئَ جانِ وڃانِي، بيدل هَنَ منصوري دم.

---

رديف م

## ٣٥- ڪافي روپ سسئي

آچي پياسي آسِين، يارا محبّت جي مهربان(٢) ۾.

١- ڪيلي عشق آروپ جي بازي(٣)، ليڪيُون جِنِيُون دل ڪسي يار، صُورت جي سامان ۾.

٢- "خَلَقَ الادَمَ عَليٰ صُورتِهِ"، پائُون پانَ تو ڏسي يار، عَينُ آيتَ انسان ۾.

٣- پهري پوش صفاتيءَ وارو(٤)، ويٺو(٥) دلاور ڏسي يار، عَينَنِ جي ايوانَ ۾.

٤- ستر ڙيُون سيف ره جي بانڪو(٦)، ڪيُون حملو تو هَسي يار، چشمَن جي چوگان ۾.

٥- وَهُوَ مَعَكُمْ اَيْنَمَا كُنْتُمْ، ورد وارَنِ سان وَسي يار، قول سندس قُرآن ۾.

٦- بيدل سُول نَ سُون ٿيءُ ماندو، راز دارن(٧) تي رَسي يار، حسرت(٨) ۽ حيرمان ۾.

---

(١) ٿي (ف) (٢) ميدان بيکس (٣) کيڏي آروپ عشق جي بازي (ل) (٤) بارو (غ، ر) بيکس (٥) بيلو، (ر) بيکس (٦) اره جو باکو (ه) (٧) رازدارن (غ) بيکس (٨) هجرت (ر ۽ غ) بيکس

## ٣٦- ڪافي روپ سسئي

آيو نينهن نور نيارو اڄ انساني اوتار ۾.

١- عبديت جي اولي پولي لاميم مخفي سوچارو،
رک گوش انهي گفتار ۾.

٢- ابدالون اوڏنهن (١) حق حقيقت پسي پانهن جو پاڻ نظارو،
ٿي عاشق پيو اوتار ۾.

٣- دين ڪفر جو دلبر سائين ڪري پڌرو پنهنجو پاڻ پسارو،
آيو تسبيح ۽ زنار ۾.

٤- مخفي منصوري جامو پهري هنيوڙ (٢) مستيءَ وارو نعرو،
ڏاڍي خيال ڪنهين خمار ۾.

٥- بيدل نالي جڳ ۾ جالي سو رانول رمزن وارو،
ڪرڻ سير آيو سنسار ۾ (٣).

## ٣٧- ڪافي روپ سارنگ

زاني پنهنجي يار پيارو، آيو هين اسرار ۾.
١- معنيٰ ملڪ کون آيو سهڻو، صورت جي سنسار ۾.
٢- اڄي ظهور ڪيائين سارو، انساني اوتار ۾.
٣- لڪيئون در ڦرمندن جون دليون، سهڻي هين سينگار ۾.
٤- نور نيارو آيو عشقن، تسبيح ۽ زنار ۾.
٥- بيدل چڙ پانهنجي جي پوليي، جاني هر جنسار ۾.

---

رديف ن

## ٣٨- ڪافي روپ آسا

آسر نهيءَ جون ڳالهيون اوري، جوڳين پنڌ پراهون.
١- نحو جو نهيي حرف نه جاڻن (٤)، سحويت جون سوجهون ساڻن،
ڪنز ڪندوري طرف نه ناڻن، عارف وڃن اڳاهون،

---

(١) هيڏنهن هوڏنهن (١، غ ۽ و) بيکس (٢) هٿي (غ ۽ ر) بيکس (٣) ڪري سير اچيو سنسار (و) ۾ بيکس (٤) مترتب و نحو جو حرف نه جاڻن (ل)

٢- رمزن ورا رند رندانا، فقه ۾ قاضي ڪني فرزانا،
مستي مَلڪ ڪري مرداڻا (١)، طلبئون ترڪ نڌاهون.

٣- علم لَدُنيءَ جا، جي عالم، لامذهب سي صُوفي سالم،
يار ٻرهه جو ٻانڪا ٻالم، چشم چانئين سير چاهُون.

٤- الف پيو ٻرهه جو سارو، سڄڻ ملايانون نينهن جو نعرو،
بيدل ڪيئن ڪن لوڪُ ڏي لارو، نيٺ نہ موج مٿانهون (٢).

## ٣٩- ڪافي روپ سنڌي

آهيان اسرار عجائب، ٿيءُ آيهس انسان.

١- ٻانهي (٣) ٻوليءَ ٻانهين ڪا، سارو سِرِ سُبحان.
٢- نُوحُ نبيءَ جي ويس ۾، تار ڪيم طوفان.
٣- آيس ابراهيم ٿي، باهه ڪيم بُستان.
٤- ٻيڪ ٻنائي عيسائي (٤)، آڏاپس (٥) آسمان.
٥- بيدل ٿالي ٿي ڪيم، سجدو (٦) سيوستان.

## ٤٠- ڪافي روپ ٻروهه

آءٌ سارو سِرُ آهيان، ٻولُ نہ ٻيو ڪو ٻانيان.

١- ظاهر باطن ڪيل ڪلايم، ٻاهر عجب ٿو ٻاهيان.
٢- ديو پريئون سڀ تابع مُنهنجا، وائين (٧) تخت آڏايان.
٣- وحدت (٨) وار پيئون موجون ماڻي، قطري بحر سمايان.
٤- چئوان ٻڌان ٿو هيڏ نهن هوڏ ٿيهن، ڪنهن ڪُون چپ چپايان.
٥- بيدل آهيان سِرُ الاهيءَ، صُورت سانگ ٻنايان.

## ٤١- ڪافي روپ جهنگلو

تُون تہ جو آهين، سو آهين.

١- جاءِ ۾ جاءِ ٿو جهاتيي پاتيي، ڪالبي ڪُجهو تون ناهين.
٢- حاضر ناظر هر رنگ هر جا، ٻاهر عجائبُ لاهين (٩).

(١) مستي ماڻ ڪري ميخانا (ف) (٢) نيٺ نہ موج مٿاهون (غ) (٣) ٻانهپ (ف)
(٤) عيسوي (ر) ٻيڪس (٥) آڏاميئس (ف) (٦) سجدا (ر ۽ و) (٧) وادين (غ)
(٨) محبت (ف-غ ۽ ر) ٻيڪس (٩) لهائين (و) ٻيڪس.

٣- نانءُ نشان نہ ڪوئي تنهنجو، سڀ ۾ نام سڏائين.
٤- عشق جو جامو پهري، صورت منجهه سمائين.
٥- ڪاٺي لاهي لاٿا لاتن، پير پتر نو پائين.
٦- ڪاٺي بيدل ٿي عالمن ۾، پنهنجي ذات ڇپائين (١).

## ٤٢. ڪافي روپ جهنگلو

توُن تہ ساڳيو سڄڻ آهين (٢).

صورت انساني ڪيوه ديرو، عرشين ڪين سمائين.
١- فوقُ، تحتُ، وحدت ڪثرت ۾، هردم هلُ هلائين (٣). *
٢- دينُ ڪفرمستيءَ هستيءَ جا، پاڻ کي لقبُ لائين.
٣- صيفُ ميدان محبت جي ۾، سورهه پاڻ سڏائين.
٤- ڪاٺي ساڻ زُغي ٿي ظاهر، ساري مُلڪ مڃائين.
٥- ڪاٺي ويس فقرُ (٤) جو پهري، بيدل نام سڏاوين.

## ٤٣. ڪافي روپ جهنگلو

توُن تہ جو ٿو لوڪ ڀلائين. ڀلائين......
١- تخت هزاري جو توُن مالڪ، چاهتُون چاڪ سڏائين.
٢- بالا عرشن اوتارو تنهن جو، هيٺ ٿو هير گهمائين.
٣- پانهپ واري پولي پوائي، لوڪُون پاڻ لڪائين.
٤- ڪٿي هيندن واري هاچل، ڪالي سُومينُ چائين.
٥- بيدل بيڪ ۾ سُهٺا سائين، پنهنجا پار پڇائين.

## ٤٤. ڪافي روپ سهڻي

ٿيءَ غيبُ ۾ توُن غيبُ، لنکهي عيبُ ٿوابُون.
١- طاليبُ نہ ٿي تقوا سندو (٥)، پي شوق شرابُون،
ڇڏ هستيي گيهن مستيي، سڻ رمز ربابُون.

---

(١) پڇائين (ر) پيڪس (٢) توُن تہ ساڳيو سڄڻ آهين- جو ٿو لوڪُ ڀلائين (غ)
(٣) هلاوين (ف) (٤) فقير (ف) (٥) طالب ٿي نہ تقوىٰ جو (ف).

نوت :- زُغو اصل ترڪي لفظ جنهن آهي؛ جنهن معنيٰ ڪلنگي.

٢- توريءَ نڪو (١) پردو آهي، هتي آهه حجابون،
آهين نُور ڪري ظهور، ٿيو نروار نقابون.
٣- بيزار خود خيال ڪئون، بيدار ٿيو خوابون،
ڏٺي پَسُ حقيقت پانهنجي، سُنهن سوڙ ڪتابون.
٤- ڪنج نُڪتو (٢) توحيد جو، حاصل ٿئي ٻاٻون،
بيدل! وَٽُ ٻانيءَ کي، پرر پرر حبابون (٣).

## ٤٥- ڪافي روپ سسئي

ڀاڱ ٻُنهون تون آهين، ڪيچ وٽين ڇو ڪاهين (٤).
١- صاحبُ آهين ڪيچ وٽين جو، پرتُ ڇو پاڻ کي پائين.
٢- خَلَقَ الآدَمَ عَلىٰ صُورَتِهِ، غير خدا جو ناهين.
٣- عَبۡدِيَتَ کي اَحۡدِيَتَ ۾، لالَنَ ڇو نه لهرائين.
٤- بيدل بندو ناهه تُون هرگز، ڇو تو ڪوڙ ڪمائين.

## ٤٦- ڪافي روپ راڻو

ڀاڱ ڏاڍن سان نينهن نه لايو، جنجل نينهن نڀايو مون.
١- آءٌ اياڻي عشق نه ڄاڻان، عشق عجب سر آيو مون.
٢- سُتي پئي هُس سيج پلنگ تي، جتن ڪين جاڳايو مون.
٣- چڙهي جبل چوٽ تي، تيرن تن تهايو مون.
٤- بيدل کي اچي مل پيارا، تنهنجي طلب تهايو مون.

## ٤٧- ڪافي روپ پُورب

پُورب پنهنجي پيون، سامي ويا سنيار مون (٥).
١- سُور ڪنيائون ڀاڱ سان، سَمَرُ هيءَ سندون.
٢- نانگا هليا ناٿَ ڏي، ناڳه نينهن نيون (٦).
٣- آڏيءَ وِيرا آليَ مُون، ڪو جو سَنڌَ سَنيون.
٤- ڏاڍو درد فراق جو، دل ۾ دُودَ دُکيون.
٥- بيدل عشق جو اوچتو، منجهان مچ مچيون.

(١) نڪي (م) بيڪس (٢) نُڪتو (ف) (٣) بحر لهر حبابون (بيڪس) (٤) ڪيچ وٽن ڏي ڇو تو ڪاهين (ف) (٥) سان (ف) (٦) نڳون (ف) نيون (غ ۽ ر) بيڪس

## ٤٨- ڪافي روپ بلاولي

جاڏي ڪاڏي پاڻ، ڇڏ تون غيرُ گمانُ.

١- نيرنگيءَ سُون رنگ بڻائي، ٿي آيو انسانُ،
دين ڪفر جي ويس ۾، سير ڪري سُلطان.

٢- ڪاٿي بيد (١) پڙهي ٿو برهما، ڪاٿي مُسلمان،
ڪاٿي آنانيت (٢) جو، ڦيرائي فرمانُ.

٣- ڪاٿي جامو حُسن جو پَهري، شرف ڏيکاري شانُ،
ڪاٿي بارُ برهه جو، آلائي آکيوانُ.

٤- مُلّن ۽ منصور جو جهيڙو، وحدت (٣) ڪيو ويرانُ،
هيڏنهن هوڏنهن پاڻَ، هو (٤) جاهل يا عُرفان.

٥- شيعو سُني پاڻ سڏائي، شافعي ۽ نُعمانُ،
بيدل! باور ڪر اهو، جوئي جسم سوئي جانِ.

## ٤٩- ڪافي روپ بلاولي

جوئي آهيان سوئي آهيان، پولُ نه پيو ڪو پاڻان.

١- ويس لبيس دين ڪُفرَ دا، ڪيئي لاهيان ڪيئي پايان.

٢- رنگين رنگين پاتين پاتين (٥)، ناهه لڪين ٿو ناهيان.

٣- سُومَل واري ويس ورنَ ۾، کهوٽ هزارين کهائيان.

٤- رتندڙ واتُون وحدت واري، سارو سيرُ سڪايان.

٥- هين مظهرَ ۾ ڪاڻ بهاني، بيدل نانءُ سڏايان.

## ٥٠- ڪافي روپ جهنگلو

جوشنُون جلائي جسم کي، جيءَ ۾ ڀانءِ ڪي جهاتو پون،
ري درد سپ ڳالهيون ڦڪيون، وهُواهه وره جون ڀاتو پون.

١- جسي تو طلب تڪرار آهي، گُوندر گداز راتو پون،
تو سير سڪهو ٿيندو پون ادا، پيشڪ برهه برساتو پون.

(١) ويد (و) (٢) آنيت (غ ۽ ر) پيڪس (٣) وره (و ۽ ر) (٤) اهوئي (ف)
(٥) ويس ورن ۾ (پيڪس)

۲- رکُ سَرت سِـه پناهه ڏي، سَرِ سِي (۱) لطيفي لاتو يون،
نيهي نفيي ٿيي نهان ڪُٺون، ڏس عشق جون اپاتو يون.
۳- ويساهه وحدت جو رکيج، ڇا سِيَر ڇا درجاتو يون،
بيدل! برهه جي بات سُڻ، ڇو ڪيئُون طلب جون تاتو يون.

## ۵۱- ڪافي روپ بسنت

رمز چوان يا مام چوان. گهور سڄڻ جي هزارين گهايا.

۱- رخ سڄڻ جو گل گلابي. بلبل ويک ٿيوي بيتابي،
نرگس چشمان نين شرابي. چشم چوان يا بادام چوان.
۲- ابرو سيف ايران عجيبن. ٿيزا بڙ چيون بان جبين،
گهاءَ ڪرن منجهون هاڻ ضعيفن. تيغ چوان يا صمصام چوان.
۴- عشق سڄڻ دي ڏوم مچايو. شاهي نوبت طبل وڄايو،
هر جا اپنا حڪم هلايو. شور چوان يا قيام چوان.
۵- بيدل آهي حسن لٽي ماندو. وار تنهنجي ڪون ناهي واندو،
اهو عجيب الله ڪٿي آندو. سو يار چوان يا آرام چوان.

## ۵۲- ڪافي برووه

سالڪ رمز سُرود جي سمجهن، مورک مول نه سڄن ڪنڌاهان.
۱- راڳ جا قائل مَن جا مائل، ولن سي رمزن واريون راهان.
۲- سُڪي سرود سڪر ۾ بيخود، اي سير پهرين قرب ڪُلاهان.
۳- ٻانهيون ٻاڻ وڃن اٿو ويهن، ناميان جاڏي ڪرن نگاهان.
۴- تاج ٿيجاڻن ڪِٻاڻن، عرشون لنگهن آئون جون آهان.
۵- نهن ۾ ٻيان نچانيج، بيدل! دردَ جوبارَ! دليتَون ڻ خواهان.

## ۵۳- ڪافي روپ سارنگ

سِرُّ اسرار حقيقي آهيان، صُورت ڪر انسانُ. ميان وو
۱- فرش آئي نو عبد سڏايان، عرش آئي رَحمانُ.
۲- نُوح ورِي اوتار ڪيئو ۾، عالمَ تي طُوفانُ.
۳- جسم جي اولي ذم ڏِ ڪالبي، آهيان جانِ جَهانُ.
۴- ذات صفات ڪٿان آهيان نيارو، نڪو نانءُ (۲) نشانُ.
۵- بيدل! سِرُّ سڀوني سُنهيجو، لا مڪانُ، مڪانُ. ميان وو

---

(۱) ڪي (ف) (۲) نام نڪو نشان (ف)

## ٥٤- ڪافي روپ جهنگلو

سر سبحاني آهيان صورت ڪيل ڪلايان.

١- عرش ٿئون آئيري فرش آئي تو پير ٿئون پير ڳنهايان،
آدم حوا جو ڪيئم، ڀانو تو سهين نام سڏايان.

٢- ڪاڻي ٻهير پئم (١) رسالت جامو عبدي رمز رلايان،
"سُبحاني ما اعظم شاني" ڪاڻي طبل وڄايان.

٣- ٻيڪ زليخا يوسف جي ۾ محبت منج مڇايان،
شيرين ۽ (٢) فرهاد شڪل ۾ آئي اڪيون الڪايان.

٤- ڪڏهن منجهه منصور ۾ ظاهر سوز ٿون سينس ڪٺايان (٣)،
ڪڏهن ورچ ڏرازين ويهي دردون ڏود ڏکايان.

٥- بيدل صورت ڪري ڀانو چالا عجب چلايان،
ذات صفات ڪان (٤) آهيان نيارو هيت هت لاهه لهايان.

## ٥٥- ڪافي روپ جوڳ

ڪڏي ايندين منهنجا جاني، روز ۾ راهون نهاريان.

١- وعده ٻنهنجا پورين ٿئون ٻاڙج سکيوو (٥) آچي ٿيءُ سائي،
سدا تو ڪي ۾ سنڀاريان.

٢- ناز اوڻان جي دليڙي منهنجي ڪٿي جا نيڏر نيماڻي،
ڳونڌر ۾ ۾ گذاريان.

٣- آب اکين (٦) ڪان آ، رت جهڙو عشق تنهنجي ۾ آربالي،
هوت حبيب ۾ هاريان.

٤- ڪونه ڏاو سُون شهر ٻنهور ۾ سونهن سندو (٧) جو ثاني،
ڪير پورين تو سان پاڙيان.

٥- بيدل تولئي وني آداسي وهلو ڪر ڪا واڻي،
ڳوڙهي ڳوڙهي ڏکيي گذاريان. (٨)

---

(١) ڪاڻي ٻنهير (غ) (٢) آئون (غ) (٣) ڪنهايان (ن) (٤) ڪون (ن)
(٥) سکيو (ر) ٻيڪس (٦) آب اکين ڏون ارتي جهڙو (غ) آب اکين ڪون آ
رت جهڙو (ف) (٧) سونهن سندو جو ثاني (ر-غ) (٨) گهاريان (ٻيڪس)

## ٥٦- ڪافي روپ آسا

ڪُون ڏُنوسي ڄڳ منجهہ جيڏيون، عشق جهوڙو آزار ميان.

۱- منصور جيها ڪيئي مردانا، سوريءَ تي هسوار ميان.

۲- دوا درمل ناہ انهن جو، جيڪي برهہ سندا بيمار ميان.

۳- هِني تہ جهان ڇڏي ڏنائي، عشق ڪيو اختيار ميان.

۴- بيدل وحدت وچ بازر ۾، روندا سون زارو زار ميان.

## ٥٧- ڪافي روپ جهنگلو

مورک پُرجهہ ڪي پاڻ ڪي(۱)، مُوروُن جو آهين ڪيرُ تُون؟
پيءَ جان ڪون (۲) بيزار ٿيءَ پنهنجي سدا(۳) هيءَ پيرُ تُون.

۱- آهين تُون مالڪُ مُلڪَ جو، تُون ۾ نہ چاليح قيرُ تون،
تحتَ الثري ۽ عرش تي، موجود بالا زير تُون (۴).

۲- حلّاج جي حالت ۾ رَهُہ(۵) ڪيڏي جانءِ ۾ پنهنجي ڪتنہ گهير تُون،
سِرُ سجدہ انساني آدا!! ڪر بي سيريءَ جو سيرُ تُون،

۳- راسخ رندن جي رمز ۾(۶)، پُرجهي ڪي ڏيج پيرُ تُون،
همہ اوست چوُنئي هيڪ مَنُهُون(۷)، ورنہ وڃائي ويرُ تُون.

۴- بيدل! اهو ويساهہ ڪر، ناميان! نہ آهين(۸) غيرُ تُون،
حقُ اليقين سان ڏو آدا(۹)، موهُوم واري سيرُ تُون.

## ٥٨- ڪافي روپ جهنگلو

مُون سان ٻيجُ ٻنهونءَ جو ٻيو ڙي جيڏيون.

۱- آءٌ ٻيي هيُڙس عقل واري نينهن نيهوڙي نيو ڙي جيڏيون.

۲- اکيون اڙايم هوش گنوايم(۱۰) مَنُ مستانو ٿيو ڙي جيڏيون.

---

(۱) مورک پُرجهين ڪي...، (ف) (۲) پنهنجي پاڻ ڪُون...، (ف) (۳) تنقيي جو (ف) (۴) عرش ۽ تحت الثري موجود بالا زير تُون (ف) (۵) حلاج جي رهہ منال ۽ (ف) (۶) رندن جي راهہ ۾...(غ-ن-ف ۽ و) بيکس (۷) هيڪ مَنُو...(و) (۸) ناميان جو ناهين غير تُون (غ) (۹) ڏو سدا (غ ۽ ر) (۱۰) وڃايم (و ۽ ر) بيکس

٣- سُونَ کي بيخود بي اختياري    ڪيفي نيڻن ڪيو ڙي جيڏ يون.
٤- موج منصوري ۾ جوش جهڳا ٻو    وحدت دُوئيءَ جو ويو ڙي جيڏيون.
٥- ڀانون ڀاڻ سان لنو لاتائين    بيدل ياڻهَ نه ٻيو ڙي جيڏيون.

## ٥٩- ڪافي روپ جهنگلو

★ معنيٰ وجودي ڪر سڃي،    آهين سدا موجود تُون،
ڪنهن جي عبادت تو ڪرين؟    ساڳيو آهين معبُود تُون.

١- ڪاڏي ڪرين تون تو قصد؟    دارين جو مقصود تون،
سِرُ معنوي پنهنجو سمجهه،    ملڪن سندو مسجُود تون.

٢- چنڊ سڌ بهشتي باغ جي،    ملڪوت ۾ مشهُود تُون.
غزنيءَ جا ٻنڌ چو تو ٻڌين؟ (١)    موروُن ملڪ محمود تُون.

٣- بيدل! ٻره اختيار ڪر،    جي تو گهرين بهبود تون.
ڏوهڻن، ثوابن ڪر گذر،    آهين سمورو سُودُ تون.

ردیف ڻ

## ٦٠- ڪافي روپ سهڻي

ٻاروچا تو سان (٢)،    وَوڙين جو ونڪار ۾؟

١- هيئيي ڪر هوت سان،    رنجيهي رُوح رهاڻ.
٢- سوني تو سان سُورن،    جُڪين جنهن جي ڪاڻ (٣).
٣- وڙ ٻون ودڙج ڀاڻ ۾،    تو ۾ وير وتاڻ.
٤- هيڏي هوڏي ڪيٿ هلُ،    ٻيا سڀ خيال اڪاڻ.
٥- بيدل! رکيج رُوح ۾،    اقرب جو آهڃاڻ.

## ٦١- ڪافي روپ ديسي

تو ۾ سو سِرُ سارو، جنهن جا ٻنڌ ٻڌين تو.

١- وفيي انفسڪم سُڃ فرمودو، تو ۾ نُورُ نظارو.
٢- انا احمدُ بِلا ميمِ، عاشق سمجهه اشارو.
٣- مرُس آپي ميڃج مَن؛ پانهنجي تُون، وحدتَ پانهب وارو.
٤- غير نه جاچج ڀاڻ کي بيدل، شاهي مار نقارو (٤).

(١) غزنويءَ جو ٻنڌ چو تو ٻڌين؟ (ر ۽ غ) (٢) ٻاروچو توهي سان (ه) ۾ ڪس
(٣) جهُڪين جنهن جي ڪاڻ (ر ۽ د) (٤) نقارو (ع) ۾ ڪس

## ٦٢- ڪافي روپ پروهه

ڪعبو قدسي تو هي ساڻ(١)، ڪوهه ڪليئن ڪعبي جي ڪاڻ؟

١- آلانسان سيري و انا سره، رمز پرور اها منجهه پاڻ.

٢- ملڪ فلڪ سڀ تنهنجا ساجد، سالڪ پنهنجو سير سڃاڻ.

٣- ڪرسي عرش آهن تنهنجي ۾، وحدت جو تو منجهه وٿاڻ.

٤- ڪعبي جو تون آهين مالڪ، بيدل! ٻيو تان وهم(٢) نه آڻ.

---

## رديف و

## ٦٣- ڪافي روپ وهاڳ

آج پير پيران ٻڌي هيءَ پاڏايو(٣)،
مريدن تي ميران رکيو رحم رايو.

١- سدا ساهه سڀني جو اوهان کي سنڀاري،
هميشه يقينون تو (٤) تنهنجون نهاري،
ڪريو دستگيري، ڪئون هستيءَ ڇڏايو.

٢- تون آئهين ملڪ معنيٰ سندو شاهه سرور،
تون سيد سچو نور ساقيءَ ڪوثر،
جذب جوش جو جام، ورتئون پلايو.

٣- اوهان جي آهي ناسوت ۾ ناميداري،
تنهنجو حڪم ملڪوت جبروت جاري،
سندم روح لاهوت جي رنگ رچايو.

٤- تون آهين غوث اعظم قوي پير قادر،
توهئون نت نئين سڀئين ڪرامات صادر،
هيءُ ٻه قطرو درياهه سان تنهنجي ملايو.

٥- منڪي دان بيدل! پرهه جو پڪياري،
سدا جوش جولان توحيد تاري،
آلله لڳ پيالا پال تئون کي پلايو.

---

(١) توهان سان (ف) (٢) ٻيو ڪو وهم (غ ۽ ف) (٣) ٻڌي هيءَ پاڏايو (ر ۽ ه) پڪس (٤) توڏي (پڪس)

## ٦٤- ڪافي روپ بلاولي

رات مُون ڏي سارن جو، تَنُون نياهو آيو،
ڏکيو ڏوراهو آيو.

١- جسمانيءَ جي ڪوٽ ۾، رکيءَ رهڻ جو رايو.
٢- سُڌڪ مارُن جو نيتُ ٻهاريو، تو ڪيئن چِتڙو چايو (١).
٣- وڙهيجَن ڏَنُون وجي ايڏانهين، تو ڪيئن خيال مَٽايو؟
٤- مارُن ريءَ هيئن ماڙيُن ۾، تو ڇا سان مَنُ پرچايو.
٥- هُت سنگهارن سانگي ترڪي، هِت ڪنهين سانگ رهايو.
٦- ڪيهي سببُنُون تو هين ڏِينهين، ڏيهُون ڏورُ ڏسايو.
٧- ورُ ماڙيهه ڏي سِکوڙو بيدل، آئي سَنيرُ ڪَتر سعيو.

## ٦٥- ڪافي روپ جهنگلو

سَمُجهه تون سِرُّ سارو، مارڳ مَنصوري نعرو.

١- "اَنا اَحمدُ بِلا ميمِ"، احمد جو آهي اشارو.
٢- سمجهه سراسر سِرُّ "سَلُونِي"*، آهين تُون نُور نيارو.
٣- "قُم بِاذنِي" جي ڪري اشارت، واصل وحدت وارو.
٤- "مَن خدا" جو شيخ عطار ٿيي، هاڪ ڪيو هوڪارو.
٥- عشق بازن جا مَنصب عالي، مُنڪر جو مُنهن ڪارو.
٦- "سُبحاني" جو شاهه بَسطامي، واهه وڄايو نغارو.
٧- بيدل ٿيوين جانڪي جيوين، وحدت جو ونجارو.

## ٦٦- ڪافي روپ جوڳ

عشق جو ڏس اسرار، سڀ صُورت ۾ يارُ سمايو.

١- يار يگانو ڪان ظهوري، سو بن (٢) ڪري سينگار،
پاڻ پيرين ڪثرت ۾ آيو.
٢- ڏسُ همه جو پاڻ ڏنائين، عاشق! ڪر اعتبار،
هر جا يار تماشو لايو.

---

(١) وڃايو...، (ف) (٢) سهڻين (ف)
* نوٽ: سَلُونِي قَبلَ اَن تَفقِدُونِي (قول حضرت علي رضه)
يعني (مون کان پڇو، ان کان اڳ، جو مون کي وڃائي ويهو).

٣- خيال آئيني سان جي ٿئون جالين، ٿيرت لٿي سين تڪرار،
وحدت جي سير جو سرمايو.

٤- آئندي ۽ هندي پرندي پندي، تن ۾ رک هيئه تنوار،
صيقل سان صفا ڪري ڪايو.

٥- بيدل ! چند ۾ هئڻون ٿئون هرگز، وحدت جو واپار،
مالڪ آئي (١) هي خيال سڄايو.

## ٦٧- ڪافي روپ نٽ ڪايان

عقل جو ويو اختيار، عشق "انا الحق" جو دم ماريو.

١- عشق عقل جي لڳي آلڙائي، عشق ڪئي، جنگ ۾ عقل هارائي،
هيڪل ۾ هڪ هسوار، ڪيڏي ڪٽڪ کي ٻرهم ڀڄايو.

٢- دست ڌري آيو حسن جو پيالو، چنچل چشمن جو ڪري چالو (٢)،
گوء ڪشي ٿيو نروار، ٻاهر ٻرهم جي سڌن کي ساڙيو.

٣- ڪائي ٻير مرید سڏائين، ڪائي پاڻ سان لٽو (٣) لائين،
ڪائي ڪري ڪوڪار، "قم باذني" جيئي مئو جياريو.

٤- يار ٻرنگي نُور نهاني (٤)، ڀري پوشاڪ آيو انساني (٥)،
عشقن ٿي اظهار، سڀ ويس ۾ سان پاڻ سينگاريو.

٥- هن ٿئون باولي ٻرهه جي بيدل، لا مڪانئون ٿي ڪر نازل (٦)،
نور ڏوالي يار (٧)، بيخودي جو باز آڏايو (٨).

## ٦٨- ڪافي سر ديسي

عشقن ئون آيو آيو، صورت ويس ۾ سُهڻو.

١- "ڪنت ڪنزا مخفيا" سُن (٩)، لالن ڪنهن نه لکايو.

٢- آجي انسان ۾ ڪيائين اظهاري، پير پڌر ۾ پير پايو.

---

(١) ٿيي (ر) (٢) چنچل ڪري آيو چشمن چالو (ف) (٣) لنوڙي (پکس)
(٤) نُورُ نوراني (ف) (٥) پائي پوشاڪ آيو انساني (ف) (٦) لامڪان ڪان
ٿي آ نازل. (ع) (٧) نوڙ دُونيء جا دُوال (ع)
(٨) ٥- برهه جي باولي ڏس ٿئون بيدل، لامڪانئون ٿي اچي نازل،
نوڙي دُونيء جو دُوال، بيخوديء جو باز آڏايو. (ف)
(٩) سُن (ف)

٣- رنگين رنگين، پاتين پاتين(١)، ٿئون نظارو لاهو.
٤- ڪاني هِندُو ڪاني مُؤمِنُ، اهو رکياٿين رايو.
٥- بيدل! آئيجَ تيئن وَيسهُ، جيئن سائين سمجهايو.

## ٦٩- ڪافي روپ جهنگلو

عشق جو بارو دراز ۽ عجب اسرار هو،
مست سالڪ مَن (٢) سَچُو، عارف آئي اظهار هو.

١- برهه جي برسات جو، تنهن وِبرَ تي وسڪار هو،
ظاهر و باطن تنهين وَٽِ، دَرد جو دَڙڪار هو.

٢- وَجدَ وحدت جو سدا، خاصو تنهن خمار هو،
مرد سو منصُور وانگر، عشق جو اوتار هو.

٣- منجهه سخن تنهن جي، اُلوهيّتَ سندو آثار هو،
جُنگُ جذبي جوشَ، مستيءَ ۾ ميثل عطّار هو.

٤- پانهنجي راتي پرين، توي ورهيه نروار هو،
وصل جي پوهه موج ماڻي، ذوق جو ڏکار هو.

٥- طُور پارنهن سا پنهتاليهه ۾ طيّار هو،
چوڏهين رمضان جي هادي هِتان هسوار هو*

٦- قربدارنَ جي ڪٽڪ ۾ مرد منصبدار هو،
دَر تنهينءَ داتا جي بيدل! پيرت جو پنارُ هو.

## ٧٠- ڪافي روپ بلاولي

تئون نياپو آيو مون ڏي مارُوئڙَنِ جو،
مارُوئڙن جو مُرون ڏي محبوبن جو مون ڏي. تئون...

١- ڪوٺُ عشق جو ڪهي سيڻئون،
تُنهنجي ساهَ سبايو؟

٢- جيڪس هاڻي مارُوئڙن ڏنهَن،
تو پال خيال مثايو (٣).

(١) رنگا رنگيي پاتئون پاتين (ب) (٢) مرست سالڪ سچل عالم آئي اظهار هو.
(٢) سُنهن ... (وڏيرو جهنگل خان روهڙي) (٣) تو ڪيئن خيال مثايو. (ب)
* سچل فقير جي رحلت: ١٤ ماه رمضان ١٢٤٢ هجري بمطابق ١٨٢٩ع

٣- سانگين سان ساٿ سچائيءَ،
واهه تو نينهن نڀايو (١).

٤- ورهيچن جو آهي اصل کان،
راز جو تو ڏنهن رايو.

٥- ورُ ستارُ ٻهه، ڏي سيکيهڙو بيدل،
سنيرُ آئي ڪر سعيو.

## ٧١- ڪافي روپ جهنگلو

واقف وسنهُ هيءَ ڳالهڙي، توريءَ نڪي موجودُ ٻيو،
شڪُ شرڪ وارو ڏُورِ ڪر، وحدت جو تو اقرار ڪيو.

١- سانگو نه رک سِرَ جو ادا! جي ٿئي عشق اظهار ٿيو،
منصور ڏِسُ هين موج کان (٢)، سوره وڃي سوليءَ (٣) چڙهيو.

٢- لينوَ عشق جيي جنهن کي لڳيي، دارين جي لڙ کان لنگهيو،
پاڻهي کان جو بيزار ٿئي، محبوب جي دَرِ سو آڳهيو.

٣- ڪيئو خوار خُود بينيءَ (٤) توکي، ٻيرَ سان تہ تنهنجو ٻيج ٿيو،
ڦٿين ڏُونيءَ جي دام ۾، وحدت جو توکُون واسُ ويو.

٤- بيدل حُسن جي شمع تي، پرتئون اچي پروانُ (٥) ٿيو،
معشوق عاشق عشق کي، عينُ اليقين يڪذات ڪيو.

## ٧٢- ڪافي روپ سنڌي

پاڪي ٿئين وڃي پارَ، تڪوبيءَ (٦) خيال اسان جو.

١- تو هُئون ڏاران سُپرين، دل کي نانهين قرارُ،
جيئن جنجال آسان جو.

٢- ميلُ تہ ساندائي لڏي، نِرمل ٿيءَ نِروارُ،
ميان سچ سُوال اسان جو.

٣- بيدل! وچارو (٧) چنڊي، سنپهُوَ (٨) هُورَب پارُ،
هِنيَ هَنڍي (٩) ڏسُ حال اسان جو.

(١) نڀاهيو (ف) (٢) موج ڪئون... (ر-ف ۽ غ) (٣) سُوريءَ (ف) (٤) خوار خود بينيءَ ڪيُءُ (ف) (٥) پروانو (ر) (٦) تئو، تتُوَ (ف) (٧) وچاري (ف) (٨) ساڻيتوَ (ف) (٩) هيءَ ڏس (ف)

## ٧٣- ڪافي روپ آسا

سڄڻ رک سالڪ سچا! ڏس هوءَ ته، هو محبوب آهي،
"ثَمَّ وَجهُ اللهِ" ڪنهين سُڻ، سو ته سو محبوب آهي.

١- جنهن پنهنجو ساغرُ صفا جو، تنهن وساريو هيءُ وجود،
اُن جي فڪرت ۾ مُدامي، رُو ته رُو محبوب آهه.

٢- سوچ وحدت جي وڃايو، وهم بشريتُ سندو،
جو مُخْتَبُ پاڻهون چئُو، سو هُو ته هُو محبوب آهه.

٣- پاڻي جهاتي پاڻ ۾، جنهن ڪيو سهي اسرار هي،
تنهن جي اکيون اوٽ ريءَ، ڏس ڪُو ته ڪُو محبوب آهي.

٤- "ڪُلُّ شَيءٍ هَالِڪٌ اِلاّ وَجهَهُ" تحقيقُ جاڻ،
سُرت رک بيدل سڄڻ ۾، تُو ته تُو مَحبُوبُ آهي.

رديف هه

## ٧٤- ڪافي روپ ديسي

هيت هت حامي آهي | امان جو، هادي حضرت شاهه.
١- "لَحمُكَ لَحمِي وَرُوحُكَ رُوحِي"، | عالي اَسَدُ اللهِ (١).
٢- محبت وارن سان آ، ساٿي | وانگي ساهه پساهه.
٣- لاقيدن لتيءَ وحدت وارو (٢) | روشن ڪيائين راهه.
٤- "مَن عَرَفَ" جي مام جي مخفي | عُشاقن آگاهه.
٥- بيدل مذهب ڪنون رهه نيارو، | وحدت رک ويساهه.

## ٧٥- ڪافي روپ ڪلياڻ

هر طرف (٣) ساڄن ٿو وسي، هستي چنڊي هوشيار ٿيءُ!
ذاتهُ ڏونئي کي وڃهه ڏسي، پاڻهون (٤) پنهنجي بيزار ٿيءُ!

١- اصلون (٥) نه آهين غيرُ ڪو، پرچ نه پيو تئون پيرُ ڪو،
هين (٦) ۾ نه جاڻج غير ڪو، وڃي نيڻهن ۾ نروار ٿيءُ!

---

(١) اعلي اسدالله (غ) يڪس (٢) وحدت واري (ر ۽ هه) (٣) هڪ طرف (ف)
(٤) پاڻهون (ف) (٥) سورُون... (ر) يڪس (٦) من ۾ نه (ف).

٢- صورت جي آيو ديس ۾، وڃي واهه وجودي ويس ۾!
لڪيجام لعل ليس ۾، ڪر خوض خبردار ٿيءُ!

٣- حق جا بجا مشهود آهي، جو عبد، سو معبود آهي،
حق رهي تڪي موجود آهه، بيدل! تون با اعتبار ٿيءُ!

## رديف ي

### ٧٦- ڪافي روپ بروهه

آءُ پليي يار آئين،    وڳو ڏکي انساني.

١- آئي تنهنجي ٿيون سرهائيون،    سهڻين رنگ سمائين (١)،
جوءِ وسائين (٢) جانيي.

٢- "آحد" منجهاروُن "احمد" جانين(٣)، چاهيون چاڪ سڏائين (٤)،
آهين عين عياني.

٣- ظاهر باطن وصف تنهنجو،    هيت هيت لاهه لهائين،
جوڙ ڪري جسماني.

٤- بيدل واري ويس لبيس ۾،    پنهنجا پند پچائين،
يارَ رکيي يارانيي (٥).

### ٧٧- ڪافي روپ بروه

پڄهي مام منصوري پري پري    ڏين ڪفر جي ڏور ڪئون.

١- حافظ، قاري ڪيئر ڪولاني    ڪير پوليون (٦) نو پڙهي پڙهي.

٢- آن يقين تون يار يگانا    ڏور ڏوني ڪي ڏري ڏري.

٣- لامذهب صوفي سالم ڪو    سير وحدت (٧) جو ڪري ڪري.

٤- حاضر ناظر آهي آهونيي    ڪير جيمي (٨) ڪير مري مري.

٥- بيدل جنهن جو حال حلاجيي    چاڙهي عشق جي چڙهي چڙهي.

---

(١) رچائين (ف) سنيائين، سهڻين، رنگ سماي، (و ۽ ر) (٢) جوتي وسائي جاني (ر)
(٣) جاڻهه، جاڻوه (غ) (٤) چاڪ سڏاءِ (و ۽ ر) (٥) يارانيي يا يار رکين
يارائي (ر). (٦) پوئيي نو پڙهي پڙهي (ر).
(٧) سالم صوفيي لامذهب ڪو    وحدت ويهه ڪري ڪري. يار (ر) يڪس
(٨) پرتون ظاهر پاڻ ۾ باطن    ڪير جيمي ڪير مري مري. يار (ر)

## ٧٨- ڪافي روپ جوڳ

پانهنجو ٿنڪ ٻال، تون ته مهر نظر سان پال،
يار جاني!

١- پاڻهين لاٿئو اونهين نيڻ ر سان، پنهنجو سو تون تنڪ ٻال،
يار جاني!

٢- ڪڍ اسان هون حجاب دُونيءَ دا (١)، بخش تون قُرب ڪمال،
يار جاني!

٣- ڪر امدادي يارَ اسان تي، عشق وارو احوال،
يار جاني!

٤- بخش پرين پانهنجي پاڃيءَ ڪي، شاه حلاج جو حال،
يار جاني!

٥- سان نگاهه نواز نمائي، پلا پانهنجي پال،
يار جاني!

٦- هرجايون ڏيکار تون جاني، جلوو جوت جمال،
يار جاني!

٧- قائم رک بيدل جي دل تي، هڪو هڪ خيال،
يار جاني!

## ٧٩- ڪافي روپ جوڳ

دم دم دلبر ڪاڻ، سيڪ سُهڻيءَ کي سير ڪپورڻ جي.

١- ميهر ڪاڻ سُهڻي مستاني، سر ڪي پئائين صحيون مڃائي،
ڄاڻي نور رب ڄاڻ، ميخ لڳي هيس سرڻ جيڻ جي.

٢- لُڇي لڳن کي لوڙ مان آيس، ڏونهان دل پر درد دکايس،
ٻيرو ڏيکاريس پاڻ، سيڪ وڃايس سرت سهڻي جي.

٣- روز ميهر لئي سير تري ٿي، ڪچ گهڙو ڪيئون گهيرو گهري ٿي،
ٻيرو ٻوڙايس پاڻ، سڄڻ ڏني هٿ ڪا ميچ ملڻ جي.

٤- عشق ازلي جن کي آهي، ڪاڻ ڪُٺن جي تن کي ناهي،
عبدالقادر ڄاڻ (٣)، تانهين ڪُٺن جي سرڪ سلڻ جي.

---

(١) جو (م) پيکس (٢) ميهار (ن) (٣) عبدالقادر اصلون ڄاڻ (ل).

## ٨٠- ڪافي روپ جوڳ

ديدن سان ڪري ڌاڙو، دل لُٽيءَ يار! منهنجي.

١- هِنَ ڪنيزڪ ڌاڻهن وي! ڪڍ من ڪوهيارل، ميان!
وَنهيان(١) ڪَنج ۾ ويارو، سيکي لهيج سارُ منهنجي.

٢- روز ازلَ ڪنـون، رُوح رُوحـن ســان،
ڪيو جــو نُورَ نظـارو، لڳي تـوسان تـار منهنجي.

٣- هيـڌو وڇوڙو، آءٌ نـه سهـنـدي سـس،
واريو وصل جو وارو، ڪين ستري ڌار منهنجي.

٤- ڌرَ تُنهنجي تي، بيدل حيـاتيءِ سـان!
جَـمُ چيماندر سارو، منجهب ڪريو سار منهنجي.

## ٨١- ڪافي روپ جهنگلو

ڏس ڪيـڏو آنبـهُ ڪيو، ســبـيءَ جوش حلاج جي.

١- حـال حلاجيءِ بَحر بي پايان، لَنگهن سون ڪـو پـس،
منُهن (٢) آئي انهيءَ امواج (٣) جي.

٢- "مَن' رآني' فقد' راني الحق"، سـوج ۾ مُـرسـل چـيـو،
هتيو طبل تنهن صاحب تـاج جي.

٣- پنهنجي راني سالڪُ سُـيري، سيرُ سُـوليءَ تي ڏيـيـو،
"لِي' (۴) مَعَ الله" سير معراج جي.

٤- وحدت(٥) بي ڪثرت ۾ بيدل، ڪيـو خـاصـن ڪـي ڪـيـو،
لَيَ' (٥) منـتـصـبَ لاَ يُحتـاج جي.

## ٨٢- ڪافي روپ بروه

سالڪن جي سيرَ تي سدائي(٦)، جـوش جـلالي آهي آهي.

١- وحـدت جـي دريـاهه ۾ پـليل، موجَ منصوري منجهي منجهي.

٢- رُنـگ رَنـوپـيـت واري ۾، رُوحُ رندن جو رَجي رَجي.

---

(١) وهيان (ف). آهي منُهين (ف) (٣) آئي امواج جي (ل) (۴) لي مع معنول سير.
معراج جي (ف-ر) بيڪس (٥) وحدت کي ڪثرت ۾ بيدل. منيَ وحدت ڪثرت
۾ بيدل (ف) (٥) مي منصب... (ر) بيڪس (٦) جاني (ر) بيڪس

٣- "إِذَا تَمَّ الْفَقْرُ فَهُوَ اللهُ"، جيئو سائين سچي سچي.
٤- حلاجي حالت ۾ يارو، مان تون سول نه بچي بچي.
٥- "اَلْحَمْدُ" جي آواز سان بيدل، لنؤ لنؤ نينهن نچي نچي.

## ٨٣- ڪافي رُوپ جهنگلو

سِرّ حقيقت وارو، سالڪ ڪو سمجهي،
راز رَبّاني وارو سالڪ ڪو سمجهي.

١- آهه ظهور حُسن جو هر جا، هَر سُوي در هَر شَي،
معنيٰ انهي سار جيي، پان نڪو پُر جهي.
٢- "اَلْاِنْسَانُ سِرِّيْ وَ اَنَا سِرُّهٗ"، هڪ جانچ هر هيي،
رمز انهي سان راس نيا، صادق صوفي ڪي.
٣- اونهون سِر آحديت وارو، سمجهي ڪير سگهي،
جاه نه عقل دليل جيي، عاشق ڪاهه اگهي.
٤- "خَلَقَ الْاَشْيَاءَ فَهُوَ عَيْنُهَا"، سَٽ تون شڪ سهي،
حق ري هر دو جهان ۾، لاشڪ ڪوته (١) لبي.
٥- بيدل وحدت منجهه وجودي، ڏس تون ڏيان ڏري،
غير خدا جو ناهي ڪيي، جيئني توڙي سري (٢).

## ٨٤- ڪافي رُوپ بلاولي

ڪري سينگار صورت جو، آهي سڀ ۾ سمايائي، *
صفت ۾ پنهنجي راني سان، سوين نالا سڏايائي،
١- شيرين فرهاد جو نالو، ڪري عالم ۾ آيائي،
بهاني ليک مجنون جي، نڪي (٣) ليليٰ لکايائي.
٢- ڏکي جامو جلالت جو، هزارين هُل هلايائي،
موسيٰ فرعون منهن صورت، عجب چالا چلايائي.
٣- ڪٿهن (٤) ٿي "فَثُمَّ يَاذْنِيْ" جا، حڪم حقي هلايائي (٥)،
ڪٿهن عشقون "اَنَا الْحَقُّ" جا، وري ڪي ڪيت ڳايائي.
٤- بيرم جا يار بدناميون، چمي چشمن تي چايائي،
بزرگي ڪون (٦) پنهنجي بيدل، رندي (٧) جا رنگ رچايائي.

---

(١) لاشڪ ڪين لبي (ف) (٢) جيئني توڙي بچي. (ف) (٣) نه ڪين لپائي (ف)
(٤) وري (ف) (٥) حڪم هادي هلايائي (ف) (٦) ڪان ..... (ع) مون (ر)
(٧) رنگيءَ (ن)

## ٨٥- ڪافي روپ سهڻي

لاشڪ آهي عاشقن (١) کي، دل جو ڪتاب ڪافي،
جنهن ۾ اصول اصلي، لاريب لا خلافي.

١- تاويح جي طلب ڇڏ، توضيح جي تلافي،
تنقيح پنهنجي (٢) ڪر، صوفي آهين جي صافي،

٢- ظاهر جو امر آهي، في الاصل اختلافي،
جي معنيٰ نيا تنهين ٿون، مذهب جو حرف معافي،

٣- هستيءَ جي مرض آهي، والله شوق شافي،
من سان مناظرو ڪر، ڇڏ منفي (٣) ۽ نافي،

٤- ڪعبي قرب جو نيئه ٿون، بيدل سدا طوافي،
بروبحر، شاهد، حاضر، حيرت ۾ بشر حافي،

## ٨٦- ڪافي روپ سنڌي

ويندس نا تہ (٤) مري، موٽ دوست مٺيءَ جا،

١- جهڙي جدائي تہ سهان، اڄ تون يار (٥) وري،
٢- ڇڪيي ڏونگر ڇولڻن، سکهي تان نہ جهڙي،
٣- تو ريءَ شور پنپور ۾، ڳهاريان ڪين گهڙي،
٤- آڪينڙر اڪيون ناڻءِ الله جي، ٻامي ٿيءَ نہ پري (٦)،
٥- پيرين ولي وچج پاڻ سان، هيءَ ڪميني ڪوڙي،
٦- دل بيدل، جي سورنءَ، ڇينڪ ڪني آهي ڇڙي،

## ٨٧- ڪافي روپ سنڌي

هوت سيکهي لتهه سار، آجيي سڪاين جيي، وا

١- راڻي رڃ ۾ (٧) رس ڪوهيارل، آءُ ٻڌي پاڪار پنهنجي آهاين جيي،
٢- پاڻون لاٿو نينهن جنيي (٨) سان، آجيي نيءَ آڏار تنهين نمائن جيي،
٣- تنگ سڄاليج پانهنجو پاڻهين، نيڏر آهي نيڪار پانهي پاروهن جيي،
٤- هيءَ ڪنيز ڪ ڪوڙي لالن، سر جهڻي هزار سدا سهير هن (٩) جيي،
٥- بيدل شڏو وتي آداسيي، تنهنجو ميلڻ منار سڌقعا قيس مٿن جيي،

---

(١) شائقن (بيڪس) (ر) (٢) پنهنجي ڪر تون تفتيش (ف) (٣) ڇڏ مقتضي ۽ نافي (ر) (بيڪس) (٤) لڌ تہ نيت (ف) (٥) ورءِ وري (ف) بيڪس (٦) پيرڻن (ع) (٧) والي رنج ۾..... (غ ۽ د) (٨) نينهن جنين سان (د) (٩) سهير هن..... (ع)

## ٨٨- مناقب در مدح قلندر شهباز رحمت الله عليه.

(١) اي صبا! وڃ لڳ خدا جي هيڪ گهڙي،
طرف روضي شاهه، سيوهڻ وري،
صد تحيت صدق سون پڙ تي ٿڙي،
چئج ڏس احوال ڪر بخشش ڪري،
يا قلندر! وير واهر ٿيءُ وري،
مير مرونديءَ! رسي ڪر رهبري.

(٢) تون نبيءَ جي باغ جو آن لونهال،
تون عليءَ زاده ضيائي ذوالجلال،
تون حسنَ جو لاڏلو شهباز لعل،
تون حسيني بادشه بدرُالڪمال،
يا قلندر! وير واهر ٿيءُ وري،
مير مرونديءَ! رسي ڪر رهبري.

(٣) مشرقِ حسنين جو خورشيد تون!
مجلسِ ڪونين ۾ جمشيد تون!
جان و دل را جنت جاويد تون!
نا اميدن جي مگر اميد تون!
يا قلندر! وير واهر ٿيءُ وري،
مير مرونديءَ! رسي ڪر رهبري.

(٤) نورِ چشم سيد الثقلين تون!
مرتضيٰ جو قرةُ العينين تون!
جا نشينِ مسندِ سبطين تون!
آن وسيلو (١) منهنجو في الدارين تون،
يا قلندر! ويرَ واهرِ ٿي وري،
ميرَ مرونديءَ! رسي ڪر رهبري.

(٥) سرورنِ جي خيل جو سردار تون!
ماهُ برجِ سيدُالابرارُ تون!
دُرِ دُرجِ حيدرِ ڪرار تون!

---

(١) آئين وسيلو........(ر)

بحر مولى گوهر شهسوار تون!
يا قلندرا وير واهر ئي وري،
مير مروندي! رسي كر رهبري.

(٦) بس كر طوفان بلا ۾ ٿيس غريق،
ليس لي الا تعوذك الشفيق،
باليله ازفقني تو يا نعم الرفيق،
واسقني الاقداح من شرب الرحيق،
يا قلندرا وير واهر ئي وري،
مير مروندي! رسي كر رهبري.

(٧) انت نعم المشفقين ما عاجزان،
انت نعم المرفقين ما ناتوان،
انت ساقي القوم ما لب تشنگان،
انطق بنده آب بر آتش فشان،
يا قلندرا وير واهر ئي وري،
مير مروندي! رسي كر رهبري.

(٨) ٿون صنوبر گلشن اجمال جو،
آنهن تون! سرور سنيد اجلال جو،
شمع جمع عزت و افضال جو،
آفتاب و عظمت و اقبال جو،
يا قلندرا وير واهر ئي وري،
مير مروندي! رسي كر رهبري.

(٩) يا سراج العلمين عثمان شاهه،
يا قلندر قطب الدين عالم پناهه،
ارض تي آهين (١) ولي بهر الله،
كر قبول اي شاهه عالي جائگاهه،
يا قلندرا وير واهر ئي وري،
مير مروندي! رسي كر رهبري.

(١٠) مرگ دشمن هك سندم آول سوال،
بو ٻهران تو دوست جو دائم (٢) وصال،
ٿيون نچنتو دل جو ز عشق لا يزال،

---

(١) عرض تي آهن ولي بهر الله. (ر) (٢)...... دوست جو هردم وصال (ر)

تان دُونيءَ كون نِمي بتوحدت اشتغال،
يا قلندر! وير واهر ٿي وري،
مير مروندي! رسي ڪر رهبري.

(١١) بادشاه! بيدل سندو ٿون غور ڪر،
حضرت! حاجت روا في الفور ڪر،
دوست هنئن آنوي دشمن دُور ڪر،
عشق جي پيالي سين دل مخمور ڪر،
يا قلندر! وير واهر ٿي وري،
مير مروندي! رسي ڪر رهبري.

## ٨٩- مرثيه

ڪربلا ۾ شاهه جڏهن مهمان ٿيو،
درد غم جو آت وڏو گهمسان ٿيو.

(١) ڪربلا ۾ آيو جڏهن ابن رسول،
جانشين مولا، جگر گوشه بتول،
ورهه جي واديءَ ۾ ڪيو نيرمل نزول،
سوز سورن جو سڀو سامان ٿيو.

(٢) وير سان ويري اچي ٿيا سامهان،
ڪافرن ڪاهيو نبيءَ تي ناگهان،
قربدارن سان وڏا ٿيا امتحان،
ڪاملن تي قتل جو فرمان ٿيو.

(٣) شاهه مائٽن کي ۽ يارن (١) کي چيو،
سالڪو! سر ڏين تي سنبري وهو،
هي اسان سان عهد منجهه ميثاق هو،
شوق وارن جو شهادت شان ٿيو.

(٤) سيني، اڳتون عرض ڪيو، روحي فداڪ،
نينهن جو لعرو هنيو، آت (٢) نور پاڪ،
رت سان رنگين ٿيو فوراً فرش خاڪ.
عارفن سر ٻيرهه جو باران ٿيو.

(٥) برهه جي برسات سائينءَ سر جهلي،
سر وڏائي سرخرو ٿيا هت هلي.
مقبلا منصب لڌو قرب هنن ڪلي،
آن مڪون عيشقنون عطا احسان ٿيو.

(٦) ڪيو سونهارن سفر في الله نيزي سر،
واهه (٣) هي واقعو ٻڌري خون ٿيو جگر،
هاءِ! ڪيا فردوس ۾ حورن حشر،
ملڪ ۽ ملڪوت ۾ طوفان ٿيو.

(٧) يا امام العارفين! نينهن جون نهار،
شاهه! بيدل کي برهه بهترو ڏيار،
سوز سڪ جي سيدا سر ڪي پيار،
درد تنهنجو دل سندو درمان ٿيو.

---

(١) يارن (٢) آن (١) (٣) وائي (١) بيکس

## ٩٠- پنجن ٻولين ۾ مخمس

١- صاح صاحاً في صوامع عاكفي حرم الصفا
کين هم پيدا و پنهان است ذاتش کبريا
صورت و معنيٰ مين يکتا جلوه گر هے جا بجا
کڏان سڏاوے نام احمد آکهے لا احصيٰ ثنا
دم انا الحق جو هٿي منصور جي صورت سما.

٢- ليس في الدارين الاهو، هو الحق المبين
اوست جسم و اوست جان و اوست افلاک و زمين
وه هے روح الله مريم هے وه هي روح الامين
هر طرف اسدا تماشا کيا مغ و کيا اهل دين
سڀ صفت ۾ کيو ظهورو يار جاني دلربا.

٣- کان بحر ساکن فاهتزت بالريح شديد
از حبوب باد عشق امواج چندين شد پديد
بحر کي برتهي سے جب هوئي ترنگا کي مزيد
آهدي کتني بني و ذات اسدي و وحيد
لوڙو ۽ دريا لهر آهي حقيقت ۾ هڪا.

٤- هامة الاذهان من تلوين اوصاف القديم
مي زند سر هر سحر چون خور ز مطلع نو کريم
يک جگه بيباک بستہ يک جگه لبريز بين
هے کتهان دل دا تونگر هے کتهان بنده يتيم
نو ڏکي بيرنگ سهسين روز صورت جا وڳا.

٥- خذ طريقاً واسعاً اعني سبيل الاتحاد
مشرب وحدت وجودي ورز اي ليکو نژاد
خرخشہ مذهب کے سے آزاد هو معنيٰ سے شاد
ثم وجه الله دا نکتہ کراتهندے پهندے ياد
جي آمين طالب سچوئي ذکر وحدت ۾ فنا.

٦- اتبع الاثر الحقيقة حيث كانت اين كان
رنگ بيرنگي است يکتا چہ عيان وچہ نهان
جا بجا جلوه اسي کا کيا مکان کيا لامکان
هر وچولے وهکھ صورت هر دي بي شبہ و گمان
آه سب هکڙي حقيقت تون پجج سب پول پياه

٧- من مطالع مختلفة الالواح نور الاحديت
گشت با چندين صفت موصوف آن يک ماهيت
هے کهان وه سکر مين بيخود کهان با محويت
بي پيالا شوق دا بيدل بذوق صحويت
وه هميشه ياد پر دل شاد کر ۽ سر فداه

## ٩١- كافي روپ بلاولي

آپ كري سر اپنا ظاهر ... ناں كينٛس انسان دا۔

١- اپني خواهش كيتا ڈولني ... هيلا هر دو جهان دا۔

٢- پاري ٹون وٹ پا كورايا ... صورت دي سامان دا۔

٣- پاتون پات بهيربو (١) پوشاكان ... عزم كينٛس جولان دا۔

٤- وحدت ديوج مول نہ جالين ... فرق كفر ايمان دا۔

٥- اپني هتهون آپ پيوي ... جام عشق عرفان دا۔

٦- "متن عرف" دي ترجمه پرولي ... سخن سچي سلطان دا۔

٧- بيدل ٹيون (٢) منصور دي وانگر ... مرد اهين ميدان دا۔

## ٩٢- كافي روپ هوري

آج پيا (٣) هوري كيلن آيا ... سهين رنگي پيرلگ سمايا۔

١- سهين روپ آ روپ سماوت ... وحدت كثرت رمز رلاوت،
نوع بہ نوع جاني جلوا پايا۔

٢- بندرابن ۾ كيلي هوري ... شام سندر دل لٹندا زوري،
چشم آهين دي سانٹون چينٹك لايا۔

٣- عطر گلال عنبير آڈاون (٤) ... گنهت گهت گيت الستي گاون (٥)
هس هس مين ٹون تہ بيره بچايا۔

٤- بيدل هوري حيرت والي ... نهي كيلن كيل نيرالي،
يار برهه جنهان چشم سيره چايا۔

## ٩٣- كافي روپ جوگ

باجهون گنگ ٹيون دي يارو ... پيا كوئي هنر نہ هلندا۔

١- سر ٹون قدم كريندا جوئيي ... واهتر رندي سوئيي هلندا (٦)۔

٢- چوڑ كيا جوئيي (٧) جسم داجيفة ... ول نهين سوئيي ولندا۔

---

(١) پاتين پاتين بهتهر (غ) (٢) ٹيو (غ) (٣) آج پيارا (ل) (٤) آڈائين (ن)
(٥) گنهت گنهت (هـ) (٦) چلندا (غ) پيكس (٧) جو جسم دا جوفا (ع)

۳- وهم وجود حقيقت دے وچ ‏ لوڻ ہاڻي وانگي (٥) گلندا۔
۴- کتمان حق دا آکين عاشق ‏ توڙي سولي سر ستندا۔
٥- بيدل بيرنگي وچ کثرت ‏ چال عجائب چلندا۔

## ۹۴- کافي روپ جوگ

تخت ہزارا چھوڙ ‏ رنگپور دي وچ رانجھن آيا۔
۱- قلب المومن جھوک رانجھن دي ‏ اہو ڈس ڈنائون تہ ڈور،
برتيون ہري کر خيال پرايا۔
۲- رہے بگانہ يار بنهنجي سان ‏ ويهي ورہ سان تون ووڙ
تنہنجو تو ہ يار سمايا۔
۳- "خَلَقَ الْاٰدَمَ عَلٰي صُوْرَتِہٖ" ‏ اہو ويس وجودي جوڙ،
ہر جا يار تماشا لايا۔
۴- اہا اوٹ کان عشاقان ‏ بيدل رکيس جوڙ،
شاہ رانجھن دا اہوا رايا۔

## ۹۵- کافي روپ جوگ

جاني جوگي دا کر بہانا ‏ راہ مسافر آوندا۔
۱- سر ہر کلنگي مکھ وچ مرلي ‏ گيت آتشي گاوندا۔
۲- رنگپوردي وچ بنا کر بيشک (۲) ‏ رانجھو رمزان لاوندا۔
۳- مشتاقان دي مارڻ کيتي ‏ خوني چشمان چاوندا۔
۴- گھور نينان دي نال آيا کر ‏ هير نمائي نون گھاوندا۔
٥- بيدل نال کرم کر مٺا ‏ لاکي نينهن نپاوندا۔

## ۹۶- کافي روپ جوگ

جوگي والي ويس مين کوئي راہ مسافر آيا۔
۱- بيک براگي مکھ وچ مرلي ‏ درد کتهين ڈمکايا۔
۲- مرلي آنهين دي تن من اندر ‏ ڈاڈا شور مچايا۔

---

(۱) لوڻ ہالي وانگون گلندا (ع ۽ ل) (۲) بيک (بيکس) (ع)

٣- ڦوڪي درد فراق دي زخمون ڪُهور نيڻان دي ڪهايا.
٤- سڱيان اهين جوڳيڙي سانون جادُو جوڙ ڀڄايا.
٥- "الانسان سِرّي" دا سُخن سِرّ سڀهي سمجهايا.
٦- متين هو (١) ماڪ ٻراڳڻ ٿيان سامِيءِ سِحرُ چلايا.
٧- بيدل نال اسان ڏي رانجهڻ ڀچ پرت (٢) دا پايا.

## ٩٧- ڪافي روپ بسونت

چلو ري سنڱيان چرچا ويکين، آپ چمن ۾ آيا.

١- آيا شاه حُسن دا جاني (٣) باغ صِفاتي وچ سيلاني، رانجهڻ پيا ڪو رايا.
٢- نرگس چشم، بسنتي جامہ زُلف بنفش، رُخُ گُلفام (٤)، بيرنگي رنگ لايا.
٣- الف دي صورت سرو سُونهارا اثباتي نُون ڪر اظهارا، وَهمِ وجود وڃايا.
٤- هر گُل مين خوشبوء هيڪائي وحدت دي وچ ٻوڙ ٻيائي، چوڙ پيا فڪر اجايا.
٥- بيدل سُن "ثم وجه الله" هرجا گُل گُلزاري وه واه، هادي حق فرمايا.

## ٩٨- ڪافي روپ جوڳ

ٽل- حسن اساڏا هادي برحق وحدت راه ڏساوندا... وي.
١- رکندا خيال خدائي والا وهم خودي نون ڪاوندا...
٢- بيرهه لاون ڪيتي ادرنگي صُورت وچ سماوندا...
٣- جوڙ ميڪو جيساني والا جلوي نال جلاوندا...
٤- عُشاقان (٥) دي نال عجائب رل ميل رمزان لاوندا...
٥- گهن ڪر تخت دلين دا بيدل (٦) شاهي طبل وڄاوندا...

---

(١) مي (غ) بيکس (٢) بيرپت (غ) (٣) دل جاني (ه) بيکس (٤) زلف بنفش گُلشرُخ قامان (ف) بيکس (٥) مشتاقان (م) (٦) مل ڪر تخت دلين دا بيدل (م ع ل) بيکس (غ)

## ٩٩- ڪافي روپ بسنت

حُسن بسنت بهانا ڪيتُس، آپ وِڪاوڻ آيا.
١- ”ڪُلُّ شَيءٍ هُوَ هُوَ الله“ سَربُ سماوڻ آيا.
٢- اپني نال نيارا نيهي لينوڙي لاوڻ آيا.
٣- ٻار ٻيره دا سِر تي سانول چاهتُون چاوڻ آيا.
٤- ٻِر هتُون روپ بهار مين سِتهنا ڪيل ڪيلاوڻ آيا.
٥- بيدل صورت ڪُلُّ دي گهن ڪر لوڪ پُلاوڻ آيا.

## ١٠٠- ڪافي روپ بسنت

حُسن بسنت مين ڏيوي ڏِڪاليي سُهڻا سَربُ سمايا، وي
١- وَرْدُ الاحمَرْ سِيني آکيس، رَمزشُهودي ڪُل وِچ راکيس،
هُو هُو هِڪار سُنايا (١).
٢- گُل پيي آب گلزار پي آيي (٢) حُسن بسنت بهار پي آيي،
خوب تماشا لايا.
٣- قُمْري ڪُوڪَ سُناوي ڪُوڪو ”لَيسَ فِي الدَّارَيْنِ اِلّا هُوْ“،
جنهن ڪنهن (٣) جَلوه پايا.
٤- بيدل هرجا بِرهه بَهاري اندر باهر گُل گلزاري،
نازڪ نينهن لپايا وي.

## ١٠١- ڪافي روپ بلاولي

دلبر ساڏي ويڙهي (٤) نانهءُ الله تُسين (٥) آنا.
١- مشتاقان تُون نال مِهَرِ دي ماهي ستڪَ وِڪانا.
٢- دَردمندان تُون نال مِهَرِ دي اتنا نا ترسانا.
٣- جان جِسم ڪتُون جُدا ڪريندي جاني تُساڏا جانا.
٤- ڪڏان ڪريسي (٦) سُحب مسافر ساڏي ڪول تُون ٺانا (٧).
٥- بيدل آکي تيڏي باجهون ساڏا رُوحُ نِماڻا.

---

(١) هِڪار سايا وي (غ) (٢) گل به آب و گلزار به آيي (ف ۽ غ) (٣) جيت ڪيٿ (ف) ايڪس (٤) ساڏڙي دِهري (ف) (٥) نانهءُ تسن آنا (ف) (٦) ڪريسن (غ) (٧) ٺانا (غ)

## ١٠٢- كافي روپ جوڳ

دم مولي دم مولي — تهين اثان ڪج ٻولا.
١- دين ڪفر دا ويک وڇايا — رمز رندي دا رولا.
٢- ٻهرپاڻ والا هيڪو رانجهن (١) — لکين هزارين چولا.
٣- اول آخر هو حق ظاهر (٢) — گم ٿيا وڃون گولا.
٤- لاشک آپ ٿون سوئي سمجهن — هئي (٣) جهيندا ڳولا.
٥- بيدل پئن ڪر ماهر ٿيون — عبديت دا اولا.

## ١٠٣- كافي روپ بلاولي ★

دم دي سرت سنڀال رکين — دم هئي اسرار الاهي دا.
١- غافل جي تون غفلت ڇوڙين — دام دوئي دا دم وچ توڙين،
دم دي نال دوئي اورين — ويکين نور صفائي دا.
٢- دم درياه سمونڊون اونهان (٤) — بي مثل تي بي نمونا (٥)،
موج اهين دي ظاهر باطونا — قطره بحر سمائي دا.
٣- دم دي نال تون جوشون جالين — دام دوئي دا دم وچ گالين (٦)،
بيخود هوکي دم ٿون پالين (٧) — رکين خيال خدائي دا.
٤- بيدل دم دي ڪر منظوري — مار دوئي دم منصوري،
عشق دي مي دي وه مخموري — رنگ بيرنگ رلائي دا.

## ١٠٤- كافي روپ بلاولي

ڏاڍا اوقات ڪو آيا — سر منصور دي يارو،
١- آهين اوقات دي حالت — اسکون ڳجهڙا راز سڻايا.
٢- لنؤ لنؤ اندر جاه آهين دي — سوز دا بحر سمايا.
٣- برهه دا بانکي بار گهٽيرا — "بسم الله" ڪر چايا.
٤- بعد اماماں آهين عاشق ٿون — گهاٽ عشق دي گهايا.
٥- عشق دي ٻاجهون بيدل — جڳ وچ جيون مخض اجايا.

---

(١) ٻهيرن والا هکو رانجهن (ف ۽ و) بيکس (٢) حاضر (غ) (٣) هئين (ف ۽ غ) (٤) سمونڊين اونهان (ف) (٥) بي مثال آهي بي نمونا (غ) (٦) دم دي وچ دوئي ٿون گالين (ف) بيکس (٧) دم نون بيخود هوکي پالين (ف) بيکس.

## ۱۰۵- کافي روپ کامول

ذاڍا جيستئين لايا — آنهان ناز پريان.

۱- ويکو سياليں رمزين غمزين — رانجهڻ دا روح ريجهايا.

۲- صورت والا (۱) ويس عجائب — پتهون مانڙن خوش آيا.

۳- سڌ آهين نسون ساري هوسي — جي کهور نينان دي گهايا.

۴- تخت هزارا چوڙ ڏتوسي — جهنگ سيال سبايا.

۵- کنلي (۲) محبوبان دي جاوي کونيپ — بيدل بخت سوايا.

## ۱۰۶- کافي روپ کامول

ذاتي حسن صفاتي کهونگهٽ — راز رموز نهاني دا.

۱- شاهد (۳) دلي اولي پار ڇهايا — جلوا نور نوراني دا.

۲- جيسم آنڌيري دي وچ جالين (۴) — روشن شمع روحاني دا.

۳- سهسين ويس هکوئي صورت — سر اسرار معاني دا.

۴- جان جسم کنوں پاک تون وسندي — چوڙ وهم جسماني دا.

۵- بي سيري وچ عاشق مارن — بيخود دم سلطاني دا.

۶- "سبحاني ما اعظم شاني" — واقف عين عياني دا.

۷- "آپ" کنوں تا "آپ" لتيوي — سمجهو سير انساني دا.

۸- بيدل نفي کماوين تا ويکين — نور شهود رباني دا.

## ۱۰۷- کافي روپ بروهه

رنگ ثبوت صفاتي دا — آهي شعله شمع الاهي دا.

۱- آدم بنيکي زمين تي آيم — نوح آني طوفان چڙهايم،
کڏوري وچ خليل ستايم (۵) — پسي جلوا ذات ضيائي دا.

۲- کڏان ناري آپاتي وچ — کڏان وت رند خراباتي وچ،
هو حق هر سواباتي وچ — ناني سفيد سياهي دا.

۳- کڏان قلزم وانگر جوشي — کڏان وت بيخود وچ مدهوشي،
کڏان حيرت سنون هم آغوشي — کڏان احوال جدائي دا.

---

(۱) والا (هـ) بيکس (۲) کنلي (غ) بيکس (۳) شلم (غ ۽ هـ) بيکس (۴) بالينس (غ) (۵) ستايم (ن) بيکس.

٣- "آنا احمد" رمز نهاني "بلا ميم" احمدُ عربيي،
"سبحاني ما اعظم شاني" شانُ شرانت شاميي دا.

٥- قادر عشق دبان كرا ثباتيان كهنون "آنا الحق" والين باتيان،
جام وحدت بي ڏينهان راتيان مار بن طبل خدائيي دا.

## ١٠٨- كافي روپ جوڳ

سانون محبوبان دي ماهي ڏاڍا چيٽڪ لايا.

١- ڏيون طعني ماهي والي سانون لوك ايائي(١).
ڏونهان درد دکايا.

٢- ناز(٢) نياز دي تيڏي ميڏي ڳالين ڳاسن ڳائي،
محبت شور مچايا.

٣- پا سڀ عالم وسندا وسندا عاشق قرن نمائي(١)،
بار جنهان سر آيا.

٤- نفل نمازين وردَ وظائف عشق بنا مُلوائي(٢)،
ڪرندي جهيڏ آجايا.

٥- ڏونهين جهانَ ظاهر باطن بيدل خيال آڪائي،
عشق والا رک رايا.

## ١٠٩- كافي روپ جوڳ

سانون عشق تيڏا تكرار لڳا مين نون بره تيڏا ماهي يار لڳا،
هڻ بتڻ گهتيان پان ڳالهيان ...... بي.

١- سن نال كرشمه موهي نيتي تيڏي چشم دي چوڪان چاليان،
تيزا نازُ ڏا مار نيمانيان نون ڪين ڪيتي لا آباليان.

٢- واه واه روشن رخسار آتي ظالم ڪوليان زُلفان ڪاليان،
بانڪي لين خماري مست ٿرن نت خون ڪرن متواليان.

٣- لڳا بره بزرگي پل ڳئي سڪ نيتي سرت سنياليان،
تينهن نيڪنامي نون گنواه چوڙ با جڏان آنكي عشق باهيان باليان.

---

(١) ابانى. (غ) (٢) ناز نياز (غ) بيكس.

- بحري باز دي وانگر نين تيڏي، سر عشق بازان ڏيون بازيان،
چنبي مژگان دي نال شڪار ڪيتن، تورن دهشت نال دواليان.
- ڈاڑي ڪيتي دليان دي چڑهه ہوئن، جيئان نوجان حسن ديان عاليان،
آنان علم عقل دي جاه نهين، بيدل ستن ڪتابان ڪاليان...جي.

## ١١٠- ڪافي روپ برو‌ه

ساڏون رات راتو ڪيي راتول سر اپنوين سمجهايا، وي ميان!
- بين بيرنگ تساڏي ڪيتي صورت وچ سمايا.
- مين تون هيڪو وچ حقيقت عشق دا پرسي رايا.
- مين چور بڪري گهن مي نون سالڪ، جي تو سڏايا.
- مشرب منصوري دي باجهون مطلب ڪيں نه پايا.
- بيدل اپنا (١) جسم نه جائين ستر هيي وهم اجايا.

## ١١١- ڪافي روپ بلاولي

ساڏي نال ڪيا ڪيتا عشق تساڏڙي ڪيا ڪيتا، ڊوليا!
- بيرهه بندوق تن مارين ساڏون جوڙ ڪي نين بتايتا.
- رمز رانجهو دي سر، سرواها هير نمائي دا نيتا.
- درد دا پيالا ياردي دستون نال پريت مين پيتا.
- محبت نالي (٢) من بيدل دا سهيون (٣) سيلاني سيتا.

## ١١٢- ڪافي روپ جوگ

ساڏون نينان دي ناز ڈاڈا چيٽڪ لايا، لايا.
- چوچڪ چائي ڏيسي جائي سر وچ سوز گداز،
عشق جنهين (٤) سر آيا، آيا.
- روز الست اساڏي روحان عشق دا سن آواز،
بار غمان سر چايا، چايا.
- محبوبان دي نين شڪاري جيوين بحري باز،
ڪهور آنهان دي کهايا، کهايا.

---

(١) آپنون (ف) (٢) بيڪس (٣) صحيون (صورتخطي) (٤) جنهان (ن)

٤- شاه منصور جيهي بي سرو پا صورت وچ مجاز،
سر حقيقت پايا، پايا۔

٥- بيدل نال سبب دي سانٽون هادي ميليا همراز (١)،
عشق خودي ۾ نون كايا، كايا۔

## ١١٣- كافي روپ مالكوس

ساڏي دل كسكي زوراور (٢) ويندا،
ساڏي دل لٽكي جادوگر جو ويندا۔

١- يك بيراڳي كر تخت هزارون،
رنگپور راهه ٿيندا۔

٢- تخت هزاري دا صاحب ويكو،
ڪتليان وچ ڦريندا!۔

٣- هير سيالڻ ٿون سامي سيلاڻي،
نين آڙاكي جو نيندا۔

٤- درد فراقان وچ هوكي خستئه،
رو رو سور (٣) سليندا۔

٥- بيدل رمز بازي ويكو رانجهو دي،
عشق دا (٤) كيل كيليندا۔

## ١١٤- كافي روپ بلاولي

ساڏي نظر ٿٿون دلبر كيونكر تو مك چهايا،
ساٿون قبول سهنا جيون ٿساڏا رايا۔

١- ڦيريدار وانگ ڦيرا آيري گلي سين ميرا،
هردم هزار پيرا چينك عجب تو لايا۔

٢- آهه (٥) ڏو تيڏي وكالي عاشق اجهل ايالي،
سوهڻن تساڏي مالي ڏاڍا برهه تچايا۔

(١) بيدل نال سبب دي ميليا هادي سانون همراز... (م) (يكس) (٢) زوران زور (يكس) (٣) سول (ع) (٤) عشق دي (غ) يكس (٥) آ (ف) يكس.

٣- دليڑي لٹيئو (١) جنهان دي | فرباد سن تنهان دي،
كر غور پئي (٢) آنهان دي | جن دم لبان تي آيا.
٤- بيدل (٣) غلام در دا | آمنلي قديم بردا،
سٽ سانگ اپني سر دا | سڪ تيڏڙا آيا (٤).

## ١١٥- كافي روپ بلاولي

سر امامين آيا بار غمان دا بارو.

١- وبكو كيوين بار درد دا | آل نبي دي الايا.
٢- درد غمان دا بار گهٹيرا | چم آنهان سر چايا.
٣- درد بلا دا باري لشكر | سر آنهان دي ساهيا (٥).
٤- عشق آنهان دي سر تي وبكو | ڏاڍا ستم سهايا.
٥- بيدل صدقي خاك انهين تون | جٹ آنهان سر چايا (٦).

## ١١٦- كافي

سمع بصير كوئي ڏوجها | سر سمجهه انسان دا.
١- هر شيء دي وچ ظاهر هويا | رنگ سارا رحمان دا.
٢- كرسي عرش زمين آسمانان | سير سبو سبحان دا.
٣- بيري بار بير بتون نيت نيت | جاما جولان دا.
٤- "في" "انفسكم" "تو رچ جائي | جلوا جان جهان دا.
٥- "آپ" "تون كوچ" نيوين بيدل | واقف سر نهان دا.

## ١١٧- كافي روپ بسنت

سهٹا تيڏي چشمان | سانون چيٹك لايا.
١- من مشتاقان دا رمزين غمزين | گهور تسا ڏي (٧) گهايا.
٢- دار زلف دي دليڑي اسانڈي | نال فريب قسايا.

---

(١) لٹيئه (غ) (٢) كر غور سي (غ) بيكس (٣) بيدل تساڏي در دا (غ) (٤) ستايا (غ) بيكس (٥) سناهيا (غ) (٦) جٹ آنهان بيڑا گهمايا (ف) جٹ آونهان بيڑا بايا (غ) (٧) تساڏڙي (غ-١)

٣- رُوح اساڏي نال روزازل وچ، پرت دا پيچ تو پايا،
٤- وِيکهن سيتي سُهڻي صورت محبت منچ مچايا،
٥- بيدل پردا تيڏي دَرّ دا جنهن سِر تيڏڙا سايا،

## ١١٨- کافي روپ نٽ کلياڻ

سنيتان ويکو رنگ پياري(١) دا،

١- کنهن نُون سکي دا ڏس ڏيندا،
کنهن نُون لاڪرُ ڏواري دا،

٢- کيهي کيهي عجائب آکان،
شاهنشاه نياري دا،

٣- آپ چپايس (٢) لاهءُ لهايس،
تسبيح تي زناري دا،

٤- بيدل شمس کيتي روشنائي،
شعاع کيا ستاري دا،

## ١١٩- کافي روپ جوڳ

شاهنشاه سيالين دي وچ شوقون چاک سڏايا،
١- تخت هزاري والي نون پيا(٣) سيرُ کرڻ دا رايا،
٢- يارَ بيرنگي کاڻ تماشي سوسين رنگ بنايا،
٣- شاهُ لباس چاکان دي پهري کثرت لاهء لهايا،
٤- ونجهلي آهيندي دل ساڏي نُون رمزين نال ريجهايا،
٥- لنگ درلين دي ساڻون بيدل ڏاڍا چينڪ لايا،

## ١٢٠- کافي روپ ڏناسري

شام دريا‌ء لهر وچ آيا بيرنگي وِجُونِ(٤) رنگ بنايا،
١- موج مُحيط دي کينا پسارا اندر باهر يار نيارا،
آپ وچ آپي آپ سمايا،

(١) لياري (ع) (٢) آپ چاهيس، لاهءُ ناهيس (هـ) (٣) پيڏا (ف) پيا (بکس)
(٤) چا (ف)

۲- بار برهہ (۱) دا باري جو (۲) چاتا عرش ستك آفلاك نہ چاتا،
عاشق سارا سير تي آنايا (۳).

۳- عاشق دم منصوري مارن سولان نون "قم" آكھ چارن (۴)،
سير "سبحاني" عشق آلايا.

۴- بيدل جو باطن ہوئيي ظاهر وبكين تيوين (۵) جڈان تون ماهير،
عشق عجب اسرار چهايا.

## ۱۲۱- كافي روپ كامول

شاهي طبل وڄاوڻ واري ول ول ويس ستاوڻ كيا، ڍولا!

۱- ظاهر باطن حسن (۶) تماشا احمد و عتبہ ستاوڻ (۷) كيا،
۲- شاه منصور، عطار دي نالي جنگت وچ ڍول ڦراوڻ كيا.
۳- "قم باذني" آهي (۸) آپ كو شمس دا هوش لتهاوڻ كيا.
۴- "خلق الآدم علي صورته"، لوكون آپ لكاوڻ كيا.
۵- آپنا راز ڈسيندا نيهن آهي بيدل نال ستاوڻ كيا.

## ۱۲۲- كافي روپ آسا

شاهہ حسن دا شان بيرهہ بيان كريندا.

۱- شاهہ حسن ديان (۹) عجائب چالين نت نت ڈيندا روز ڈكالين،
صورت وچ (۱۰) سلطان اكيان آن (۱۱) اڙيندا.

۲- شاهہ حسن ديان جو ديان فوجان جل دي وانگر ڈيون موجان،
نت كري طوفان جسم جهاز ہوڙيندا.

۳- شاهہ حسن دا هل هنگامان نيندا (۱۲) دين كفر اسلامان،
جا بجا وچ جولان "لمن الملك" پڙهيندا.

۴- شاهہ حسن دا ويك تجلي چور ڈتا صنعان مصلي،
خوك چريندا خان عرش اتي (۱۳) [illegible] قدم ڈريندا.

۵- قبل الموت مريندا جو نيي حسن دا شان سچائي سونيي،
بيدل عشق عيان دم منصوري مرهندا.

---

(۱) بحر (ف) (۲) سير، (ر ۽ و) (۳) چايا (ع) (۴) آنارن (ف) (۵) وبكين تيوين تڈان تون ماهير (ف) (۶) حكم (خ) (بيكس) (۷) كهاوڻ (بيكس) (۸) آكھو (بيكس) (۹) دي (خ) بيكس (۱۰) مين (خ) بيكس (۱۱) آن (خ) (۱۲) سندا (ع) (۱۳) عرش تي قدم ڈريندا (ع) بيكس

## ١٢٣- كافي روپ ٻلاولي

صُورت انساني دي اولي سمجهه(١) ترڪنُون الاوڻيدا هَئي،
١- اپني پيرهه دا وچ بازارين ڊولڻا ڊولُ ڦراوندا هَئي.
٢- اِتّن صُورت قوال دي ٻهنا سازُ سرُوڏ وڄاوندا هَئي.
٣- ٻهقر پشيوازان پيرِ تَون پيارا نَچ نَچ قربان پاوندا هَئي.
٤- يار بيرنگي ڪاش تماشي سنهس رنگان وچ آوندا هَئي.
٥- صُورت سمجهه ٻتهانا بيدل رانول رمزان ولاوندا(٢) هَئي.

## ١٢٤- ڪافي روپ آسا

صُورت محمدي مين روشن هَئي سير مارا،
صورت نه ڪنهه آيڪنُون وو نُورُ هَئي نيارا.

١- محبوب سيرُ ذاتي آئينه هَر صفاتي،
آسکي ظهور سيدي آجلا پيا انذارا.

٢- شمع جمال خُوبان آسکي جهلك سي روشن،
دونُون جگت کيي صُورت اُس سي هُوا آشڪارا.

٣- وحدت کا جام سُجکُون ديدو تم اپني هاتُون،
کرنا قبول لله يهيي عرضُ هَئي همارا.

٤- بيدل فسردهٔ خاطر رهتا هَئي بن پيرهه کي،
اُس هر پلوٹ کيجي نينهن اپني کا نظارا.

## ١٢٥- ڪافي روپ جهنگلو

عشق لڳا سانُون مايا مايا مايا.

١- عشق دا ميٺا وچ سيانين،
چشم اسان سير چايا چايا چايا.

٢- عشق جوگي دا ايويں اچانڪ،
سير آسان ذوي آيا آيا آيا.

٣- اهين سيلانيي ساهه (٣) ميڏي نُون،
ڏاڍا چيتڪ لايا لايا لايا.

(١) وپک (م ۽ و) (٢) لاوندا (ر) بيکس (٣) ساهه. (ع) ايکس

۴- صورت والڙي ويس مين رانجهڻ (۲)،
بيچ ساڏي نال بابا بابا بابا.
۵- چاک سڏاوڻ ذات چباوڻ،
بيدل يار دا رابا رابا رابا.

## ۱۲۶- غزل کليان

عشق کيا الهام ستگر شبد سڻاويگا،
رُوم رُوم مين رام گيت الستي گاويگا.

۱- عاشق بوگ ابياس کماوي انحد باجا بره بجاوي،
هُو هُو هل هنگام محبت شور مچاويگا.
۲- جتل تتل مظهر حق دا يارا آدم مخزن سير نيارا،
محبت والي مام سُنت سچا سمجهاويگا.
۳- بيدل بره کيي بازي کيلي "في انفسکم" راز چيلي،
چوڙ کفر اسلام هرجا حکم هلاويگا.

## ۱۲۷- کافي روپ سارنگ

فکر نفيي اثبات کيبي دن سار کي قبر جيوا ويگا.
۱- لا اله دي شيشي کولئون ماهي مُک وکيلاويگا(۳).
۲- باري يار درد دا کوئي عاشق مست الاويگا.
۳- شاه منصور جيها کوئي بانکا سُوليي[4] سير چڙهاويگا.
۴- "هُو" دي نال جوئي "هُو" ليوي مطلب سوئيي پاويگا.
۵- شيخ صنعان جيهي عارف (۱) نون جتيان گل پهيراويگا.
۶- بيدل مُضطرب عشق دا آخر گيت "انا الحق" گاويگا.

## ۱۲۸- کافي روپ سالکوس

کوئيي عاشق بي سير بي ا اس (۲) رمشي مين آويگا،
دوجگ اپنا جوئيي گنواني سو مُتَمَصّب (۳) پاويگا.

۱- عقل علم دي جاه نه کائيي دين کفر جتل جاويگا،
جس وبلي عشق (۳) کيي آتش تُوکِ آزاهه مُچاويگا.

---

(۲) رانجهي (ن) (۳) وکاويگا (ه) بيکس (۱) سالکَ (ع) (۲) اسي (۳) مطلب (ع ۴ ه) بيکس (ه) مثاني کي... (غ)

٢- مذهب دي باتيان تئون پرها | هک پل وچ آڏاويگا،
صوفي لا مذهب تيني وچ | "انا الحق" الاويگا.
٣- شيعا سني اپئون سوکا | صوفي کون ستاويگا،
بي پيري دا متصب پاکر | سُولي سر چڙهاويگا.
٤- بيدل جوني وحدت دي وچ | وهم وجود وڃاويگا،
جاه بجاه آهين (١) کون جاني | ماهي منک وکاويگا.

## ١٢٩- کافي روپ بروه

لا مکانئون کيئونکر آئين | هر (٢) جگ تينون (٣) پاتا.
١- کيئان تساڏا جسم چماندر | ڪٿان تساڏا (٤) ٿاتا.
٢- اهين پچري وچ کيوين قالين | عرش تيڏا آشياتا.
٣- ملک اٿاتهين پنج (٥) ز سکهندي | جيئون تساڏا آنا.
٤- عشق کهتيا تينون وچ ڪثالي | کيتي تينن (٦) نيماڻا.
٥- همت حال تيڏي تون کيانيا (٧) | وهک مجاز دا ماڻا.
٦- تئون پرنگ نيارا تڌ پنون | کيوين رنگ سياڻا.
٧- بيدل سطلب عشاقاندا | اپنا آپ (٨) پڃاڻا.

## ١٣٠- کافي روپ سورٺ

لدني علم دا جي تئون شائق | حرف پڙهين "همه اوست" دا.
١- دمدم نالي دڙهمه (٩) حالي | ڏيان ڏرين "همه اوست" دا.
٢- خفي جلي (١٠) هر محفل (١١) ديوچ | ذکر کرين "همه اوست" دا.
٣- نيکيل دُنيي دي کنوهي وچئون | چاڙهي چڙهين "همه اوست" دا.
٤- بيدل جي تئون "عين" دا طالب | خيال ڏرين "همه اوست" دا.

## ١٣١- کافي روپ جوگ

لٺ نيتيه دل ساڏي | هُن کريندائي مالا.
١- در تيڏي تي سهتا سائين | رُوح اساڏا وکالا.
٢- ويکي تيڏيان پيروايان | ساڏا جيءَ کمالا.

---

(١) آهين تئون (م) پيکس (٢) هي (غ) بيکس (٣) بهاتا (غ) بيکس (٤) ٿاتا (غ)
(٥) پنج (غ) (٦) کيتي تينهن نيماڻا (م) (٧) تا (غ) (٨) پڃاتا (غ) (٩) باهتر
(ف) (١٠) جلي خفي (هـ ۽ غ) (١١) مجلس (غ) بيکس

٣- اپنوين نہ لائق تيڏون لالن، ساڙن سوڪ (١) نيماڻا.
٤- شوق تيڏي دا شغل چگڑا (٢) ساڏي ساهہ سيباڻا.
٥- شمع حسن دا بيدل عاشق تهندل ٿيسي پروانا (٣).

## ١٣٢- ڪافي روپ مالڪوس

ماريا ميڏون، جوڳي ڪيها جادو لايا جوڳي ڏاڍا جادو لايا.
١- مين نمالي نون رانجهن وبکو جادو جوڙ بچايا.
٢- ڏنڌن منرليي هسن من ستياڻ (٤) رو رو حال وڃايا.
٣- سٽي سائين خوش رسنديان وسنديان برهہ ساڏي پاڳن (٥) آيا.
٤- عشق اسان ڏي سير ناز حسن دا ڪيڏا ڪنڪ چڙهايا.
٥- هير حيرت وچ بيدل نيت جالي وبکو رانجهو (٦) دا رايا.

## ١٣٣- ڪافي

مين نون ساڏي تانگهہ لگڙي پيارا.

١- ناز نيشان دي دلبڙي ليتي،
وچي ڪنهن سانگ ڪيتو وسارا.

٢- دهن ڪفر دي جاه نہ ڪائي،
ڏيندا عشق آيا نگ پرت پسارا.

٣- بيدل پيرهن دي جاه ملامت،
نينهن نيوا نانگ عشق اشارا.

## ١٣٤- ڪافي روپ بروه

وبکو شاهہ حسن دا آوندا آوندا وت رمزان لاوندا.

١- شاهہ حسن دا هل هنگامان ظاهر وچ ڪفر اسلامان،
يار برهہ واليان نون پاوندا پاوندا دليان نون گهاوندا.

---

(١) ماڙن سڪت نماڻا (غ) بيڪس (٢) چگڙا (غ) (٣) پتروانا (غ) بيڪس (٣) ڏنڌن مترلي مس، مٺين نيڏان (٨) (د) پاڳين (هـ) (٦) رانجهون (ف)

٢- شاه (١) دي نوع ٻنوع لباسين سمجهي ته ڪوئي نال قياسين،
هر نظر (٢) مُڪ ٻيا ڪلاوندا لاوندا مُنۡ مُير سمجهاوندا.

٣- هر مظهر وچ رمز نياري هَر وچ سمجه حقيقت ساري،
يار صورت سب سماوندا ماوندا وه کيل وکاوندا (٣).

٤- بيدل شاه حسن ديان ڳالهيان استون معلوم جيس وچ مليان،
هر در تنٖون جهاتي پاوندا پاوندا شهر دَرَس دکاوندا.

## ١٣٥- كافي روپ بلاول

هر مظهر مين يار ڪتنُون منگ فيض عشق عرفان دا،
قُبح وچون ڳيهن حُسن دا ٻهرا ڪُفر وچون ايمان دا.

١- جتهوڙي وصف مين (٤) ڏيوي ڏڪالي شائق رهه تنهون (٥) شانُ دا،
سَميع بَصير (٦) نه ڪوئي ڏوجها مير سمجهه انسان دا.

٢- هر شيء دي وچ ظاهر هويا رنگ سارا رحمانُ دا،
ڪُرسي، عَرشُ، زمين آسمانان شَمس قَمر و سُبحانُ دا.

٣- پهري يار پير تنهون نيتُ نيتُ جامان وهه جولان دا،
عشق اوتار عجب ڳيهن آيا شو تنهون شاه مردان دا.

٤- "في اَنفُسِكُم" تو وچ جاني جلوا جان جهان دا،
"آپ" نون کوج ته ٿيوين بيدل (٧) واقف مير نيهان دا.

## ١٣٦- كافي روپ جوڳ

يار عجب اسرارُ بنايا احمد نون عبدُ (٨) سڏايا.

١- "خَلَقَ الآدم علي صُورَتِه،" ڪيها لاهم لهايا.

٢- برهه لاون دي خواهش ڪيتي صُورت کيل کيلايا.

٣- "وفي اَنفُسِكُم" خود فرمايس آپ مين آپ سمايا.

٤- شاه منصور نُون واقف ڪركي سُولي ته پکڙ جهومايا.

٥- شيخ صنعان جيهي ڪامل نُون جتيان ڳل ٻهرايا.

٦- بيدل تخت هزاري دا سائين وچ سيالين آيا.

---

(١) شنه (غ) (٢) مظهر (غ) يكس (٣) کيلاوندا (غ) (٤) وچ، (ف) (٥) تون (ف) (٦) سميع بصير ڏوجها نا ڪرئي (ف) (٧) آپ کون ويک ته بيدل ٿيوين (ف) (٨) احد و عبد، (غ) يكس احد نُون عبد سڏايا. (ف)

رديف ب

## ١٣٧- ڪافي روپ ديسي

سڪي وسي آپ، دکي رهي آپ تون ڪنج آپ نون وچون نه آلين،
آپ سهڻا، آپ ري ميان.

١- "ڪثرت" والڙا ناهه لهايس بار غمان دا سر تي چائين
جالي وچ عذاب.

٢- ٻانهب والي قيد سين آيا نبي عليؑ" اسان نام سڏايا،
چوڙ خدائي خطاب.

٣- شاهه شهيد دا يڪت بناوڻ دا شان شهادت پرتون پاوندا،
هستي دا چوڙ حجاب.

٤- مستي دي وچ مٺن مٺن ڪرندا سوز گداز دي سولي چڙهندا،
سڻن سوال جواب.

٥- بيدل سجهه تون ڳالهه هماري شڪ مٺني وچ هويا ٻڪاري،
جاڻ خودي نون خواب.

## ١٣٨- ڪافي روپ بروهه

| | |
|---|---|
| عشق "الست بربڪم" والا | خاصان نون ڪهنا خيطاب. |
| ١- نار "بليٰ" سرچا آنهان ڏتڙا | جرات نال جواب. |
| ٢- آئيهنين ڏهاڙي دلڙي اساندي | برهه ڪيتي بيتاب. |
| ٣- رانجهو دي رمز آنان مٺن موهيا | اسان ٻڻيا اسباب. |
| ٤- مين ماهي وچ ماهي مٺن وچ | هور تسي ڪو حجاب. |
| ٥- بيدل عشق دي مشرب اندر | نهين ڪو ڏوهه ثواب. |

رديف ت

## ١٣٩- ڪافي روپ سارنگ

| | |
|---|---|
| سالڪ سير سلوڪ دا ڪر | چڙهه عشق والي عرفات. |
| ١- تيڏي وچ حقيقي ڪعبه | ڪر دور سڀا درجات. |
| ٢- ٻڌ احرام تون وحدت والا | هڪ جالي ذات صفات. |

٣- ورچ صدقا ٿروي محبت دي دم ڏور ڏينهان رات،
٤- ڄيچ حضور ماهي دا هرجا ٻاہ وبک ٻيرتئون جهات،
٥- ڪرقربان خوديء نون بيدل ڦير عشق دا ڏس اثبات،

## ١٤٠- ڪافي رُوپ سارنگ

سار لفارا "آنا الحق" دا حق دي ذات ڪري اثبات.

١- "آحديت" وچ آپ وڃاوين "منجهه" دا راز منجهيں ٻاوين،
ماهير ٿيي وچ ذات صفات.

٢- چوڙ خيال تـ ڪثيف والا بي ڪثيفي دي لتهہ تون سارا،
وحدت دي ڪر وانيي وات.

٣- ٻيجوليي وچ ويک تعين ظاهر باطن ايڪ سرينجن،
وس ليبس هتين ٻاتون ٻات.

٤- جان جان "اپنا آپ" نہ لتکين تان تان ذوق "ظهور" نہ چکين،
"ذات" ٿيوين ٻيجي ويکين "ذات".

٥- بيدل مار هٿاوين هستي مان ٻيجي منصوري مستي،
ٻي ڪر عشق دا آبحيات.

⟸⟹○⟸⟹

ردیف ن

## ١٤١- ڪافي رُوپ جوگ

سالڪ چوڙ وجود (١) ٻيا ڪُچ فَنَ فنون نہ چلندا.

١- "نابوديء" وچ اپنا جالين سالڪ سارا سُود.

٢- "لاالٰه" زبانون آکيس نہيں (٢) ٿيو (٣) نابود.

٣- باجهون (٤) "فنا" دي سول (٥) نہ ٿيوي منصوري مقصود.

٤- "معدوميء" دي مخار تون ٻري ٻيء جام شهود.

٥- "موتوا قبل الموت" مين ٿيندا (٦) بيدل هتي بهبود.

---

(١) ڪر هيڪ ترڪ وجود (ل) (ٻيکس) (٢) نفي (س) (٣) ٿيء (ع) (٤) باجه (ع) ٻيکس (٥) سُور (ل) (٦) تهندا. (ف)

